عوام جو آواز
روزانه هلال پاڪستان ڪراچي
مئگزين سيڪشن
مئي ۱۹۸۳ع

مئنيجنگ ايڊيٽر:
ناصر بروهي

انچارج:
فقير محمد لاشاري

# فهرست

## تاريخ



## ادب



## سائنس



هي اخبار شيخ سلطان ٽرسٽ پاران محمد هاشم ميمڻ، شيخ سلطان ٽرسٽ پريس مان ڇپرائي وسيم احمد صابري ٽرسٽ ڪورٽ ڪاسٽ ڇپائي، ڪورٽ ولوايم اي جناح روڊ ڪراچي مان شايع ڪئي

۵

## زراعت





## پارڙا



## سگهڙين سٿ



## فن





# پنهنجي پاران

مئگزين جو سفر خير سان جاري آهي، ۽ وڌندو وڃي ٿو. اهو سڀ پنهنجي پڙهندڙن جون ڀلايون آهن. مئگزين ماهوار ٿي ۽ جنهن وقت واري حد تائين پهتي آهي، ان ۾ اسان جي ليکڪن جو بنيادي طرح سان وڏو هٿ

مئگزين جو سفر خير سان جاري ، ۽ وڌندو وڃي ٿو. اهو سڀ پنهنجي پڙهندڙن جون ڀلايون آهن. مئگزين ماهوار ٿي ۽ جنهن وقت واري حد تائين پهتي آهي، ان ۾ اسان جي محترم ليکڪن جو بنيادي طرح سان وڏو ونڊ آهي. سنڌ جا اديب جنهن ۾ مياري سان بنا ڪنهن معاوضي گهرڻ جي جاکوڙي رهيا آهن، اهو اديبي تاريخ جو اهم حصو جوڙي رهيا آهن. هلال مئگزين جيئن ته اداري پاران هر ڪمائي جي خيال کان جاري نه ٿو ڪيو وڃي، ان ڪري ليکڪن کي اجورو ڏيڻ جي صورتحال ۾ به ڪو نه آهي، جيڪو هو ٿڪن هر حالت ۾ سندن حق بيهي ٿو. تنهن اداروات حيثيت ۾ اڃا جو ليکڪن کي اجورو ڏيئي سگهي.

ڪجهه سائين جا شڪايتي خط به هر پيري ملندا آهن ته سندن مواد نه ٿو ڇپجي. اها ڳالهه برابر آهي ته هر ليکڪ کي پنهنجي لکڻي ڏاڍي پياري ٿئي ٿي، پڙهندڙ به ڳالهيون آهن. مڪرو ته مواد جي معياري هئڻ جي صورت ۾ اهو ڇپبو ضرور، پر واري سان. ٻي ڳالهه ته ڪو مواد برابر ستڻ معياري نه هجي، پر حالتون اجازت نه ڏينديون ته نه هلائي سگهبو. باقي لکڻ وارا اهڙين تمثيلن جو سهارو وٺي به جيڪا ڳالهه چوڻ هوندي اٿن، چئي ويندا آهن. بهرحال اهو مسئلو وري به لکڻ جي سلسلي ۾ آهي. پنهنجي طرفان معياري مواد شايع ڪرڻ ۾ ٻي ڪا به رنڊڪ ڪانهي.

اسان جي پڙهندڙن جو چوڻ آهي ته سينٽر ليکڪن کان به مئگزين لاءِ لکرايو وڃي. سائينءَ لکڻ اهڙي خدمت آهي جيڪا پاڻمرادي ٿيڻ گهرجي. باقي هن ذريعي سينٽر سڄاڻ ليکڪن کي عرض آهي ته مئگزين لاءِ لکن، اهو سندن وڏو ٿيندو.

سدائين گڏ

انچارج

# تاريخ جا اهم واقعا

## سميري تهذيب

تهذيب جو جنم اڄ کان ست هزار ورهيه اڳ ٻن درياهن، دجله ۽ فرات جي وچ ۾ ٿيو. هتي ڪشادي ۽ زرخيز ماٿريءَ ۾ پهرين وسندي سميرين جي هئي. جنهن علائقي تي ان جي اڏاوت ٿي، تنهن کي پوءِ ميسو پوٽيميا جو نالو ڏنو ويو، جنهن جي معنيٰ آهي ٻن درياهن جي وچ واري ايراضي. تاريخ ۾ اهو نالو، ان ايراضيءَ جي ٻين اوائلي تهذيبن تي به لاڳو ٿيندو آيو آهي.

سميرين ڳوٺن اڏڻ لاءِ جهوپڙيون ٺاهيون، ۽ جانورن کي گهرو حياتيءَ تي هيرائڻ جي شروعات ڪيائون؛ انهن منجهان کائڻ لاءِ کير ۽ گوشت ۽ پهرڻ لاءِ کلون هٿ ڪرڻ لڳا. ڪڻڪ ۽ ٻين فصلن جي کيتيءَ جي شروعات ٿي. وسنديون وسائڻ کان پوءِ به هو شڪار جي شغل ۾ هئا، پر هاڻي هنن جي جياپي جو سڄو آڌار رڳو شڪار ڪرڻ تي ڪونه هو.

سميرين سڀ کان اڳ ۾ لکت واري ٻولي ايجاد ڪئي. اها ٻولي جانورن جي ننڍڙين تصويرن جي صورت ۾ هئي. اها ٻولي مٽيءَ جي ٽڪرن تي لکي پوءِ، پچائي ويندي هئي. ڦيٿي جي ايجاد ڪري به سميرين سان ڳنڍيو وڃي ٿو، جيڪي برابر ڏاڍا محنتي ۽ اورچ ماڻهو هئا.

## نيل ماٿريءَ جي وسندي

قديم يوناني مورخ هيروڊوٽس لکي ٿو: مصر، نيل درياءَ جي سوکڙي آهي. ڇاڪاڻ ته جيڪڏهن نيل درياءَ نه هجي ها ته مصر جو وجود ئي قائم نه ٿئي ها. پوءِ، هاڻي وانگر نيل جي ٻنهي پاسي وارا ميدان هر سال ٻوڏن هيٺ اچڻ لڳا، ۽ ڌرتي ڀلوڙ ٿي وئي، ۽ فصل پوکڻ لاءِ مثالي زمين بڻجي وئي ۽ سگهوني چمڪندڙ سج هيٺان فصل اپڙڻ ۽ پچڻ لڳا. نيل ماٿريءَ ۾ پهريائين اهي اوائلي ماڻهو آباد ٿيا، جن جهوپڙين ۽ گهرن ٺاهڻ سان گڏ، اهو به سکي ورتو ته فصل ڪيئن پوکجن ۽ جانورن کي گهرو جيوت تي ڪيئن هيرائجي. انهن جون وسنديون نيل جي ڪنارن تي ٻارهن سئو ڪلو ميٽرن ۾ ڦهليل هيون، جيڪي پاڻيءَ کان پنجاهه ڪلوميٽر پري لڏيون ويون آهن. ملڪ جو باقي حصو هاڻي وانگر واري ۽ پٿرن جو رڻ پٽ هو.

اوائلي زماني کان زمين ٻن حصن ۾ ورهايل هئي. هيٺين مصر (ڊيلٽا وارو علائقو) ۽ مٿين مصر. ٣٢٠٠ ق-م ڌاري ٻئي حصا گڏيا ويا جن تي فرعونن راڄ ڪيو ۽ اها سونهري تهذيب هڪ هزار سال قائم هلي ۽ ٣٠ ق-م ۾ قلوپطره جي موت وقت جڏهن مصر، روم جو ڀرڳٽو ٿي ويو تڏهن اهو راڄ ختم ٿيو.

مصري، فنڪارن جي قوم آهن. هنن پٿرن ۽ مٽيءَ منجهان خوبصورت شيون جوڙيون، پتيون سينگاريون، ۽ هنن کي جيئڻ جي معاشرتي گهرجن جي ڄاڻ هئي. نيل جي ٻوڏيءَ جي سالياني اڀار منجهان ٣٦٥ ڏينهن وارو ڪئلينڊر جوڙيو، جنهن ۾ ٽيهن ڏينهن وارا ٻارهن مهينا ۽ پنج موڪل وارا ڏينهن هئا.

## اهرامن جي اڏاوت

غزه جا ٽي وڏا اهرام، رڻ پٽ ۾ عظيم عمارتن وانگر ڌڙ کنيو وقت سان مهاڏو اٽڪايو بيٺا آهن. وڏي ۾ وڏو اهرام، جيڪو فرعون خوفو جي ممي رکڻ لاءِ اڏايو ويو، تنهن کي يوناني اچار ۾ چاپس چيو ويندو آهي. اهو دنيا جي اصلي ستن عجوبن منجهان هڪ آهي.

اهو چن جي پٿر، گرينائيٽ ۽ ويهه لک پٿر جي ٽڪرن منجهان جوڙيو ويو آهي. جن مان ڪن جو وزن ١٥ ٽن به آهي. ان جي ڊيگهه ١٣٨ ميٽر ۽ هر پاسو ٢٣٠ ميٽر ويڪرو آهي. چيو وڃي ٿو ته هڪ لک غلامن ان تي ويهه سال ڪم ڪيو، پر نيل جي ٻوڏ سبب ڪم سال ۾ رڳو ٽي مهينا ٿيندو هو. ٻيا به اهرام جيڪي فرعونن جي چوٿين پيڙهيءَ جي ٻن بادشاهن چيفرن، ۽ ميڪرينيس جا آهن، سي ساڳئي انداز ۾ ٺهي جوڙيل آهن، پر آهن ننڍا.

## لوهه جو پهريون استعمال ٢٠٠٠ کان ١٢٠٠ ق م

جنهن کي تاريخي زمانن ۾ "لوهه وارو زمانو" ڪوٺيو وڃي ٿو، تنهن جي شروعات هٽائيٽس ڪئي هئي. هڪ بهادر آريائي قوم اناطولي اپٻيٽ فتح ڪري ورتو. هو پنهنجي بادشاهه لابرنس تحت گڏ ٿيا ۽ هر پاسي پنهنجون سرحدون وڌائڻ شروع ڪيائون. اولهه ۾ ايجئن سمنڊ، ڏکڻ ۽ اوڀر ۾ شام جا ميدان.

هو هارائڻ جو ڳاهٽائي ڪونه،

ڇو ته ٻين سڀني قومن کان اڳ هئن، ڪجهه لوهه ڪـي ڳاهي وڍڻ جــو هنر سکي ورتــو هو. ٻهريائين هنن ڪچي لوهه کـي تپايو ۽ پــوءِ پنهنجي مرضي موجب ڪيس جيڪا شڪـل ڏيــڻ ڏــي چــاهيائــون، سا ڏني ڏنائون. هٿيار به ڳاهي ڏــي سگهيا ته ٻيو سامان به ـ توڙي جو هنن جو اهــو ڪم اوائلي ۽ پوءِ وانگر ڪونه هو، پر ڪنجهي جــي ڀيٽ ۾ لوهه وڌيڪ سخت هو.

هنن جو اقتدار وڌيو ضرور، پر انــدرئين ڏاڍ سبب سندن سگهه کـي نقصان پهتو. نيٺ بادشاهه ٽيلـي پرنس (۱۵۲۵ کـــان ۱۵۰۰ ق ـ م تـائين) تخت تـــي ويهڻ کـــان پــوءِ حقيقـي نمونـــي سان هٿائيٽ سلطنت کـي وڌايو. هنــن مصر جــي سگهاري بادشاهه راميس ٻئي (جنهن ۱۲۹۲ کان ۱۲۲۵ ق ـ م تائين حڪومت ڪئي) جي مضبوط فوج کـــي ۱۲۸٦ ق ـ م ۾ هارايو ۽ ان جــي به سموري سلطنت تي قبضو ڪري ورتائيــــن. هنن جــي پنهنجي سلطنت به ان کان پنجــاهه سال پوءِ ڪمزور ٿي وئي ۽ شامي پرڳڻن ۾ پوءِ به سندن ثقــافت پنج سؤ سالن تائين قائم رهي سگهي.




* اڳي جيڪي ماڻهو ظلم جو شڪار ٿيندا هئا، تن کي ان جي مطلب جي خبر هئي ته سڏو سنئون ٻين جــي قبضي ۾ ويٺو آهي ۽ انهن هنن جــي چربه به سوگهي تي ويندي هئي. پــوءِ آقائن جا نئيا ملازم بـــه هنن کي داداگيري ڪري وڪ وڪ تي غلاميءَ جو احساس ڏياريــنــدا هئا. پر آئيندي جا ماڻهو ان کان سواءِ ٻيو ڇا ڪري سگهندا تــه پنهنجي سنجهيل قسم جي غلاميءَ سان محبت ڪن ۽ آزادي جــو نالو ڏين. (وليم ليس).

# سنڌ سڀيتا



سنڌ قديم دور کان وٺي شاهوڪار ٿي رهي آهي ۽ تهذيبي ورثي سبب دنيا جي اوائلي تهذيبن مان هڪ آهي. ”قديم سنڌ“ جو مصنف ڀيرو مل مهر چند آڏواڻي لکي ٿو ته: ”جنهن زماني (Tertiary age) يعني ٽئين جڳ ۾ سنڌ جي زمين ظاهر ٿي هئي، تنهن زماني جي ماڻهن جا ٻنڊ (جسم) هن وقت تائين ڦري، پٿر ٿي ويا آهن. ان وقت جي وڻن ٽڻن جو به اهو حال ٿيو آهي. اهي ٽئين جڳ وارا ٻنڊ پٿر سنڌ ۾ زمين جي اندرين تهن مان ڪڍي لڌا آهن. قديم سنڌ جا اصل رهاڪو اهي ڇڻيا. عالمن کي کوجنائن ڪرڻ مان ايترو معلوم ٿيو آهي، ته موجوده قومن مان قديم ۾ قديم لوڪ، جن آتر هندستان وسايو، سي ڪالوڪن ڪولن، سنٿالن، ڀيلن ۽ منڊ لوڪن جا ابا ڏاڏا هئا. تنهن بابت اسان کي ڀيريائين ڪ ڪ نه هئي؛ پر پوءِ ڪن جون کوٽيون سيوهڻ جي ڀرسان لڌيون هيون.“

سن ١٩٢٢-١٩٢٣ع ۾ ڪن ڪولن ۽ سنٿالن جون کوپڙيون موهن جي دڙي مان به لڌيون، جنهن جي تصديق آرڪيالاجي واري کاتي جي ڊائريڪٽر جنرل سر جان مارشل ڪئي آهي. تنهن ڪري هاڻ اها خاطري ٿي آهي ته اهي قديم لوڪ سنڌ ۾ ٻه هئا. تنهن ڪري قديم سنڌ جا اصل رهاڪو آهي ايڪڻ ڪهرجن. اهي ڪول ۽ سنٿال آسٽريليا کان ڇن واري واٽ وٺي، آسام ۽ بنگال ڏي آيا ۽ پوءِ آتر هندستان ڏي وڌيا. هن وقت سندن اولاد وچ هندستان ڏي سنٿال پرڳڻن ۽ ڇوٽا ناگپور طرف رهي ٿي. اهي حقيقتون سر گريئرسن پنهنجي ڪتاب، ” Linguistic Survey of India “ جي جلد پهرئين، ڀاڱي پهرئين ۾ ڄاڻايون آهن.

سنڌ ۾ سيوهڻ وارو پاسو قديم سڀيتا جو مرڪز هو. ميجر جنرل ڪننگهام ڄاڻايو آهي ته ”سيوهڻ نهايت پراڻي هنڌ، هڪ ڪار آناهين ٺڪريءَ تي آهي؛ ۽ سنڌو ڊيلٽا ڪچ ۾ اٿس، جنهن جو پاڻي اڳي سيوهڻ جي پٽين تائين اچي پهچندو هو، جنهن ڪري پاڻي ۽ ڪاڪي جي سهنج، سنڌ جي پهرين رهاڪن جو ڌيان ضرور ڀيريائين انهي طرف ڏانهن ڇڪايو هوندو.

سنڌ ۾ سيوهڻ وارو پاسو سڀ کان پهريائين وسيو هو. ان لاءِ مسٽر ڊبليو. ٽي. بلينفورڊ سبب ڄاڻائيندي لکي ٿو ته: موهن جي دڙي جي کوٽائي ڏيڻ کان گهڻو اڳ، انهي قديم زماني جي ماڻهن جون کوپريون، سيوهڻ جي پرمان، شاهه سلاول واريءَ واٽ تان اڳيون هيون. خود سيوهڻ جو نالو گهڻو آڳاٽو آهي. سيوهڻ کي اهو نالو پڄروپڌ واري زماني ۾ مليو.

هينري ڪزنس پنهنجي ڪتاب ۾ ڄاڻائيندي لکي ٿو: لڪيءَ جي جبلن مان ڪوسي پاڻي جي چشمن جي پرسان، ڪي غارون لڌيون آهن، جيڪي ٽڪرن مان ٺاهيل آهن. انهن بابت رايو ظاهر ڪيو ويو آهي ته اڳي انهن ۾ ماڻهو رهندا هئا. هالوڪي سيوهڻ اسٽيشن جي پرسان، ٽڪريءَ تي، انهيءَ قديم زماني جي هڪ غار آهي، جيڪا ”ايڪ ٿنڀو“ يا ”هڪ ٿنڀو“ سڏجي ٿو. ان جو ذڪر ڊاڪٽر ولسن به ڪيو آهي. ”قديم سنڌ“ جو ليکڪ لکي ٿو ته: سر بارٽل فريئر سن ١٨٥١ع ۾ تاريخ کان اڳ واري زماني جي قبرن جو بيان رائل ايشياٽڪ سوسائٽيءَ جي جرنل ۾ لکيو هو.



موهن جي دڙي مان مليل زيور

سَر مارٽيمر ويلر (سَر هيري ڪزنس) جيڪو اڳي آرڪيالاجيڪل کاتي جو سپرنٽينڊنٽ هو ۽ سن ۱۹۱۰ع ۾ سنڌ ۾ آيو هو، ميرپورخاص طرف "ڪاهوءَ جو دڙو" کوٽايو هو، تنهن پنهنجي ڪتاب "انٽيڪئيٽيز آف سنڌ" ۾ انهن قديم کنڊرن ۽ قبرن جو احوال سر برٽل فريئر ۽ ٻين عالمن جي رپورٽن مان ڏنو آهي.

## دراوڙ:

تاريخ جي مطالعي مان خبر پوي ٿي ته سنڌ جا اصل رهواسي دراوڙ لوڪ هئا، جنهن جي تصديق ڪيترائي تاريخدان ڪن ٿا.

عالم چون ٿا ته قديم پٿر واري زماني کان پوءِ برف کُٽڻ لڳي ۽ ڌرتي جون حالتون تبديل ٿيون. ماڻهو ڪاٺ، ڪاري، ڪيتي ڪرڻ، باهه ٻارڻ ۽ ٿانو ٺاهي جوڙڻ سکيا. ڪاٺ مان فقط سون جي سڌ هين. اڳي اهي گهڙيل پٿر ڪم آڻيندا هئا. "نئين پٿر واري زماني" ۾ پٿر گهڙڻ سکيائون ۽ ڪپ، ڏاٽا ۽ ٻيا اوزار پٿر مان ٺاهي سکيا ٿي. اهو زمانو اج کان اٽڪل ڏهن هزارڪن ورهيه اڳي شروع ٿيو هو.

اڳاٽن ڪولن ۽ سنٿالن کان هن زماني جا ماڻهو وڌيڪ سڌريل هئا، تنهن ڪري هي تهذيب جي ترقي جو ٻيو دور ليکجي ٿو.

نئين پٿر واري زماني جي سڀيتا جو بنياد وجهندڙ "دراوڙ" لوڪ ڪوٺجن ٿا. تاريخ جي محققن کوجنائون ڪري ڄاڻايو آهي، ته ڪولن ۽ سنٿالن جي مٿان اهي لوڪ (دراوڙ) ڪاهي آيا ۽ سنڌ تي ڪيترن ڪي ڏکڻ هندستان ڏانهن دڪالي ڪڍيائون ۽ پاڻ اتر هندستان جا والي ٿي ويٺا. تازو موهن جي دڙي مان




ڪولن ۽ سنٿالن جي ڪورين مان دراوڙن جون ڪوريون پڻ مليون آهن. انهي مان پتو پوي ٿو ته دراوڙن جي اچڻ ڪانپوءِ ڪي ڪول ۽ سنٿال ساڻن گڏ رهيا. هندستاني تاريخ جا ليکڪ ڄاڻائين ٿا ته دراوڙ، اتر اولهه يا ڏکڻ هندستان کان آيا، جن جي لاءِ سمجهه ۾ اچي ٿو ته اهي هندستان کان آسٽريليا ڏانهن پکڙيل هئا.

ڪن محققن جو رايو آهي ته سنڌ ۾ هن وقت ماڱر (ماڇر) ذات جا ماڻهو آهن. اهي سنڌ جي اڳاٽن دراوڙن جو اولاد آهن. اهي ماڱر ذات جا ماڻهو سجاول ڏي گهڻا آهن. اهو سجاول (ضلعو ٺٽو) وارو پاسو اڄ تائين "ماڇر" سڏجي ٿو. اڳي ٺٽي ۽ سجاول وارو ڪڇ پاسو ڀالي ۽ هيٺ هو. ان وقت سنڌو ندي نصرپور وٽان وهندي هئي. سن ۱۷۵۸ع ۾ سنڌو ندي نصرپور وٽان رخ ڦيرائي، هالڪي واٽ ورتي ته ڦليليءَ جو وهڪرو بند ٿي ويو.

تازي تحقيق مطابق ڪن جو چوڻ آهي ته دراوڙ يورپ سمنڊ طرف رهندڙ قومن مان هئا، اهي ٻهرياڻين ڪجهه وقت ميسوپوٽيميا طرف رهيا؛ پر پوءِ عربن ۽ سامي نسل وارن اتان کين تڙي ڪڍيو،

جنهن ڪري بلوچستان واري واٽ وٺي، هندستان ڏي آيا. سنڌ جهانئن ڪي گنگا نديءَ واري ماٿر، ته ڪي سنڌو نديءَ واري ماٿر واري اچي ويٺا. تازو موهن جي دڙي ۽ هڙاپا مان جيڪي مهرون لڌيون آهن، تن تي لکيل اکر پڙهي ۽ پيون ڳالهيون ڏيئي، فادر هيرس هي رايو ظاهر ڪيو آهي ته دراوڙ لوڪ هندستان مان يونوچ سمنڊ وارن ملڪن ڏي ويا هئا ۽ پنهنجي سڀيتا جو ڦهلاءُ يورپ تائين ڪيو هئائون.

دنيا جا محقق ۽ مؤرخ، سميرين تهذيب کي دنيا جي قديم ترين تهذيب ڄاڻائين ٿا. پر سميرين جنهن شخصيت کان علم ۽ هنر جي روشني حاصل ڪئي، ان شخصيت کي اهو "اولنيس ديوتا" ڪوٺين ٿا. "اولنيس"، دلمون (موهن جو دڙو) مان ايراني نار پار ڪري سمير پهتو هو. قديم زماني ۾ بابلي مندر جي هڪ راهب بيروسس، قديم سميرين جي مذهبي عقيدن ۽ روايتن بابت لکيل پنهنجن تصنيفن ۾ ڄاڻائي ٿو ته "اولنيس ديوتا" جيڪو پنهنجي اصل وطن (دلمون، موهن جو دڙو) کان سمير پهتو هو؛ تنهن سميرين

ڪي هر طرح جو علم ۽ فن، لکڻ پڙهڻ، ترڻ، تير هڻڻ، ڪشتي وڙهڻ، ڏاند جوڙڻ ۽ سڌريل نمونـي ۾ شهرن جي اڏاوت ڪرڻ سيکاريو.

ڊاڪٽر محمد خان "مخمور" لطيف مخزن، ۱۹۷۸-۷۷ع واري پرچي ۾ ڇپيل سندس مضمون، "سنڌ قرطبي اوسر" ۾ لکي ٿو: "ان جي تصديق ڊاڪٽر نوحا ايس. ڪريمز، ڊي مئڪنري، ڊبليو ڊيز، سر جان مارشل، آئينگر، بئنرجي، مجمدار، مسٽر داس ۽ ٻيا محقق پڻ ڪن ٿا. دلمون، موئن جو دڙو ئي آهي. اها تصديق ڊاڪٽر نوحا ايس. ڪريمز ۲۵ سالن جي لڳاتار ڪوشش ڪانپوءِ ڪئي، جنهن کي آمريڪا جي پنسلوانيا يونيورسٽي ۽ لنڊن ميوزيم جي مدد سان هڪ گڏيل فنڊ قائم ڪري، دلمون جي اصل جاءِ ڳولهي لهڻ لاءِ مقرر ڪيو هو.

سميرين وٽ تهذيب ۽ تمدن جي روشني ايراني نار جي ڏاکڻين علائقي کان پهتي، جنهن کي سميرين "دلمون" سڏيو آهي. سمير جي کوٽائي وقت ماهرن کي جيڪي تختيون هٿ آيون آهن، انهن ۾ هڪ اهڙي به تختي هئي جنهن تي "دلمون" (موئن جو دڙو) جي ماڻهن جا اکر اڪريل هئا. تختيءَ تي لکيل هو:

"هن شهر دلمون ۾ ڪوبه ماڻهو مات نٿو ٿي سگهي، هتي ڪوبه طاقتور ڪنهن به هيڻي کي هاڃو نٿو پهچائي. هي اهو هنڌ آهي جتي ڪوبه بيمار ۽ يتيم نٿو رهي. هيءَ زمين بهشت جي زمين آهي، جتان سج اڀري ٿو. هي علائقو سمير جي اوڀر طرف آهي، جتان گهڻو ڪجهه پڙهين رستي هتي اچي ٿو. ۽ هيءَ اها ڌرتي آهي، جنهن جي کاڌن پيتن ۾ خوشبودار ڊال جا ڍڪها









وٽ پيدا ٿين ٿا. دنيا جا سمورا ملڪ پنهنجو مال دلمون ڏانهن موڪليندا رهندا آهن."

## سڀيتا يا تهذيب

سرجان مارشل پنهنجي ڪتاب، "موهن جو دڙو ۽ سنڌو سڀيتا" جي جلد پهرئين صفحي ۹۲ ۾ بيان ڪيو آهي ته: "پٿر واري زماني جا نشان سنڌ ۾ ڪڪيءَ جي جبلن، کيرٿر جبل جي لڪن ۽ روهڙيءَ وارين ٽڪرين ۾ به اڪيچار آهن. مطلب ته هن زماني ۾ نه رڳو سيوهڻ وارو پاسو وسيل هو، پر سنڌ جي اپرندي طرف وارين ٽڪرين، يعني ٺٽي ۽ جهرڪن واري پٽڪن ٽڪرن ۽ اتر پور ڪنڊ وڃي روهڙيءَ وارين ٽڪرين وارو پاسو به وسيل هو.

پراڻي تهذيب جو پتو ڪيترو ڪري قديم پٿرن ۽ ڌاتن مان ٺهيل شين ۽ اوزارن وغيره مان پوي ٿو. انهي لاءِ قديم دنيا کان جديد دنيا تائين زمانا مقرر ٿيل آهن. انهن ۾ پهريون "اوائلي پٿر وارو زمانو" انگريزي ۾ ان کي Paleolithic or old Stone Age" ڪوٺجي ٿو، ٻيو "پٿر وارو نئون زمانو" انگريزي ۾ ان کي "Neolithic or New stone age" ڪوٺجي ٿو، ٻيو زمانو آهو آهي جنهن کي "ٽامي وارو زمانو" ڪوٺجي ٿو جنهن ۾ ماڻهو ٽامو ڪم آڻڻ لڳا. چوٿون زمانو آهو آهي جنهن ۾ ماڻهو ٽامو ۽ قلعي ملائي هڪ ڌاتو "Bronze" ڪنجهو جوڙيندا هئا ۽ انهيءَ مان اوزار ۽ ٿانوَ وغيره ٺاهيندا هئا، تنهن ڪري اهو "Bronze age" يعني "ڪنجهي وارو زمانو" سڏجي ٿو. پنجون زمانو اهو آهي، جنهن ۾ ماڻهن لوهه مان اوزار، ٿانوَ ۽ هٿيار وغيره ٺاهڻ شروع ڪيا، انهي کي "لوهه وارو زمانو" سڏجي ٿو. هن وقت اسين "ڪلن واري زماني" ۾ آهيون.

موئن جي دڙي جي کوٽائي سن ۱۹۲۲ع ۾ ٿي. انهيءَ کوٽائي هلندي ٽامي ۽ ڪنجهي جون ٺهيل شيون لڌيون آهن. بلڪ هڪ وچولي منزل جي تهذيب جون اهڙيون ته ثابتيون مليون جو محقق دنگ رهجي ويا. هيءَ وچولي منزل اها آهي، جنهن ۾ ماڻهو اڃا لوهه مان ڪونه سکيا هئا، پر نئين پٿر واري زماني جي ماڻهن وانگر گهڙيل پٿرن مان اوزار ۽ ٻيون شيون ٺاهيندا هئا ۽ ساڳئي وقت ٽامو

ڪهڙو ڪم اڏيندا هئا، جنهن
ڪري اها "ڪيلڪوليٿڪ
سڀيتا" سڏجي ٿي، جنهن
۾ ٽامون ۽ پٿر ٻئي ڪم
ايندا هئا. سنڌ پهريون ملڪ
آهي، جنهن بابت هن اوچي سڀيتا
جي اوچتو ئي اوچتو ثابتي ملي.

مسٽر آر سي مجمدار، ايڇ
سي راءِ چوڌري ۽ ڪي. داتا،
پنهنجي ڪتاب، "اين ايڊوانسڊ
هسٽري آف انڊيا" ۾ "نئين
پٿر واري زماني" جو ذڪر ڪندي
ڄاڻايو آهي ته هي اهو زمانو
هو، جنهن ۾ ماڻهو کيتيءَ جو
هنر سکيو ۽ ڍڳا ۽ ٻڪريون پالڻ
شروع ڪيا، انهيءَ زماني ۾
ماڻهن باهه ٻارڻ جو هنر به سکيو.
هن زماني جي ماڻهن پهريائين
هٿ سان، پوءِ چڪ تي مٽيءَ جا
ٿانو جوڙڻ جو هنر سکيو. اهي
پنهنجي غارن جي ديوارن تي
شڪار ۽ ناچ جون تصويرون به
ٺاهيندا هوا ۽ ٺڪر جي ٿانون تي
به چٽسالي ڪندا هئا. انهن
سٽ ۾ وڻڻ لاءِ پيڙيون
جوڙيون ۽ ڪپهه ۽ ان
مان ڪپڙو اُڻڻ شروع ڪيو. هي
اهو زمانو هو، جنهن ۾ ماڻهو
مردن کي دفن ڪندا هئا.
"قديم پٿر وارو زمانو" ۽ "نئين
پٿر وارو زمانو" تاريخ کان اڳ
وارو زمانو ڪوٺجي ٿو. "نئين
پٿر واري زماني" جا ماڻهو "ڌاتن
واري زماني" جي ماڻهن جا وڏڙا
ڪوٺجن ٿا.

"ٽامي ۽ لوهه وارن زمانن"
مان اسين تاريخي دور ۾ داخل
ٿيون ٿا. عام خيال آهي ته
جڏهن "رگ ويد" ترتيب ڏنو
ويو، ان کان اڳ ئي "لوهه
وارو زمانو" شروع ٿي چڪو هو.
موجوده دور ۾ "ٽامي واري
سڀيتا" جا ڪيترائي مثال اسان
کي "سنڌو ماٿر جي سڀيتا"
مان ملن ٿا.

سنڌو سڀيتا بابت "جواهرلال
نهرو" پنهنجي ڪتاب، "دي
ڊسڪوري آف انڊيا" جي صفحي
۵۴ تي هيئن لکيو آهي:

"سرجان مارشل اسانکي ٻڌائي
ٿو: موهن جو دڙو ۽ هڙپا ٻنهي
۾ هڪ شئي جيڪا صاف ۽ غلطي
کان پاڪ آهي، اها هي آهي ته
تهذيب جيڪا انهن ٻنهي جڳهن
تي ظاهر ٿئي، اها هڪ اوائلي
تهذيب نه آهي، پر هندستاني
ڌرتيءَ تي هڪ نه ڦرندڙ ۽
جهوني زماني جي تهذيب آهي،
جنهن جي پويان هزارين انسانن
جي جدوجهد آهي. اهڙي طرح
هندستان کي اڳتي ايران،
ميسوپوٽيميا ۽ مصر سان گڏ
هڪ تمام اهم ايراضيءَ جي
حيثيت ۾ ضرور تسليم ڪيو
ويندو، جتي تهذيبي عمل شروع
ٿيو ۽ ترقي ڪيائين." ۽ هو
وري چوي ٿو ته "پنجاب ۽ سنڌ،
ٿورڙي هندستان جا ٻيا
ڀاڱا سندن ساڳي اڪيلي
سٽريل تهذيب نه ماڻي رهيا
هئا، جيڪا سندن هم شڪل ۽
ويجهي هئي، پر ڪجهه ڀاڱن
۾ البته اعليٰ هئي. اها،
ميسوپوٽيميا ۽ مصر جي
همعصر تهذيب هئي."

سنڌو ماٿر جي انهن ماڻهن
جا، انهي دور جي سميري تهذيب
سان ڳهرا لاڳاپا هئا، ۽ اتي
هندستاني ٺپڪن جون ڪجهه
ڦٽيون به مليون آهن، گهڻو
ڪري عڪاد ۾ واپارين جون
اهڙيون ٺپڪون هونديون هيون.
سنڌو ماٿر جي شهرن مان
مصنوعات، دجله ۽ فرات جي
سنڌين ۾ پهچنديون هيون. انهي
جي بدلي چند سميري هنر،
جهڙوڪ ميسوپوٽيميا جو غسل
خانن جو سامان ۽ هڪ گول مهر
جيڪا سنڌو ماٿر ۾ نقل ڪئي
ويئي هئي. واپار ڪجهه حد
تائين محدود ڪونه هو ۽ عيش
عشرت جو سامان، مڇي وغيره
عربي سمنڊ جي ڪنارن کان
باقاعده گهرائيندا ڪيا ويندا هئا،
موئن جي دڙي واري خوراڪ جي
فراهميءَ کي ترقي وٺرائي ويئي."
عظيم قدوائي، پنهنجي ڪتاب
"انسان ڪي ڪهاني" ڀاڱي
ٻئي ۾ سنڌو ماٿر جي تهذيب
بابت هن طرح لکيو آهي:-

"بابل ۽ مصر جي تهذيبن
جي عروج عروج واري زماني ۾
سنڌ ماٿر ۾ به هڪ وڏي تهذيب
آهي. اها اٽڪل ٽي هزار ق-م
يعني اڄ کان پنج هزار سال
اڳ جي ڳالهه آهي. موئن جي
دڙي ۽ هڙپا جا قديم آثار



شِو (SIVA) جي مورتي

حوالو: تاريخ تمدن سنڌ از: (مولائي شيدائي)




يوناني، ايراني ۽ مقدوني سڪا

جيڪي هن صديءَ ۾ لڌا آهن، انهي تهذيب جا نقش آهن.

موهن جي دڙو سنڌو درياهه جي هيٺين حصي جي ڪناري تي سنڌ ۾ آهي، جڏهن ته هڙپا ٦٤٣٢٦ ڪلوميٽر مٿي، پنجاب ۾ راوي نديءَ تي واقع آهي. انهي پنهوي شهرن ڪانسواءِ هيءَ تهذيب هڪ وسيع علائقي ۾ پکڙيل هئي، جنهن جي پکيڙ ١٢٩٥٠٠ چورس ڪلوميٽرن کان به وڌيڪ هئي. انهيءَ ۾ ڏکڻ پنجاب، بلوچستان ۽ سنڌ جا ڪجهه علائقا شامل هئا. ڪيترن ئي ڳوٺن ۽ شهرن ۾ آباديون هيون. اڄ تائين ننڍي کنڊ جي سٺ کان به وڌيڪ مختلف هنڌن تي انهي تهذيب جا آثار ملي چڪا آهن."

مسٽر تاپازڪن، پنهنجي ڪتاب "انڊيا" جي صفحي ١٩-٢٠ تي لکي ٿو ته:

"سنڌو ماٿر جي سڀيتا فقط سنڌو ماٿر تائين محدود نه هئي؛ اما ڏکڻ طرف ڪاسبي جي آبسمنڊ تائين پکڙيل هئي ۽ اوڀر طرف وادي ۽ گنجا تائين پکيڙيل هئي. انهيءَ کي هرهنڌ سنڌي لکر جي ڏانون، نالين، مهرن ۽ لکل تحرير جي ڪري خصوصيت حاصل هئي. هن تهذيب جا اهي سب آثار دڙن جي صورت ۾ پکڙيل هئا. انهن دڙن مان لڌل شيون عجائب خانن ۾ نمائش لاءِ رکيل آهن، جيڪي ثابت ڪن ٿيون ته اها هڪ سڌريل تهذيب هئي. حقيقت ۾ ١٩٢١ع تائين اها ڪنهن کي به خبر ڪانه هئي ته هتي اهڙي سڌريل تهذيب جو ڪو وجود هو، ۽ هاڻي اهو ڪو نه چئي ته اها تهذيب چو تباهه ٿي."

## سنڌوماٿر جي تهذيب جو دائرو

سنڌ ۾ چانهو جو دڙو، جهڪر دڙو، ليمون جو ڏيجو ۽ ٻيا هنڌ موهن جي دڙي واري دور ۾ آباد هئا، اهي به ساڳي تهذيب وارا هنڌ ليکجن ٿا. پنجاب ڏانهن هڙپا به ساڳي تهذيب جو راز مٿائي ٿو.

تازو هتان جي قديم آثارن واري کاتي مان واسطو رکندڙ ڊاڪٽر ايم. رفيق مغل لاهور جي عجائب گهر ۾ هڪ ليڪچر ڏيندي ظاهر ڪيو آهي ته بهاولپور ڊويزن ۾ چولستان جو علائقو سنڌوماٿريءَ جي قديم تهذيب جو هڪ حصو آهي، ۽ ان علائقي ۾ لڌل آثار چهه هزار ورهيه ق-م ۽ ٽي هزار ورهيه ق-م قديم آهن. هن جو ته چولستان مان لڌل قديمي شيون، هڙپا، موئن جو دڙو ۽ ڪالي پاڳن (راجپوتانا پارت) مان لڌل شين جهڙيون آهن. جنهن مان ظاهر آهي ته انهن هنڌن تي به ساڳي تهذيب هئي. اهڙي بيانن ڊاڪٽر مغل، روزانه هلال پاڪستان جي ٣١-ڊسمبر ١٩٧٥ع واري پرچي ۾ ڪئي آهي.

ايران ۽ ميسوپوٽيميا طرف به اهڙيون مهرون لڌيون آهن، جهڙيون موهن جي دڙي مان. انهيءَ مان پتو پوي ٿو ته پنجاب ۽ سنڌ کان وٺي ايران ۽ ميسوپوٽيميا تائين ساڳي تهذيب هئي.

سرجان مارشل جي راءِ موجب قديم سنڌ جا رهاڪو پنهنجن همعصر عراقين ۽ مصرين کان وڌيڪ ڪارائتو جيوت گذاريندا هئا، ۽ موهن جي دڙي جي سڀيتا، ڪيترين ئي ڳالهين ۾ مصر ۽ ميسوپوٽيميا جي تهذيبن کي شهه ڏيئي بيٺي آهي.

## سنڌ سڀيتا جي قدامت

سرجان مارشل جي خيال مطابق، موهن جي دڙي مان جيڪي مهرون هٿ آيون آهن، تن مان ڪي عيسوي سن کان ٢٧٥٠ ورهيه، ته ڪي ٣٢٥٠ ورهيه اڳ جون آهن؛ يعني انهي تهذيب جي عمر اٽڪل پنج هزار ورهيه آهي. ڪن جو چوڻ آهي ته پنج هزار ورهيه اڳ اها تهذيب اهڙي اعليٰ درجي کي رسيل هئي، تنهن مان ظاهر آهي ته اٽڪل ڇهه هزار ورهيه اڳ انهي تهذيب جو پايو پيو هوندو. جنهن ڪري اها تهذيب اڄ کان ست هزار کن ورهيه اڳ شروع ٿي هوندي.

آڪٽوبر ١٩٣٧ ۾ نامور عالم ريورنڊ فادر ايچ هيرس، مدراس يونيورسٽي جي سهاري

هيٺ هن مضمون ۾ تقرير ڪندي جيڪي چيو آهي، تنهن مان ظاهر آهي ته موهن جو دڙو مان جيڪي مهرون لڌيون آهن، تن جون نڪتيون هو ڪجهه سمجهي سگهيو آهي. فادر هيرس چوي ٿو ته: ڪيترين مهرن ۾ سورج منڊل ۾ راسين ۽ نکشترن جو سڌيءَ توڙي اڻ سڌي طرح اشارو آهي، ۽ هڪ مهر تي مڪر راس بابت لکيل آهي ته، "ان جي رفتار تيز آهي". پوءِ جوتش جي حساب ڄاڻايو اٿس ته مهرن مان سمجهي سگهجي ٿو ته قديم سنڌ جي ماڻهن کي جوتش وديا جي سڌ عيسوي سن کان پنج هزار ڇهه سئو ڏهه ورهيه اڳي هئي، ۽ ميسوپوٽيميا طرف جا ماڻهو اها وديا پوءِ سکيا ۽ لکڻ جو هنر به هنن هندستان جي ماڻهن وٽان پوءِ پرايو. ميسوپوٽيميا جي ماڻهن پوءِ اهو هنر يورپ طرف ڦهلايو. مطلب ته فادر هيرس جي چوڻ موجب يورپ جي ماڻهن تي هندستان جي سڀيتا جو آڳاٽي زماني ۾ گهڻو اثر ٿيو هو.

## موهن جو دڙو ۽ ان جي جاگرافيائي حالت:

موهن جو دڙو، جيڪو لاڙڪاڻي کان ١٨ ميل ڏکڻ ۾ ڏوڪري اسٽيشن کان ٦ ميل پري آهي، هن دڙي دنيا ۾ جيڪا شهرت حاصل ڪئي آهي سا ڪنهن کان به لڪل ڪونه آهي. انهي دڙي کي قديم آثارن جي کاتي وارا "موهن جو دڙو" ڪوٺين ٿا.

چيو وڃي ٿو ته اهو دڙو قديم زماني جي ويران ٿيل هڪ شهر يا گهڻن شهرن جي قطار جو هڪ ڀڱو آهي. ڀانئجي ٿو ته اڳ اتان سنڌونديءَ جو وهڪرو هو جنهن جي ڪناري تي قديم رهواسين جا مندر هئا. جيڪي هن وقت دڙن جي صورت ۾ پکڙيا پيا آهن، جن مان وڏو دڙو ستر فوٽ مٿاهون آهي. اهو دڙو اٽڪل ٢٤٠ ايڪڙن ۾ پکڙيل آهي. انهن شهرن جي ويران ٿيڻ بابت ڄاڻن جا مختلف رايا آهن.

ڪن جو خيال آهي ته اهو شهر سنڌوندي جي ٻوڏن سبب يا ٻهاڙ تاڙچين لهڻ سبب ويران ٿيو آهي.

ڪن جو چوڻ آهي ته زمين جي زلزلن درياه جو رخ بدلائي ڇڏيو، جنهن ڪري انهي شهر تي تباهي آئي.

ڪن هنڌن تي باهه لڳڻ جا آثار به ڏسڻ ۾ اچن ٿا. انهيءَ کان سواءِ پيون به ڪي ڏند ڪٿائون مشهور آهن. مطلب ته دڙي جي تباهي جو سبب ڪا قدرتي آفت ٿي سگهي ٿو، جنهن ڪري اهو دڙو پنهنجي عظيم سڀيتا سوڌو زمين جي تهن ۾ ڪر ٿي ويو. انهي جي کوٽائي کان پوءِ ئي سنڌ جي عظيم تهذيب جو راز دنيا تي روشن ٿيو.

## دڙي جي کوٽائي جو ڪم:

انگريزن جي اوائلي دور ۾ الور ۽ برهمڻ آباد نهايت آڳاٽا هنڌ ليکيا هئا. سن ١٩١٠ع ۾ ميرپور خاص جي ويجهو ڪاهوءَ جي دڙي جي کوٽائي، مسٽر هينري ڪزنس آرڪيالاجيڪل کاتي جي سپرنٽينڊنٽ ڪرائي ته اتان ٻڌ ڌرم واري زماني جون ڪي حقيقتون معلوم ٿيون.

سن ١٩١٨ع کان وٺي مسٽر رکلداس بئنرجي، آرڪيالاجيڪل کاتي جي سپرنٽينڊنٽ پنجاب طرف، بياس ندي جا سڪل پيٽ پئي جانچيا، سندس مدعا مراد هيءَ هئي ته، عيسوي سن کان ٽي سو کن ورهيه اڳي، بياس ندي جي ڪناري وٽ، سڪندر اعظم جيڪي ٻارهن ٿل ٺهرائي مٿن يوناني ۽ هندستاني ٻولين ۾ نوشتا اڪرايا هئا، تن جو پتو ڳولي ڪڍجي. اٽڪل چار ورهيه پنجاب جي ڌا ڪٺي پيا ڳي، بيڪانير ۽ بهاولپور رياست جا ڪشت ڪندو، مهراڻ يا هاڪڙي جا سڪل پيٽ جاچيندو، سنڌ ۾ آيو. وات تي بهاولپور رياست ۽ لاڙڪاڻي جي وچ ۾ سنڌونديءَ جا اڙڙهن سڪل پيٽ نظر آيس! انهن کانسواءِ ٻڌ ڌرم واري زماني جي ستوپن وڏن ۽ ٽيونجاهه ننڍن شهرن جا ويرانا سرحد سنڌ، سکر ۽ لاڙڪاڻي ضلعن ۾ ڏٺائين.

سن ١٩٢٢ع ۾ لاڙڪاڻي



موهن جي دڙي مان مليل الفابيٽ جا نشان (تختي)

طرف موهن جي دڙي وٽ اچي پهتو. ان وقت هڪ اوچي دڙي تي ٻڌل ٻڌ ڌرم وارن جو هڪ مندر هو، جنهن جون پٿرون سنڌو نديءَ جي سطح کان ڇائيتاليهہ فوٽ اُتاهيون هيون. انهيءَ هڪ ننڍڙي ڪوليءَ ۾ گوتم ٻڌ جو پتلو رکيل هو. چون ٿا تہ انهيءَ پتلي تي اڳي سوني پني چڙهيل هئي.

مسٽر بئنرجي هتي اچي پير سان پهر اٿلايو، تہ ٺڪر جي ڦانون ٺهن جا ٺڪر ڦوٽا ڏٺائين، جن تي نهايت عمدو ۽ عجيب ڪم ٿيل هو. ڪي پٿر جون ٺهيل ڇريون بہ هٿ آيس، جي "ننڍن پٿر واري زماني" جون هيون. هن سبب انهن ڏورين شين اهڙ شرط سمجهيو تہ هي هنڌ کوٽڻ جي لائق آهي. خود کيس انهيءَ ڳالهہ جي خبر ئي ڪانہ هئي تہ هندستان اهڙي سڀيتا جو ستو پونندو جا اڳي ڪنهن بہ کولي نہ لڌي آهي، ۽ هتي جي زمين، جا پنجن هزارن ورهين جي جهوني سڀيتا پنهنجي پيٽ ۾ پائي ويٺي هئي، سا کوٽ جي ماهرن جي لهي سان پڌري ڪرڻ لڳي، جنهنڪري مسٽر بئنرجيءَ جي هيڪاري دل وڌي.

مسٽر بئنرجيءَ سن ١٩٢٢-١٩٢٣ع وارو سيارو تہ آتي کوٽائي ڪرائي؛ ۽ ٻئي سياري ۾ ٻہ اتي اچي، زمين وڌيڪ کوٽايائين ۽ سنڌس لايا سجايا ٿيا.

مسٽر بئنرجيءَ، موهن جي دڙي بابت جيڪي رپورٽون پنهنجي ساڻن ۾ سرڪار کي موڪليون، سي آرڪيالاجيڪل کاتي جي ساليانين رپورٽن ۾ ڇپيل آهن. انهن ۾ ڄاڻايو اٿس تہ دڙو کوٽيندي معلوم ٿيو تہ ان ۾ ڇهن جدا جدا زمانن جون عمارتون آهن. انهن عمارتن اندران جدا جدا زمانن جا سڪا، چقمق جا ٺڪر، ڪچ جون ڪنگڻيون، راند ڪرڻ لاءِ ڍارا، اڇي سنگمرمر جون ٺهيل آس جون ڇٽيون ۽ پتلا لڌا آهن. دڙي جي اندر مردا بہ پوريل هئا ۽ مردن دفن ڪرڻ جا نمونا بہ نرالا هئا. مسٽر بئنرجي هتي جي عمارتن مان جيڪي شيون لڌيون، تن ۾ تنت مال پٿر، هاج ۽ چڙ جون ٺهيل مهرون آهن. جن تي قسمين قسمين جانورن جون شڪليون اڪريل آهن. انهن تي اکر بہ اڪريل آهن، جي هاڻوڪيءَ ڪنهن بہ ٻوليءَ جي صورتخطيءَ سان ملي نٿا اچن. اهي اکر اڄ تائين ڪير بہ پوريءَ ريت پڙهي ڪونہ سگهيو آهي.

پنجاب جي ڏکڻ ڏي، منٽگمري ضلع ۾، لاهور ۽ ملتان جي اڌ واٽ تي، راويءَ نديءَ جي هڪ سڪل پيٽ وٽ، هڪ قديم ويرانو آهي. انهيءَ قديم شهر جو نالو "هڙپا" آهي. انهيءَ ويرانيءَ ڏي پهريائين مسٽر مئسن جو ڌيان سن ١٨٢٦ع ۾ ڇڪيو. پنجن ورهين کانپوءِ مسٽر برنيس کي اُتان ڪي اهڙيون مهرون هٿ آيون.

ميجر جنرل ڪننگهام بہ سن ١٨٥٣ع، ١٨٥٦ع ۽ ١٨٧٢-١٨٧٣ع ۾ اهڙيون مهرون اُتان لڌيون.

سن ١٩٢١ع ۾ راءِ بهادر ديارام ساهنيءَ، ايم. اي آرڪيالاجيڪل کاتي واري، اِتان اهڙيون مهرون لڌيون. هينئر هڙپا جي ويرانيءَ کان چار سئو ميل پري، موهن جي دڙي مان مسٽر بئنرجي اهڙن اکرن سان مهرون لڌيون تہ ان سان ايترو ثابت ٿيو تہ جنهن زماني ۾ اها لپي (آنهويڻا) چالو هئي، تنهن ساڳئي زماني ۾ سنڌ ۾ بہ چالو هئي. هڙپا مان بہ موهن جي دڙي جهڙيون عمارتون لڌيون آهن. انهيءَ مان ثابت ٿو ٿئي تہ پنجاب کان وٺي سنڌ تائين تهذيب بہ ساڳي هئي. انهيءَ ننڍن کوجنا هيڪاري مسٽر بئنرجيءَ جو چاهہ وڌايو.

ان وقت هندستان جي آرڪيالاجيڪل کاتي جو ڊائريڪٽر جنرل، سرجان مارشل هو. هڙپا ۽ موهن جي دڙي مان لڌل سڀ شيون گهرائي پاڻ تپاسيائين. مهرن تي جيڪي اکر اڪريل هئا، سي جيتوڻيڪ پاڻ بہ پڙهي ڪونہ سگهيو، پر ايترو سمجهيائين تہ انهن مهرن تي جيڪي اکر اڪريل آهن، ۽ شڪليون نڪتل آهن، پونهج سمنڊ وارن ملڪن جي قديم سڀيتا سان ڪجهہ قدر ملي ٿيون اچن. سرجان مارشل دڙي مان لڌل عمارتن، شين ۽ سڀني مهرن جا فوٽا، "السٽريٽيڊ لنڊن نيوز" ۾ ڇپائي پڌرا ڪيا. سندس اهو ليک تصويرن سميت "السٽريٽيڊ نيوز" جي ٢٠ سيپٽمبر ١٩٢٤ واري پرچي ۾ ڇپجي پڌرو ٿيو تہ ٻئي هفتي ساڳئي مخزن ۾ پروفيسر اي. ايچ سئس ظاهر ڪيو تہ انهيءَ ساڳي سڀيتا جا اهڃاڻ ميسوپوٽيميا طرف بہ مليا آهن. مهرون بہ ساڳيون تہ عمارتن جي اڏاوت جو نمونو بہ ساڳيو! سگهوئي پوءِ ايران طرفان بہ انهيءَ ساڳي سڀيتا جون ثابتيون مليون، جنهنڪري آرڪيالاجيڪل کاتي وارن کي انهيءَ وسهڻ لاءِ سبب ٿيو تہ پنجاب ۽ سنڌ کان وٺي، عراق، ايران ۽ ميسوپوٽيميا تائين ڪنهن قديم زماني ۾ هڪڙي ئي تهذيب هئي. هن نئين کوجنا ڪيترن ئي هنڌن جي عالمن جو ڌيان ڇڪيو. هندستان، يورپ ۽ امريڪا ۾ جيڪي بہ اخبارون ۽ مخزنون ڇپجن ٿيون، تن سڀني ۾ موهن جي دڙي بابت ليکن پنهنجا ليک ڏنا، جنهنڪري موهن جو دڙو سڄي دنيا ۾ مشهور ٿي ويو.

# اڳي ايئن هُياس

فضل احمد بچاڻي

## يادداشت جي اڻ ڇپيل ڪتاب تان ٽڪرا!

... پهرين پاڻي سنڌي ادبي سنگت، حيدرآباد جهڙي روح رچندڙ سڪون ڪي ڪير ڏسو وساري سگهي، ڪچهري چئو يا دبستان يا بوستان يا مڪتب — هيءَ اڄ جي جديد ۽ ترقي پسند (بلڪ ترقي يافته) دور جي ياد نه آهي بلڪ تمام جهوني جڳ جي — يعني ١٩٥٧-٥٨ع جڏهن ورائي الف ليلوي وارتا آهي —! مرحوم مقبول پٺاڻي هن علمي ادبي بيٺڪ جو انتظام ڪندو هو. حافظ حيات لائبريري ديئوءَ جي هڙ پر — رات ٿيندي ۽ قلم ڪارن جو ميڙ مچندو يا چئو ته پڳهي مچندي هئي. غلام محمد گرامي، عبدالله خواب، محمد خان غني، محمد عثمان ڏيپلائي، عبدالله چنا، بيگم زينت چنا، ولي داد ولي، ... حسيني، شمشير حيدري، تنوير عباسي، غالب لطيف، شعبان بخت، عبدالقيوم صائب، آغا سليم، جمال رند، ناصر موراني، شيخ علي محمد، امير علي شيخ (فلمي دنيا وارو) ابن حيات پنهور، ساقي سجاولي، مخدوم امير احمد، ممتاز مرزا، محمد سومار شيخ، امداد سراني، پروانو پٺاڻي، عبدالجبار شاڪر، غلام محمد تنظيم، رشيد لاشاري ۽ ٻيا مون جهڙا سڳترات سنڌڙيا ڪتابي، — ڪي گهڻا ريگولر اچن ۽ ڪي ڪڏهين ڪڏهين ٿي سان. ڏاڍو ملهالو ٿيندو هو ۽ جيڪا قدر لائق ڳالهه هئي سا هيءَ ته جيترو وقت ويهبو هو فقط علمي ادبي گفتگو هلندي هئي، ڪڏهين ڪنهن ڪٿي ڪنهن ڪان ٿئين ورتل واچ جي نه پڇاڪئي ته ويچاري تي وٽ وڌن ٿي ويندي ته ڏسو بي مقصد ڳالهيون ڪري وقت ٽو وڃ ٿي. الله الله انهن وينجهارن سان ڪيترا ورقن وانگر وري ويا انهن کي مرحوم ڪيئن لکجي، انهن جي ڪهاڻي آهي جا اڄ ڪاٿون اڏايون ٻيا، اڄ جي ڪهاڻي جي خبر سڀاڻي پوندي. انهن کي وسريل ورقن جي بدران ورائل ورق ٿو چوان ان ڪري جو واريون سو سهي باقي ڏسنداسين ته هر شخصيت هڪ مخزن هئي... اڪر اڪر جي جوڙ تي، تاريخ ۽ تجزئي تي ڪلاڪن جا ڪلاڪ بحث هلندو، مون جهڙا ٻچ پڇنا رڳو روشني خاطر ڪو اڪر ڪو جملو ڪو اصطلاح پڇندا ته هيئن چئو ۽ هيئن چئو نه—؟ ته وڏا ويهي ذري پرزي سمجهائيندا نه ٽڪندا نه چڙندا نه ڪڪ ڪندا، ڪڏهين جو جديديت ۽ قديميت تي بحث ڇڙي ته ويهي پڌو جهونن ۽ جوانن جا مناظرا! جهونا پائيندا ته قائل ڪري اٿون ته جوان پائيندا قائل ٿي اٿون... جوانن جي گهڻي جلهه هوندي هئي گرامي صاحب تي، ته هي گل ۽ بلبل ۽ شمع پرواني جا افسانا ڇو، فارسي عربي ۽ اردو سان نقل سنڌي ڇو، ادب ۾ رڳو مذهبيت ڇو—؟ آفرين آهي هن اشراف کي جو هڪ هڪ استفسار جي هڪ هڪ سوال جي پوري دلجمعي سان پوري دليلبازي حوالن ۽ مثالن سان ويهي ورنايائين ڪندو جو پڇندو ته رهجي ويو ته وڏو قومي نقصان ٿي پوندو. اسين رڳي رڳي وچان وچان بنه پيا روڪيندا سين ٽوڪيندا سين اٽڪندا سين پر واه هنجو استقلال، علم جو ڪو پندار هو، ڏيپلائي ۽ محمد خان غني جهڙن مضي ڪٿي ڪا ٽڪ ڏني نه ڏيڻ جهڙي، هي پلو مانس هٺي وڃي هند ڪندو، تنهن ۾ وري پوڳ چرچي جي چهر به هوندي ته فقري جي جواب ۾ فقرو به هوندو پر اهڙو جو سنڌيءَ تي ٽڪ. جيسين ڪو اسين ڇڏيونس، پوءِ چڻ ڦان ٿي پوندو ۽ چوندو — "بلي —! هي وات ڳاڙها چوڪرا ڏاڍا اونڌرا ٿي پيا آهن، پر جي سکي پون ته اسان لک ڪٽيا—" پوءِ رڙ ڪندو — "مقبول هاڻي دوزخ جو ٻاڻي ڪٿي آ ته هاڻ ڏريون هڻن ته اندر سڙي چڏو آهي!" (جانهن کي مرحوم دوزخ جو ٻاڻي چوندو هو جا هر بيٺڪ ۾ بنا وڌيءَ ايندي هئي جيترا پيئڻ وارا هجن —)... هڪ ڀيري اچي مبالغن ۽ تشبيهن تي ڪنيائونس ته پلاهي چا، جو ساڍن پنجن فوٽن جي محبوب کي سرو جي وڻ سان ڇا تشبيهه ڏيون —؟ ڏاڍن دليلن سان پيو سمجهائي ته لطيف شئي کي لطيف شئي سان، سياويڪ شئي کي سياويڪ شئي سان تشبيهه ڏيڻ ڏهي ٿو وغيره. اسان چيو هاڻي جدت جو دور آهي عروض ۾ به ڪا جدت پيدا ڪجي،

چوڻ لڳو ”خدا اهو وقت نه ڏيکاريم جڏهن اوهين محبوب کي ڏيڍر ڳڀرو يا وڻڪارين سان تشبيهه ڏيندئو-!“ ... ڪجهه ڏينهن ٿيندا ڪنهن رسالي ۾ هڪ جديد ترقي پسند شاعر جو هڪ نظم پڙهيم جنهن ۾ هن صاحب محبوب جي اکين کي ميزائلن ۽ توپن جي گولن سان ۽ پنهنجي دل کي بارود سان تشبيهه ڏني واه جو نظم ڏاهيو ۽ ڇپايو هو، تڏهن مرحوم گرامي جو اهو جملو ياد آيم... هن اشراف جو هڪڙو ئي نعرو هو-

لکو، لکو جيڪي لکي سگهو لکو، اڃا ڪجهه به ڪونه لکيو اٿئون ... پارن سان پار، جوانن سان جوان، پيرن سان پيرو، هيڙي پرنور شخصيت مون نه ڏٺي-! ولي داد ولي حر تحريڪ تي پنهنجو هڪ رولاڪو پڙهندو هو ته محفل ۾ اهڙي ماٺ ٿي ويندي هئي جڻ سڄي سنڌ جي ڪهاڻي هن هڪڙي ڪهاڻي ۾ آهي. هو پڙهندي نڪي ٻوندو اسين ٻڌندي نه ٿڪنداسين. هن جهونڙي جو انداز معصومانو پڙهڻي ساڳيا واري ۽ وري وائين جي منظرڪشي ائين ڪندو جو ڄڻ ماڻهو ڪا ڏاڍي دلچسپ دستاويزي فلم پيا ڏسون! (اهو ڪتاب پوءِ ڏيپلائي صاحب سانگيڙ جي نالي سان شايع ڪيو) شل نه ڪو ڪسو ڦڪو اي سوادي بي مطلب ۽ بي مقصد نظم يا افسانو ڪٿي اچي، اصل وٽ وٺان ڏي ويندي ۽ پڙهڻ واري همراه جو پگهر نڪري ايندو، آٿ ميڙيندو، اصلاح وٺندو يا پڇي جند ڇڏائيندو ...... ائين اصلاح ڏيندي هئي، سکيا ڏيندي هئي ۽ علم ادب جي تبج تکي ڏيندي هئي... هڪ پيري پ رت کان سنڌري ۽ آتم آيا نه اداره آواز ادب واري

رسول بخش خمار هنن جي هوٽل فو روال ۾ دعوت ڪئي. اتي جي تقريبور ٿيون تن ۾ اتم صاحب رکي رکي لفظ ”پنهنجائپ“ ئي ڪتب آندو. اها دعوت ختم ٿي ته خمار جي آفيس ۾ اسان ڪيئٽ ۾ گهٽ ڏيڍ ڪلاڪ انهيءَ لفظ پنهنجائپ تي بحث ڪيو ته صحيح آهي ڪي غلط ٿهي ٿو ڪي نه-؟... سچ پچ اهو تخليق جو دور هو، تعمير جو دور هو، اپچ ۽ اوسر جو دور هو ... هڪڙي ٻئي کي پڻ ان حيات پنهنجي وڻيونت جي نندا ئي هڪ نظم پڙهيو جو انجي معمارن جو هجو هئي... ”وڪڻي ويٺا سنڌ کي ڏسي نهرا نوٽ...“ اتي مرحوم عبدالله چنا اٿي کڙو ٿيو ۽ ذر ڏي ويو چي حڪومت جي خلاف هن ادبي سٿ ۾ ڪا ڳالهه نه ٻڌبي— صاحب اصل ويهڻ جي نه ڪبي-! ڪاورو ماڻهو، ٿائي جي بيد هيڏانهن ٽڪايو هوڏانهن ٽڪائي ۽ چوه چوبي، سڀ پيا سمجهائين پر ڪو مرچي نه لٿي، نيٺ بيگم صاحبه جي چوڻ تي مس مس ويٺو. اُهين به ڏيندو هو، پر جا سڀني شريڪن ۾ ميٺ هئي محبت هئي هڪ ٻئي جو احترام هو سو تڏهن هو جو هو... نمائش جي سڌ، خود پسندي، حسد ۽ سڪڙو ڏيک اهي رواج پوءِ پيا. ...چيم ته نه حسد هو نه چڙ نه ٽيڙي نه وڏائي، هر ڪنهن کي اڏڻ ۽ گڏڻ جو فڪر هو، پنهنجي ذات کان سواءِ هر ڏيس واسيءَ جي ذات جو اونو هو.... جتي چار قلمڪار گڏيا رڳو نظرياتي، لساني، ادبي ۽ علمي معاملن تي بحث مباحثو هلندو هو، رڳو ڪم جون ڳالهيون هونديون هيون. مخدوم محمدزمان طالب المولي جي محفل ۾ هجون يا پنهنجا پاڻ ۾ گڏجي ناڪي واري ڪيفي صبيته ۾ يا تنوير

وٽ اڪبر چيمبرس ۾ يا مقبول وٽ سنڌ يونيورسٽي ڪيمپس ۾، ڳالهيون فقط ڪم جون هونديون. ڪنهن شاعر پنهنجو غزل پڙهيو ته ان تي ٽيڪ ٽپڻي، ڪنهن افساني جو ٽڪرو پڙهيو ته ان تي سوال جواب، پر ڪا غيرواسطيدار ڳالهه نه... سچ پچ اها هڪ تحريڪ هئي، هٿي عهدن جي ۽ منصب جي هوس پئي ڪم ڪري تڏهين هر ڪو پنهنجي چڻ، هنر ۽ لياقت وڌائڻ ۽ وڌ ۾ وڌ Production ڏيڻ جي فڪر ۾ هو... ياد اٿم ته شعبان بخت، مرحوم محبوب علي چنا ۽ مرحوم سرشار عقيلي سان گڏ مخدوم صاحب جي بنگلي تي (هلا) اکرن ۽ اصطلاحن جي ئي معاملي تي ڪچ وقت گفتگو هلي مخدوم صاحب چيو ڪوشش ڪريو ته عام مروج انگريزي ۽ اردو اکرن بدران نج سنڌي اکر وري رائج ٿي وڃن. مون عرض ڪيو ته قبله ترجمي جي ميدان ۾ ته مون به قدم رکيو آهي، ٻڌايو— ”پلا پروگرام لفظ لاءِ ڪهڙو سنڌي بدل سوچيو اٿؤ؟.“— سچ پچ ته انهيءَ ئي ڪچهريءَ ۾ اڌ ڪلاڪ رڳو انهيءَ اکر جو بدل بحث هيٺ رهيو... تنوير کي سندس شاعري جي مجموعي ”رڳون ٿيون رباب.“ تي رڳون ڪن رنڀاٽ ڇيو پيا ڇيڙائيندا هئاسين ۽ شمشير کي تلوار، حيدري چئي، پر ڪٿي هئي چڙ ڪٿي هئي هيءَ ڪڏي وڏائي ۽ خود پرستي-! هينئر هر ڪو چڻ پت کان بيزار ۽ پيو مڙئي خير... ...ايوب خان جي حڪومت جو طمطراق ڪا وسڻ جي ڳالهه آهي-! برابر پر ٿي ڏينهن اهڙا گذريا جو شينهن ٻڪريءَ کي هڪ گهاٽ تي پاڻي پيئندو ڏٺوسين نه ته به ٻڌوسين ضرور، پوءِ ته شينهن شينهن ٿي ويو ۽

پڪري سورڳـو اڳيون وڃ بــــم
وجهڻي ويٺي، تڏهين آءٌ اطلاعات
کاتي ۾ هوس. هڪ ڀيري صـدر
صاحب پيٽارو ڪاليج مان اچي
پرڳهاڻي ويـــو ، اسان خبرون
ڏاهيون، فــوٽا تيار ڪيا ۽ پريس
کي پهچايا. هن صاحب جي تقرير
جو خاص جملو هـو ـــ ”اسان لاءِ
وڏي فــخر جـي ڳالهه آهي، جو
هاڻي سـنڌي جوان به پاڪ فوج
۾ ڀرتي ٿي لـڳا آهن.“ ـ بهماڻيءَ
ڏاري وانداڻي اڪثر جـي نمبر
موجب اچي عبرت جـي آفيس ۾
محترم شيخ عـلي محمد صاحب
وٽ ويٺــسين ـ آءٌ ماما حــاجي
عبدالرحمان شهواڻي (تڏهين پي.
آر. او )، محترم ڪريم بخش خالد
(تڏهين اسسٽنٽ ڊائريڪٽر) ۽
محترم اسلم بخش ناز (تڏهين آءِ. او.
نمبر هڪ)، اتي هڪ واه جــو
پوڳ ٿيو سو به اهڙو جو مرندي
مرندي بچياسين، ـــ هيڏانهن ــن
اسان جـــي ڪچهري ٿهه ٿهه
لڳي پئي هجـي هوڏانهن اخبار
جو مواد مڪمل ٿي سڀ مرحلا
اڪري مشين تي پهچـي ويو ۽
پهريون ۽ آخـري صفحو ڏڪا ڏڪ
ڇپجي نڪرڻ لڳو. هميشه جي
دستور موجب مشين مان تــازو
تــازو مشين مان نڪتـل صفحو
آڻي شيخ صاحب جي اڳيان ميز
تي رکيو. هوڏانهن مشيـــن ۾
پني پٺيان پنو نڪرنـدو رهيو.
خالد صاحب اهو آلو آلو ڏانڊـل
پيج کڻي ان تي نظر ڊوڙائـــي
۽ جو ـ اوچتـو ڇرڪ ڀري اٿيو
تنهن اسان سڀني کي سيخ ڪري
ڇڏيـو ـ ” مشـين جهليـــو !
مشين روڪيـو ! او پائي مشين
روڪنا، ٺهيرنا، شيخ صاحب قهر
ٿي ويو، يار مشين جهلايو ... !
۽ اهڙيون رڙيون ۽ ڦرڦوٽ ڏـــي
وڻي جو ساه ئي سڪي ويوسون.
مشين روڪي وئـي تيسين ڪي
ستر پاهتر پنا ڇپجي به ويا هئا.
خالد صاحب اخبار کڻي سڀني

جي اڳيان رکي ته يار هـي ته
ڏـو ڪهڙو ڪلور ٿيو آهـــي؟
حواس جاءِ تي ڪري جو ڪٽـي
ڏـون تـــه ايـــوب خان صاحب
وارو اهو جملو هيئن ڇپيو ڇپجي :
”اسان لاءِ اها ڏاڍي فــڪر
جي ڳالهه آهي جو هاڻي سنڌي
جوان به پاڪ فــوج ۾ ...“ بس
اهو ”ڪ“ ۽ ”خ“ جو فــرق هو
جنهن ڏري ڳهٽ ٽي سر وڃايو!
خبر ناهي ڪيئن پروفــن ۽ فائنل
پروفن جي چڪاس بعد به اهـــا
سهو رهجي وئي ـ؟ اخبــار ڇپجي
تقسيم ٿي وڃي ها تــه ڪهڙي
مهما اچي ڪڙڪي ها سو اوهين
پاڻ سمجهو. پوءِ سائين اهـــي
ڇپيل پرچا اتي ئي ساڙائي ناس
ڪيا ويا ”ڪ“ جو حرف ڏاڍي
مشڪل سان فريم مـــان ڪڍي
خ جو حرف فٽ ڪيو ويـــو ۽
اخبار وري ڇپي پر شڪ اهـــڙو
پيو جو وري سڄي خبر پڙهي پوءِ
مشين کي هلڻ جو امـــر ٿيو...
ڊپ جي ڳالهه ته هئي پر انڪان
وڌيڪ ساک پت شائستگي ۽
باقاعدگي جو الڪو هو.

— — — —

... هتي هڪ هندو واپاريءَ
کان پالجتيءَ ۾ هڪ ڀيري ڏاڍي
مار کاڌم. جا سنهنجي سنوار ٿي
۽ اڄ به سون لاءِ گس جو سونهون
آهي تنهنجو احوال پڙدو: هيپاڻي
پند ديوان ڪيولـــرا ۾ قيصراڻي
(اصل ٽنڊي قيصر جو) هتي هڪ
وڏي ڪوٺي هلائيندو هو جتي
هن وقت فـدا الـيڪٽرڪ اسٽور
آهي تنهنجي سامهون اهـــا وڏي
ڪوٺي هئي. انـــدر صفحي ۾
وڏي ٿلهي تي اهـــو سيٺ
۽ سندس ٥-٦ منشي ڊسڪـون
وجهيو وڏا وڏا بهي کـاتا ڪوليو
پيا حساب ڪتاب جـــي وارون
وار ڪنـدا هئا. سيٺ دروازي
جي عين سامهون ويهندو هـــو
وڏو طول وعالو پٺن کان ڏيو ۽
اڳيان وڏي ڊيسڪ رکيو، اهڙي

طرح جو ڳهڻيءَ مان لنگهندو ته
لنگهندڙ هنڪي ۽ هــو لنگهندڙ ،
کي ڇڏو پيو ڏسندو. دعــا سلام
عليڪ سليڪ نيازتي نمستي پئي
ٿيندي. پاهر اڳڻ ۾ هڪ بندري
قد جو وڏين اکين ڊگهي نڪ ۽
وچڻ جهڙن ڪنن وارو سندس
نوڪر هڪ ڪوڪي تـي چڙهيو
ويٺو هوندو. ڳهڻيءَ لنگهندي
ڪنهن سيٺ کي سلاماليڪم
ڪئي ته سيٺ کـان اڳ هـي
باندر به ڏند ڏيڙ ڪري جـواب
اوس ڏيندو ڇن سلام نـي ڪيس
ٿيو آهي پاسندس ڏند ڏيڙ ڪانسواءِ
سلام سيٺ تـــائين نه پهچندو
(نالو پانيان ٿو لالو هوس).
تڏهين سنهنجـي عمر ٩-١٠
سال مس هئي. آءٌ ڇـــا ڪندو
هوس جو بازارمان سوڙندي جڏهين
به هتان لانگهـڻـو ٿيندو هـوس
سيٺ کي سامهون ڏسي ڪڏهين
پوندو ڪـڏهين ڇـرو ڪڏهين
ڪو پرو اکر وات مان ڇني هن
کي چيڙائيندو پڇي ويندو هوس.
پالڪپڻي جي انڌي نادانـي ۾
ڪي اهڙيون حرڪتون ڪجـن
ٿيون جــو پوءِ سڄـي عمر جي
پڇتاءَ ۽ پشيماني جو سبب ٿين.
وڏي ساٿهوءَ جو پٽ، پيو آزادي
جي تحريڪ عروج تي هئي جنهن
سبب اسلام ۽ پاڪستان جـــي
عشق ۾ واڻين ســـان هوئڻ ٿي
نفــرت جو رواج عين ديس ڌرم
بنجي ويو هو سو اها مستي، پيو
هو ٿيا اندر قابو جهڙين مون تائين
پهچن آءٌ ڊوڙي اچـي گهـر ساه
پٽيندو هوس. وري پي ڏينهن به
سنهنجـــي اهائـي ڪار ڪاريون
پونديا ڏئي وئي ڪـڙيءَ تي زور
رکندو هوس. اهو ڊول پــڌاڙو
نوڪر ڪڏهن اٿي سون ڏانهـن

لوه ڪندو هو پـر آءٌ سينهن واڄ
ٿي ويندو هوس ڪيترا ڏينهـن
اهو شيطاني عمل ڪندو رهيس،
نه ڪا جهـل پل ڏـــي نه ڪا

ڏانهن شڪايت ماڻس ڪندي هئي ته منهنجو حوصلو وڌڻ قدرتي ڳالهه هئي، ته مون سيٺ جي منهن تي ڪڏهن ڪو ڪنهن جهڙو ڏٺو. اهو ياد رهي ته تنهن وقت ماڻس جي مار جو ڊپ به ساه سڪائيندو هو ته ڏاڍين وڏي عمر وارن منجهان به ساڳيو انديشو هوندو هو. ماڻس ڪڏهن اولاد جو پاسو نه وٺندو ويتر ڏانهن ڏيڻ واري جي حمايت ڪندو ۽ چوندو ته ڪير منهنجي اجازت آهي ڪا اڳري حرڪت ڪندو ڏسينس ته پلي ڦٻهه ڪڍينس - هتي هيترا ڏينهن ٿي ويا مون پڻ ٻيو سڀ مون کان ڪو ٻيا ڪانئين ... هڪڙي ڏينهن ساڳي طرح بازار مان موٽندڙ هوس ته نيڊڙي پڻ به ساڻ هئم جنهن اڄ ٿي نئون سنبل پاتو هو، وڏي ڪڙيءَ وارو ساڻي رنگ جو سونهري ڪشن سان اهو سنبل اڃا ياد اٿم. نئين سنبل سبب هوءَ هونئن ئي ٿي تڙي ٿاپڙي ۽ جهلي جهلي پير رکي ۽ آءٌ هنڪي هٿ کان وٺيو پيو اچان. جڏهن سيٺ جي ڪوٺيءَ وٽان منهن لنگهياسين ته مونتي اهوئي شيطان سوار ٿيو ۽ مون اها ئي روز واري ڪار ڪئي. ڪوٺي واري نوڪر اٿي اسان ڏانهن لوهه ڪئي ۽ مون پڻ جو هٿ ڇلي وٺي ڊوڙ وڌي، هوءَ معصوم ته ڊوڙندي ڇا کلبي آئي، گهر اچي دم پٽيوسين ته سهي پر اتي ڏسون ته سنبل جو هڪڙو پادر ڏوي ڪونه - ! هوءَ پئي روئي ته منهنجو نئون سنبل ٿو وڃايو ۽ آءٌ پيو پادرن جي ڪنڊي اکين سان ڏسان جا ابو ۽ امڙ ڏاڍي هيج مان پارائيندا هئا - ! ڏاڍي ڳالهه ٿي، انهن موچڙن جي ڊپ سبب ڪجهه پلائي ڇڏيو ۽ آءٌ پڻ کي اسي روئندو ڇڏي سنبل ڳولڻ وري ساڳين پيرين ساڳي وات نڪري پيس، جڏهن پهر ڪنڌو ڪڍيءَ ۾ نوس نوس ڪندو سيٺ واري ڪوٺي جي سامهون به اچي پهتس. منهنجي انهيءَ حرڪت جو ڌيان ڪٿي هو. اتي امالڪ ڪنهن اچي پاڻهن کان جهليو، ڇرڪ پري ڪنڌ ورائي جو ڏسان ته اهو پولڙي جهڙو نوڪر ڏند ڪڍيو پيو چوي - "هي، شيٺ پيو شڏيئي!" پٽ مان رت ست ئي موڪلائي ويو. سنبل ته ڪونه مليو پر "اڳيان نانگ سڄهن نيلا" وارو ماسرو موجود هو ترڪندو ٿاپڙندو اچي سيٺ اڳيان پيش ٿيس، هو ڏسان ته پهه پهه ڪريو پيو مرڪي. دل ۾ چيم ها چو نه مرڪندين اڄ ڏاڙيل جو جهليو اٿئي - هو گڊيءَ تان اٿيو، مرڪي مونکي ڳرانڙي پائي پچڪار ڏني پنهنجي پرسان وهاريائين ۽ نوڪر کي حڪم ڏنائين - "وڃ ڪاڪي لاءِ ٻڪلي وٺي آ سگهه ڪر." هيڏانهن اک ڏيٺ سان ڏٺم ته پهي ڪاٺ تي جهڪيل هڙ ٿي منشي پيا مرڪن ۽ مون ڏانهن ڏيٺ سان ڏسن جڻ سڀني ڪا سازش مڃي هجي. سيٺ وري ساڳي مٺيا واري مرڪ سان اٿيو، ڪپٽ مان جي. بي. منگهارام جا انرجي فود بسڪيٽ ڪڍي هڪڙي ماسر ۾ رکي منهنجي هٿ ۾ ڏنائين - "پچڙا ڏس، دادا سان حجاب ستان ڪرين ٻڙ ڪري ڪاڏهن پنو نه ڪر." دل ۾ چيم ڀلي هيءَ ته ڪريءَ واري ڪار ٿي جو ڪارايو ٻياريو ٻڙ ڪرائي پوءِ ٿا مار ڪڍين. هيءَ ڪهڙي سزا - ؟ ڊنو ڊپ ڪري بسڪيٽ ڪاڏم پاڻلي ۽ رکي رکي سيٺ ڏانهن نهاريندو وڃان ته اجهو ٿو لڪن ڪٿي. اتي هن ڊيسڪ جي هيٺان هٿ لنگهائي اخبار جي ڪاغذ جو هڪ پڙوڪڙي منهنجي هٿ ۾ ڏنو، کولي جو ڏسان ته اهو اديءَ جو سنبل - ! سيٺ ڏانهن نهاريان ته پيو مرڪي -

"پٽ اهو نيڊڙي اديءَ جو سنبل اوهين ڊڪڻ جي اڳيان وساري ويا هئا نه -؟ ڏس سنڀالي کڻي وڃ! هاڻي پلي گهر وڃ ستان ڳولا ٿيندي هجنئي" پانهنجي اهو سنبل منهنجي منهن تي وار وار ڪهو پيو وسي! اتي وري سيٺ جا ساڪيءَ جهڙا مٺڙا اکر ڪن تي پيم:

"ڏس پٽ آءٌ تنهنجي پيءُ جيڏو آهيان ڪي نه-؟ تون پاڻ اشراف جو پار آهين ڪي نه؟ ڀلا پاڻ وڏن سان مسخري ڪرڻ ٺهي ٿي؟ اهي ڪم ته ڪولاڙن جا آهن. تون ته ڏاڍو ڏاهو پار آهين، ڏس اڳتي ستان ائين ڪرين ماڻهو ڇا چوندا !"

آءٌ سنبل ڪڇ ۾ وجهي گهر پي موٽيس ته منهنجون اکيون آليون هيون ۽ پانهنجي ڪنهن مهاتما جي قربت مان اٿيو پيو اچان-! اها هئي اخلاقي مار جنهن مونکي ڪن پل ۾ ڪتابن جا ڪتاب پڙهائي ڇڏيا -! ائين ٿيندي هئي پارن جي سڌار ۽ سيکت مان سکيا ائين ٿيندي هئي.

... ... ...

هيءَ ته ۱۹۴۸-۱۹۴۹ع جي ڳالهه آهي، آءٌ ۽ منهنجو کهانو يار مربڏنو مگنهارنئين درجي جي پڪي امتحان جو آخري پيپر ڏيئي پٽ ڏٽ هلندا پيا گهر اچون ته گنڊي چونڪ ۾ مکي راسچندر واري ٿلهي تي هڪ مست السلت الجلولي فقير کي ويٺو ڏٺوسين، هي شهر ۾ نووارد هو. پيو سندس جهولڻ ۽ جهومڻ اسان کي اهڙو وڻيو جو وڏي وٺس آياسين، ڏسون ته پير ۾ پهه سرون رکي اٿ تي هڪ نيڊڙي ديگڙي چاڙهيو

وڌو آهي ۽ اتان ٿي ڪجهه ڪک ڪانا ۽ ڪاڳر ڪڏ ڪري انهن کي دڪاني ڇڏيو اٿس، ديڳڙيءَ ۾ پاڻي ۽ چانور پيا آهن، پاڻ آهي سو ڪرسيءَ جي مند هوندي به سڄو پيو رڙي ايتري قدر جو هٿ ۾ جو ماچيس آهيس سو به سندس رڙڻيءَ سبب پيو ڪڙڪڙ ڪري. اسان ڏانهن نهاري جا مُڙي نظر ڪيائين سا سڀا اچا نه وساري اٿم. پڇيوسين ڇا ٿا ڪريو؟ ڇي ڪچڙي پيو رڌيان! اسان ڏٺو ته انهن ڪکن ڪاڳرن تي ڪچڙي قيامت تائين به ڪانه رڌبي. پاڻ ۾ صلاح ڪري وڃي بازار ڏانهن ڊوڙياسين ته هلو ڪ ڏيون وڃي آٽي ڏيونس، ثواب ٿيندو. بازار تائين به نه رسياسين جو ربڏني چيو واه يار ڪ ڏيو آٽي ڏيونس ته ڪچڙي رڌي ڪائي تنهن ڪان چيو نه ڪهران ماني آٽي ڪارايونس وڌيڪ ثواب ٿيندو. صلاح دل سان لڳي، هاڻي مسئلو هي هو

ته سنهنجو گهر اتي ٺي ويجهو ۽ ربڏني جو گهر ڪهڻو پري مڱڻهارن جي پاڙي ۾، پر هن جو ضد ته ماني هرڪو پنهنجي گهران ضرور آڻي. مون گهر اچي پنهنجي حيثيت ڏيکارڻ لاءِ سڄيون ساريون ٺي مٽ پڙيون مانيون کنيون ۽ ربڏني لاءِ ترسي پيُس. هو غريب پنهنجي حيثيت سارو هڪڙي ماني کنيو سهڪندو آيو سا به اٽيي. خير ڊوڙندا اچي فقير صاحب وٽ پهتاسين ۽ مانيون پيش ڪندي ٺي انهي پاراڻي سڌ هيچ جي پچار ڪئي سين ـ ”فقير سائين ماني وٺو ۽ اسانکي دعا ڪريو ته امتحان ۾ پاس ٿيون ۽ سٺو نمبر کڻون ـــ سائين، آءٌ پهريون اچان، پيو اچان ـ نه ته به ٽيون اچان ـ“ اهي اسان ٻنهي جا جملا ڪڏ سڏ ٿي ويا. فقير صاحب ڏڪندڙ هٿن سان ماني ورتي ساڳي الجلولاني سان کليو، سائين (جي فرق) کي

جاچي ويو، سونڌانهن نظر ڪري چيائين. ”تو ڪوڻيون سانيون آنديون آهن.؟“ مون هڪدم ڦونڊجي چيو ـ ”ٽي ـ“! فقير ربڏني ڏانهن نهاريو ـ ”سائين مون هڪڙي آندي آهي.“ فقير سائيون هڪ طرف رکيون اسانکي آسيون ڏيندي مونکي ٽيون نمبر ۽ ربڏني کي پهريون نمبر پاس ٿيڻ جي بشارت ڏني ساڳي طرح ڏڪندو، کلندو جهولندو جهومندو هڪ طرف ٿي ويهي رهيو ۽ اسين گهر هليا آياسين. وري ته اهو فقير شهر ۾ ڪڏهين نه ڏٺوسين پر رزلٽ آئي ته برابر آءٌ ٽيو نمبر ۽ ربڏنو پهريون نمبر پاس ٿيو! يعني جنهنجو گهڻو سو پويون نمبر ٿيو، تڏهين ته آءٌ ڪهڻو بد گمان ٿيس پر پوءِ شعور سنڀاليم ته حيثيت جي حڪمت ۽ حڪمت جي حيثيت سمجهه ۾ آئي ته دلين تي درجا آهن. سو سيا ٿا سچ چئي ويا آهن، ناز ۽ نياز ۾ ايڏو فرق آهي ـ!



* هر مطمئن ماڻهو جي گهر جي دروازي تي هڪ ماڻهو کي ڌترڪو ڪڻي ويهڻ گهرجي ۽ هر هر وڃائي گهر ڌڻي کي ياد ڏياريندو رهي ته دنيا ۾ اهڙا ماڻهو به وسيل آهن جيڪي خوش ڪونهن ۽ اهو ته گهر ڌڻي ڪئي ڪيترو به خوش چو نه هجي، اهو وقت اچي يا پوءِ ضرور ايندو، زمانو ان کي زندگي جي اوکاين ۾ ڦاسائيندو، جيڪي بيماري، غربت يا نقصان جي ڪنهن به صورت ۾ ان کي پيش اچي سگهن ٿيون. پوءِ نه سندس ڪو خبر لهڻ وارو هوندو ۽ نه هن جي دانهن ٻڌندو. انهن جيئن اڄ هو نه ڪنهن جي دانهن ٿو ٻڌي ۽ نه ڪنهن جي خبر ٿو لهي.

( چيخوف )

# ادب



نثري نظمون

## انبن جهليو پور

تاجل بيوس

( ١ )

تنهنجا پيلا گهڙا سوين سهڻين کي پوڙڻ
باوجود به اڻپاسي رهيا - مان اڃا سوڌو
پنهنجن هٿن گهڙن تان آويءَ جي خاڪ
نه هٽائي سگهيو آهيان - تون تڏهن ته
چوين پيو ته مان توکان ڪيترو نه پٺتي
رهجي ويو آهيان !

( ٢ )

مان توکي پنهنجي اتڻ تان اڪرڻ
ڪونه ڏيندس ڇو، ته سپاٽي هتان چام تماچي
لنگهڻو آهي، جيڪو مونکي ميارون ڏيندو.
اهو تون ته آهين، جنهن نوريءَ جي مائٽن
کي ڪينجهر تان تڙايو هو.

( ٣ )

اي ماري ! تو هن ڪونج کي ڪهڙي
ڏوهه ۾ زخمايو آهي؟ جنهن جي چونب ۾
اڃا سوڌو ٻچڙن جو چوڻو اٽڪيل آهي.
شايد تون مٽس ڪوليءَ ملاڻ جي
مت به نه ڪرين ها جيڪڏهن پٽانيءَ
جي هيءَ سٽ تنهنجي ٻڌهيل هجي ها :
” ٻچا ٻوءِ اٿن - وڃن وانڊا ڪنديون “

(٤)

هيءَ منهنجي ئي وڏيل جنگهه ٿئي، جنهن
جي هڏين مان تير ٺاهي مونکي ويريءَ
جي وجود تي استعمال ڪرڻا آهن.

(٥)

تون مونکي ڪارونجهر جي چوٽيءَ تان
ڌڪو ڏيئي ڪڏهن به ختم نه ڪري سگهندين،
ڇو ته منهنجي ڌرتي مونکي پاڻهن تي
جهٽي وٺندي - تون اهڙيءَ طرح جيڪڏهن
مونکي ختم ڪرڻ ٿو چاهين ته ٻوءِ
مونکي آلپس يا جبرالٽر تي وٺي هل.

(٦)

تون اها گولي هن وڻ تي ويٺل
ڳيري تي وڃائڻ بدران واپس پٺتي
۾ وجهي ڇڏ، جيئن سپاٽي تون اها
گولي ان وڻ جي وڍيندڙ تي استعمال ڪري سگهين.

( ٧ )

مان پنهنجيءَ مانيءَ مان توکي ٽڪر ڀڃي
نه ڏيان، پر ٻچان ٿو متان سپاٽي تون
مون کان هيءَ پنڊي ئي نه ڦري وڃين.

( ٨ )

تنهنجو مذهب؟
”هن اڪيلي بيٺل وڻ جو ۽ منهنجو ساڳيو
مذهب آهي.“

( ٩ )

او موسل! مان تنهنجي تڪليف سهي نه
سگهيس. هو ڏس، چندن جي وڻن جو
سڄو سارو باغ لڳايو اٿم، جنهن لاءِ

مونکي ڏاڍا ڪشالا ڪيڻا پيا آهن- سڀ ئي ۾
مونکي ٻري ٻري ڪان آٿي پئي آهي.
اڳتي جڏهن به راڻو تنهنجو مهمان ٿئي
ته آٽ جو چارو مونکان پئي وٺجانءِ.
چندن جون خوشبودار ٽاريون توکي
پهچائي به مان پيو ڏيندس- هان، تون
رڳو ايترو پئي ڪجانءِ جو راڻي جي اچڻ
جو اطلاع تون ”ڀاڻ“ پنهنجي سر پئي ڏجان.

(١٠)

مان ذات جو سورج اڀاري اڳتي وڌيس.
منهنجين مايوسين منهنجي ذات جي سورج
کي ”ڏبو“ بڻائي، هر شام کي منهنجي
منزل جو آخري پڙ مقرر ڪيو. پوءِ به
مون ۾ ايترو حوصلو آهي جو مان هن
ٽمڪندڙ ڏئي کي هٿ ۾ کڻيو صبح
جا پيرا کڻي رهيو آهيان.

( ١١ )

هو ڏس! هنن پوڪيل انبن جي ٽارين
کي سيرون ڏيئي هوءَ مالهڻ مونکي گل پئي آڇي.
هو ڏس! هوءَ منبي ڪڪري ٽر وارن کي
پلر پيارڻ لاءِ ٽر ڏانهن ڊوڙندي پئي وڃي.
هو ڏس! ڪاڻهن جي نسريل ڊيڊي تي ڪنهي
ٻمڙي منڙي لات پئي لنوين
هو ڏس! هن پورهيت جي پيشانيءَ تي
پگهر - ڦڙا منڍيءَ جون ٽڪون پيا لڳن.

تون ٻوءِ ۾ سونگهان ٻڇين ٻيو ته منهنجي
من ۾ هيءُ سارنگ جهڙا گيت ڪيئن
سرجندا آهن!

(١٢)

چون ٿا ته سنڌوءَ مان هڪ هلڪي سرخ
رنگ جي لهر اٿندي آهي.
ماٿرن جي امرت پوبل ڇاتين مان سفيد
رنگ جا لڙڪ لڙي پوندا آهن.
ڌرتيءَ جي ڇاتيءَ ۾ هڪ زوردار تير
لڳندو آهي.
ڪيترا مور ڦهڪو ڪري اچي پٽ
تي ڪرندا آهن.
جڏهن ڪنهن ”ڪاري“ ڪيل سهاڳڻ
جي ڪونيءَ جهڙن عضون تي
ڪهاڙيون رقص ڪنديون آهن.



# ذرڙي ذرڙي جو حساب

## استاد بخاري

ترت ٿيندو ايري سيري جو حساب،
ورتو ويندو ذرڙي - ذرڙي جو حساب.
آفريڪا، امريڪا ڪو نه فرق،
ڇو ته ٿيندو ڪاري، پوري جو حساب.
زار، نيرو، هٽلر، هلاڪو مٿو!
واهُ ماٺيڙيو واڪي، واڪي جو حساب.
پونءِ تي ”نيلام“ پڙڪائيندڙو!
ڇا مليو ٿو، شملي، شملي جو حساب؟
ماٺرون، پيٺون، وٺون، جيڏيون وڻون،
سو سنڀاريو سڏڪي سڏڪي جو حساب!
چنڊري، چنڊري ڏي نهاري ڪر عمر!
اوتي - اوتي، ٻڪي - ٻڪي جو حساب.
اڪ ٻٽي جهولا، ڪليون لوساڻجو!
ڪو، رکي ٻو جهونڪي، جهونڪي جو حساب.
هان وڌو دم دم دعا، پل، پل عمل!
جي وڌو ٿا لمحي، لمحي جو حساب.
قط، قلم، هٿ، هوش هجو هوشيار!
( ١ ) نهٽي ۾ ٽپڪي، ٽپڪي جو حساب.
شاعري، استاد، تڪجي - تورجي.
جلد ٿيندو جملي، جملي جو حساب.

( ١ ) نهٽي = تبصرو، سمجهاڻي، نڪته چيني






## خاڪي جويو

سچ اسان جي ماٺ جي، چاڻ اڀاري چپ
مٿان چڏين مينڊرا، پلاڻيءَ جو پڙ،
ٿيندي نيٺ آس، ٻهچ اسان جي هنڌ تي.

———

سچ اسان جي سچ جو، اوپر ڪان اڀريو،
دانگيءَ جهڙي ديو جو، اچي ڪنڌ ڪريو،
هيٺو آهه هاريو، وٺندو حق وجود جو،

———

صبر اسان جي سوچ جو نيٺ وجي ٿيندو،
اياڻ جي انڌ جو، انت اوس ايندو،
ڏينهن ڪري ڏيندو، ڏيئو ٻنهن جيءَ ذات جو.

———

اسان جي ايمان پردا پڙهين تان ڪنيا،
پيد پڇي پورا ڪيا، اچوڪي انسان،
نڪورا نيشان، چڱجي ويا چٽ تي.

———

ميءَ جا واٽ وجود جي، جنهن جنهن آ ڇاتي،
آدرشي اوراق مان، لٿون تهين لاٿي،
واٽ وڃي ٻاٿي، ڳالهه اچوڪي ڳجهه جي.

———

هيءَ جا رات آماس، رهندي اچي راڄ تي،
ڪيسين رهندي ڪاڪ تي، انهيءَ جي ته آپاس،
نيٺ ته پردو پڙاس، ٻاقي ٻاهر ڪيندي.

———

هي جي ڪاري ڪوٽ ۾، سوکها آهن ساهه،
ڪيستائين ڪوڙ جي، ڳاهيندا سي ڳاهه،
وڙندا جيئن ويساهه، ڪرندا ڪنگرا ڪاڪ جا.



نانگپال

# ڏسندو رهان ٿو

آءٌ اوڏ جي جهرنڪ ٽلهي تي ويهي ڏسندو رهان ٿو
ماڻهن هڪ ٻاڙوءَ کي رنگين ڳانا پائي ڪٺي ڪنڌ مٿي ويهاريو آهي
۽ چوطرف سڏڙيا هنبوڇيون هڻي رهيا آهن
دهل دماما ۽ شرناءِ جو شور آهي
هر طرف غلون هڻندي نچندڙ ماڻهو آهن،
جون ٿا ته هن ڪنهن تماشي‌ڪاري ۽ بهترين ٻاڙو کي ماريو آهي
۽ هل هنگامو جاري آهي..........
اوچتو الاجي ڪٿان ڪو باز جهپٽ هڻي
ڪنڌ مٿي ويٺل ٻاڙو کي چنبن ۾ وجهي ڏور ڪيڏو ڏور اڏائو
وڃي ٿو،
۽ دهل دماما بند ٿي وڃن ٿا..........
هنبوڇيون هڻندڙن جا چپ چپ ٿي وڃن ٿا
۽ وات ڦاڙيون ساز جي اتاهين اڏام کي ڏسندا رهن ٿا...

آءٌ اوڏ جي جهرنڪ ٽلهي تي ويٺو ڏسندو رهان ٿو
اڄ سڀ مٿان ڪارن ڪڪرن جو ڪاروڻيار آهي
ٻاٽ اونده ۽ ڪڪهه انڌيرو ڇانيل آهي
۽ بيشمار چمڙا فضا ۾ چپن [illegible] ڪيو لامارا هڻندا رهن ٿا
صبح لاڪون سڀ ڪني [illegible] نه ڏني آهي
۽ وايو منڊل تي چمڙن جو راڄ رهيو آهي،
ڪٿي ڪٿي ڪو ڦانڊائو ٽم ٽم ڪندو نظر اچي ٿو
نه ته هٿ نه ڏسي هٿ کي،
اوچتو سڀ ڪني نڪري ٿي
اونده جي اڌ تهن مان روشنيءَ جا ترورا
ڪارهن جو سينو چيريندي نڪري ترار ٿين ٿا
۽ چمڙا بولائيون ڪانيندي ڪرندا رهن ٿا
هي انداز چمڙا اچيو پٽ پون ٿا
۽ آسمان مان اونده الاجي ڪيڏانهن وئي !!!
ڀرپور سج پنهنجي تيز روشني مان فضا کي روشن ڪري ڇڏيو آهي!

احمد بخش بدوي

## آزاد نظم

آئيني جو پيو رخ
جيڪو،
چوڻ ڏسڻ ۾ اونداهو آ،
شايد
ان سبب ٿي هن کي
گهٽ وڌ ٿي ڳالهائين ويٺي،
پر ڏسو!
هن حالت ۾ به تون ان کي
ڊاهي ۽ موساري
ڪين سگهين ٿي،
چاڪاڻ ته،
آئيني جي پٺي رخ ٿي ته –
اڳئين رخ کي روشن ڪيو آ،
جنهن جي ئي مدد سان پڻ
تون
پنهنجي سونهن سوڀيا
۽ روپ رنگت کي،
ور ور ڪيو وڌائين ويٺي،
هر هر پٺي
هرکائين ويٺي،

عابد انڙ

## غزل

اسان جڏهن به مليا آهيون
ڳوڙها ڳاڙي کليا آهيون،
جهنگ منجهه سينهون چاريندي
پريم ونڊيندي پليا آهيون،
ڀاڳ جي ڀلائي ڏسو اسانسان
شاعري ڪندي جهليا آهيون،
حق سچ جي سزا ڀوڳيندي
ڪنڊن تي به چڙهي ٽليا آهيون،
ريل ڪڏهڪو چڙهي به وئي
اسان اچا هاڻ هليا آهيون،

سنڌو ميراڻي

## چاهتن جي نانو ۾...

پڌجي پيو
ٻهروپن جي بازار ۾
آيو هين
چهرن جون
جنسون ڪجهه نيون،
پڌجي پيو
منافقن، آ ملڪ ۾
ڪوڙيو
چهري ڏاهڻ جو سڪيا ڪهر،
ملو هاون،
ملي وڙون،
چهرا ڪي نوان،
" يا وري — سکي اچون ؛
چهري— سازيءَ جو هي علم،"
( هنربلا هٿ کهرجن ! )
جو،
سچائي، چونڊيا، " چهرا، "
چاهتن جي
نانو ۾

# غزل

ج۔ع منگهاڻي

ساڻهن هوندي هيڏو سارو شهر لڳي ٿو سنسان
هر چهري تي ماڪ جو تالو، هر چهرو آهي ويران.

اڄ مان شايد ايڏو روئان دل جا سارا بار لهن
اڄ گهٽائن جو آگهيرو مينهن وسڻ جا هن سامان.

ضبط جي چانڊوڪي ساٿ ڇڏيو آ سورج جي ڪر موڙڻ سان
خاموشيءَ جي چادر اوڍي در دريون آهن حيران.

بادل ڪيڏو برسيا آهن جل ٿل ٿيو آ جڳ سارو
اڄ نه لاهي سگهيا من جا پياسا پياسا ريگستان

من-اڱڻ تي نازڪ جذبن جا ها، ڪومل گل ٽڙيل
ساڙي ڇڏيا ساڻهن جي بيڪار نگاهن جي طوفان

حيرت مان ڪنهن ويچاريءَ جا نيڻ ڳلن جيان ٽڙي پيا
آڻ ڪيل ڳالهين جا ڦڪڙيل جيڏانهن تيڏانهن داستان.

ڪيڏو احساس ٻڌايو جڳ جي ظالم حالتن
ذري ذري تي منگهاڻي ٿي پوندي آهيان پريشان.

# غزل



راهي چنا

هر چونڪ تي چوڪيدار آهي،
ديوار پٺيان ٻي ديوار آهي.
بند اکيون ساڻهون ساڻهون پٺ،
سچووايو سنڀل ٿي بمبار آهي.
هر آدمي ڪلهي ڪاٺ جي
کهوڙي،
هي ته اوپرو سانين سنسار آهي
ڪٿي به ڪانهي روشني زندگي
ڇو سچ ڪنان ايڏو انڪار آهي.
چهرا سڀ ڄڻ ڪَتل-اڻ جاتل آهن،
ڪوڙو جڳ ۽ ڪوڙو سنسار آهي.
ڇو رانديڪا ٿيڻي ٿا ريجهايو؟
"راهي" چڻ ڪو پيار آهي!

## "سرڪش سنڌي" ڇا ڪريون؟!

بلند شان ڪريون عرش تي مقام ڪريون
اچو ته قوم جي جيئڻ جو انتظام ڪريون.

اکيون به آڳ ميان ٿيو، نظر ته هڪڙي آ
هلو ته وار جا ويچا به اڄ تمام ڪريون.

پروت شهر پڌون پنهنجا، پنهنجي ڌرتي تي
وڏا سان جور و جفائن جو ڪوس عام ڪريون.

مٽي کي مان ڏني جن مٽي کان مان لڌو
انهن جي پاڪ مٽيءَ کي هٿي سلام ڪريون.

رکن ٿيون قوم کي قومي ثقافتون زنده
کهڪهي کي ٽوپ کي اجرڪ کي عام جام ڪريون.

نراس ويهي ٻڌن تي وسامين بس پنهنجي
هلو ته آمد - باران جو اهتمام ڪريون.

ڪري سگهون نه اگر قوم جو وقار مٿي
ته پوءِ پاڻ تي پنهنجو جيئڻ حرام ڪريون.

خدا جي گهر ۾ خودي ڪن ته اوچ کي پهچن
اسان ڇو روز ٻتن کي به رام رام ڪريون

ڪڇي جو ديد ته قسمت به هٿ ٻڌي بيهي
ارادو رئيس، مقدر سندس غلام ڪريون

نگاهه جيڪو حسد جي ڪٿي ڏسي سرڪش!
وجود انجو اُٿي بي نشان و نام ڪريون.

مختيار مگڻهار

## "واڳي"

اکڙيون آنيون، من مرجهايل، دل دردن جي ڪاڻ
الو ميان، دل دردن جي ڪاڻ

---

نهڪن ۾ ٽانڊاڻ سمايل، مرڪن ۾ مانڊاڻ
الو ميان، دل دردن جي ڪاڻ

---

ذهن اجاڙيو سوچن ۽ ٻني ڇاتيءَ ۾ چڪتاڻ
الو ميان، دل دردن جي ڪاڻ

---

مٺڙو موهيل، هيسيل چهرو، سور سدائين ساڻ
الو ميان، دل دردن جي ڪاڻ

---

نيڻ به ڇلڪيا، ائين، جيئن جاني، موجن ۾ مهراڻ
الو ميان، دل دردن جي ڪاڻ

---

دنيا توسان ڏوڙ پچايان، ليڪن چيلهه چپاڻ
الو ميان، دل دردن جي ڪاڻ

---

تون به ڪڙو مختيار ۽ تنهنجي شهرن ۾ به ڪڙاڻ
الو ميان، دل دردن جي ڪاڻ.

نظم

# ڪاري ڪڪر هيٺ

انيل گاف

ڪراڙ ڪپ تي
هي جو ٻوڙهو جهور
ورهين کان وڄائي ويٺو
روڄ اڳيان رباب
ڳوڙهن آڏو مرليون.

---

ڇو ري پنهنجي جان جلائي
شايد ويٺو ٻيڻ ٻجهائي
ڪهڙي آس لڳائي......
ڏور ڏسي ٿو......
شايد ڪوئي طوفان اچي ٿو
ڪهڙي ويٺو ڳالهه ٻڌائي...؟

---

ڪنهن ويلا!
ڌرتيءَ تي آئي جا آنڌي
طوفان وريو ۽ ڌر ڌڏي
هر هانو هڄيو ۽ ڏيل ڏريو
ڪک ٻن - وڻ ٽڻ
جيو جيئي جو ساهه سڪو
اهر جا بادل - برسن ٿا
وحشت ٿي ڦهلي
دهشت ٿي ڦهلي

---

ڪاري دل وارا
ميري اک وارا
انسانيت جا دشمن
آدم خور اچن ٿا
معصومن جو مسڪينن جو
انگ اگهاڙن - پيٽ بکين جو
ٻوٽو رت پيئن ٿا
مظلومن ۽ محڪومن جي -
لاشن جي ڏاڪڻ ڏاهي،
آپ ڪهن ٿا
مريخ ۽ چنڊ گهمن ٿا!!
ٽهڪ ڏين ٿا - خوب نچن ٿا
وحشي درندا - خوب کلن ٿا
انسانيت جو روح ٿو ڏڪي

انسانيت جي ڪلن ۾ ڪنڊي
وڃهي
مظلومن جي رت سان پوڙت
ڏيا -
- واڪ وڏي
امن جو درس ڏين ٿا!!
ڪک ٻن - وڻ ٽڻ
رک ٿين ٿا
اپ ڏڪي ٿو
ڌر ڌڏي ٿي -

---

هي جو ٻوڙهو جوڳي
اڪثريون ڳائيندا -
ورهين کان وڄائي ويٺو
روڄ اڳيان رباب -
ڳوڙهن آڏو مرليون -
ڏور ڏسي ٿو........
ڪوئي طوفان اچي ٿو......
ڌر ڌڏي ٿي آپ ڏڪي ٿو
ڪهڙي ويٺو بات ٻڌائي...؟

---

ڪارن ڪڪرن هيٺان
ڳاڙها ڳيرو اوڇي ڳاٽ
اڙل وڇيرا هيٺ
ڪارا ڪنڌ هڻي ۾
سيئو سهرجن -
هاڪارين هڻن -
هائين هڏ مڃائيا
ڪڙڪ ڪلول ڪن
رڻ گجي ٿو
راڙ ڏئي ٿي
ڪونڌر - ڪوٻا
اڏول عزم سان
ڪنڌن وانگيان وک کڻن ٿا
ٻڌي مونڻ کان بهتر -
موت جي آڏو
ڳاڙها ڳيرو اوڇي ڳاٽ
اڳتي وک کڻن ٿا.....*

## ذوالفقار سيال

تنهنجا طعنا ته تيز تير ٿي پيا هن،
ماڻهو منڪر - نڪير ٿي پيا هن.
هاڻي وحشت ۾ امن ملجن ٿا،
لڙڪ، جذبي ۾ جهير ٿي پيا هن.
ماڻهو پٿر ٿيا، پٿر ماڻهو،
قلم تنها نه ڪير ٿي پيا هن.
زندگانيءَ لڳ جستجو ڪهڙي،
ماڻهو ليڪن اڻير ٿي پيا هن.
وقت ڪٺبو هي، حوصلو رکجو،
زخم رت جي لڪير ٿي پيا هن.
زلف منهنجا هي خيال غزلن ۾،
درد جي، جڻ سفير ٿي پيا هن.

## عنايت ميمڻ

### اڄ جو گيت

(بيروت جي حوالي سان)

منهنجي سڪٿي سوچ تي،
ڪيڏا پهرا!
ڪيڏي جهل.
تنهنجي هيڏي ڪوس تي،
توکي ڪونهي
ڪائي جهل -
منهنجي حق جون ڳالهيون ته!
توکي لڳنديون گاريون -
تنهنجو چهرو
ڏيک ڏيئي ٿو؟
جڻ ته -
منهنجي سڪٿي سچائيءَ ۾
تنهنجو ڪوئي ڏوهه نه آ -

## غزل

جوهر بروهي

دل جا راز ته کول نه چريا
روح کي در در رول نه چريا.
جن وٽ پنهنجي پورت ڪانهي.
تن وٽ جهلجي جهول نه چريا.
سچ ڇوڙ وارن سان ڪڏهين
ٺهندو هي ماحول نه چريا.
هرڪو پنهنجي ۾ نئي پورو
چونڪ تي پيهي پول نه چريا.
"جوهر" يارن وڻجارن کي
شهرن ۾ تون ڳول نه چريا.

ٽونگ شيخ

## بيت

۱- ڪوتڪ چاڙهي ڪنيون ڪينءَ منجهاران ڪاٿ
هارج ڪي ۾ هانءَ ڏکڻ ڏورا ڏينهڙا

۲- ڏکڻ ڏورا ڏينهڙا جي تو سکن سک
لالڻ چنڊ لک مرڻ جيئڻ ميدان ۾

۳- اونده منجهه آهاءَ ٽيو ڏکيو ڏڏر ڏيهه
واٽن تي ٿر ويهه تڏهين چيم چاهه ڪي

۴- اونده منجهه آهاءَ ٽيو ٻوڪي چڻ پڪرال
هيٺا مارن حال - مون تڏهين محسوس ڪيا

سائينداد ساند

## وائي

ٻاٽ مٽي ڙي ڪٽ، ماٽ آهيو ٻوڙ پي،
ماريءَ هڻن روز مٽيءَ ۾، ڳوهجن ٻيا ڳاٽ،
ماٽ آهيو ٻوڙ پي.
ڪميرل آهن ڪرزن هيٺان، ڳهر توڙي سڀ ڳهاٽ،
ماٽ آهيو ٻوڙ پي.
ڳهر لڳ ڪيسون، ڪن ٿا ماڻهو لولي لڳ لولهاٽ،
ماٽ آهيو ٻوڙ پي.
ٿاهي ٿي سکهجي او ساڙي، واڇوڙن مان واٽ،
ماٽ آهيو ٻوڙ پي.

محمود درويش

## (عربي نظم)

سنڌيڪار:- حسام الدين لانگاهه

منهنجي جان! هي رومال
جنهن جي ٻنهي ۾ ڪيت پٽل آهن
سنڀالي رکجانءِ،
۽ منهن جي وطن کي جيڪي
زخم رسيا آهن
انهن کي، هن رومال سان
ڍڪجانءِ.

اياز گل

## اوسيئڙو

* مان انهيءَ ڏينهن جي
اوسيئڙي ۾ آهيان سائڻ!
شهرتنهنجي جا، جڏهن سڀ ماڻهو
گل، هٿن مان رکي
ٻٽر ڪٽندا
جن جي اکڙين جي جڳهه،
چهري تي
هوندا چڻڪي ۾ سجايل ڏانڊا
جن مان آلري ڪي آلا نفرت جا
منهنجي جڏن کي ڪندا
رک، ساڙي
مان انهيءَ ڏينهن جي
اوسيئڙي ۾ آهيان سائڻ!
تنهنجي ڳهرجيان، تنهنجي دل جا
مون تي،
سڀ دروازا جڏهن بند ٿيندا
مون تي هڪ اوپري نگاهه وجهي
راهه ۾ ڪنڌجي تون، ڳذري
ويندينءَ
۽ انهيءَ پل ٿي. انهيءَ راهه
مٿان
مان سندم پيار ۽ ويساهه جا
وکريل موتي
ميڙهندي مڙيندي، انهيءَ ئي
لمحي
راهه جي دوڙ ۾ گم ٿي ويندس
مان انهيءَ ڏينهن جي
اوسيئڙي ۾ آهيان سائڻ!





# غزل




•

من جا تار ڇيڙي ويا آهن، پيار جا گل ٽيڙي ويا آهن،
جلوا لک کيڙي ويا آهن، ڪير اڱڻ تي آيو آ؟

چوڌاري ڄڻ ڇَنگ ٻُرن ٿا، جهرجهر جهرجهر جهرڻا ڪن ٿا،
مندر ۾ ڄڻ گهنڊ وڄن ٿا، پيار مان ڪنهن ڳالهايو آ؟

اوڀر ۾ ڳاڙهاڻ ڦُٽي آ، اولهه ۾ لالاڻ ڦُٽي آ.
چوڌاري چانڊاڻ ڦُٽي آ، چوريءَ ڄڻ شرمايو آ.

سوري سينگارين پلي پر، مُرڪي مُرڪي وڃبو هيڪر،
مهر ڪري جو مون کي دلبر، نياپو ماڻ گهرايو آ.

تهو وٽ ڪنچن-ورني ڪايا، تو وٽ جوڀن جي آ مايا،
گيت، ڳوڙها ۽ سُور سوايا، مون وٽ هيءُ سرمايو آ.

جيوَن هڪ پل، "مُرڪي جيئو"، جيوَن ٽم ٽم ٻرندڙ ڏيئو،
من-جهروڪي جو هڪ ليئو، شام جو ڄڻ ڪو سايو آ.

"ڪين" منجهان هي هستي جوڙي، سانئڻ-ساز جا نغما ڇيڙي،
ڀانت ڀانت جا رنگ بکيڙي، ڪنهن هيءُ جڳ ٺاهيو آ؟

تن کي گيان جي ڪهڙي ضرورت؟ تن کي ڌيان جي ڪهڙي ضرورت؟
جن جي اکڙين ۾ آ الفت، من ۾ روپ سمايو آ.

چاهت جو جن چنگ آ ڇوريو، ڪنڌ ڪُنهن تان جن آ ڪوريو،
ديس تان پاڻ کي جن آ گهوريو، تن جو شان سوايو آ.

لوڪ گيت

نياز همايوني

# ڇيڇ

گهور وڃان، گهور وڃان، گهور وڃان گهور،
رنگ-رَتي، روپ-وَتي، تنهنجي ڳليءَ تان،
گهور وڃان......

ڇپر ستي ڇمر نچي، ٻَڌر متي مور-
جنهن ۾ ڏنو توکي ٻئيو، چانڊوڪيءَ جو چور:
گهور وڃان......

جهاڙ رکي، جوڳيءَ وڏي، هينئين اندر هور-
جهور وڏا، جيءَ اندر، ٻپل وارا ٻور:
گهور وڃان......

ٻتر ٻوي ٻاٽيءَ اندر، لَهر ٻري زور-
تنهنجون ڳالهيون، ٻُڌي ٻُڌي، ٻئجي ٻياسين ٻور:
گهور وڃان......

ٻيچ-ٻني، ڪنهن نہ لڌي، راتين جي ٻرگهور-
چنگ ٻئجي، چاهہ وڌو، ڇاتيءَ اندر شور:
گهور وڃان......

گهور وڃان، گهور وڃان، گهور وڃان، گهور!
نگ-رَتي، روپ-وتي، تنهنجي ڳليءَ تان.
گهور وڃان......!

# دوها

نقاش

ساڻي رات، ٽڙي چانڊوڪي، تارن ڪئي تنوارَ،
ياد وري اڄ آيا مون کي وسريل وڇڙيل يارَ.

وڇڙيا ملندا ڪڏهن الائي، وسريل ياد اچي ويا،
ساڻي چِرَ تي ٻٽر آڇلي، ٽانڊاڻا ڪُنر تي ويا.

پريت جي آهي ريت نرالي، جڳ وارا ڇا ڄاڻن؟
پروانن سان سينو ساهيو آهي ٽانڊاڻن.

ٽانڊاڻو اڄ جهلڪا ڏيئي جڳ جو من ٻرپائي،
پروانو ڇُپ چاپ جلي ٿو، پنهنجي جان وڃائي.

ٽانڊاڻن جي چمڪ دمڪ تي مَن هيريوسين آجايو،
جهلڪو ڏيئي اوجهل ٿي ويا، اوڏو ڪوبہ نہ آيو.

ٽانڊاڻي سان پيار نہ ڪر تون، او مورک نادان!
ٻاڇي سان ڪي ٻاڙي سگهيا پريت سندا پيمان؟

ٽانڊاڻي جو چمڪو آهي تنهنجو منهنجو پيار،
جوڀن تنهنجو، جذبو منهنجو، پاڻيءَ تي ڦُلهيار.

مان جذباتي، تون هرجائي، وقتي تنهنجو پيار،
صبح ٿيڻ سان وسري ويندو راتوڪو اقرار.

او هرجائي ڀؤنرا! ڦرين ٿو ڪنول متان ڇاڪاڻ؟
ڪونئيءَ جي ڪومل سيني ۾ مچي ويو ماتاڻ.

ڪاڻ جي ماٺي آ چِرَ، ڪومل ڪنول ڏمي تون آئين،
ڀؤنرا، توکي پيار نہ ملندو، ڇو ٿو وقت وڃائين!

ماٺي چِرَ تي ڪنول ٽڙيو آ، ڀؤنر ڀري آڪاس،
آيو ڪين ٻنهي کي ڪڏهين پيار جو ناتو راس.

# انسان ۽ فرشتا

## لونگ خان

ڪريم بخش نظاماڻي، سنڌ جو اُهريون وڏيرو آهي، جنهن حسب ۽ نسب جي باري وڏيرڪي نظرني جي دوغلي پن کي اگهاڙو ڪيو آهي.

انگريز فيل مست هٿان سنڌ تي قبضو ڪيو ته ”قومي آزادي جا ويڙهاڪ“. انگريز سرڪار کان پنهنجي ملڪيت وٺڻ لاءِ پنهنجي ويريءَ جي دربار ۾ نه رڳو حاضر ٿيا، پر پنهنجي ماضيءَ جي سورمن کي لهسن کي وساري اهو چوڻ کان به ڪونه ڪيٻايا ته هو انگريز سرڪار جا نه رڳو ٻاٺ غلام رهندا، پر سندن ست پيڙهيون به سرڪار جي درٻاري هجڻ کي پنهنجي لاءِ شان ۽ مان جو ڪارڻ سمجهنديون ۽ اهڙي ريت انگريز کان اڳ جي حڪمرانن سياسي حڪومت وڃائي سنڌ جي زرعي زمين تي پنهنجو دڳو بحال رکيو. سنڌ جي انهن حڪمران خاندانن نه رڳو پاڻ زمين تي قبضو بحال رکيو، پر سندن نالي ۾ نهال قومي آزادي جي سرويچن ۽ پنهنجن اڳوڻن بادشاهن جي روايت جي بونواري ۾ سنڌ جي عوام سان ساٿ ڏيڻ بجاءِ رئيس سڏائڻ ۾ فخر محسوس ڪيو.

سنڌ جي رئيسن کي جيتوڻيڪ ”چند“ هجڻ تي ڏاڍو مانور هوندو آهي، پر حقيقت ان جي ابتڙ هوندي آهي. وٽن نه رڳو سرزمين جي لانئڊ هوندي آهي، پر گهڻو ڪري چڙواڳ عورتون ئي سندن پيڙهي وڌائڻ جو ڪارڻ بڻجنديون آهن.

رئيسن جي گهڻي ڪري انهن ڳالهين کي لڪائڻ لاءِ ڪوڙا قصا گهڙيندي آهي. رئيس ڪريم بخش نظاماڻي، سنڌ جي رئيسن جي روايت جو پهريون باغي آهي، جنهن نه رڳو پنهنجي ”گهٽ ذات“ واري اثر کي انتهائي فخر سان بيان ڪيو آهي، پر پنهنجي ”چند“ ٿيڻ کي ان جي پيٽ ۾ تڇ پڻ ثابت ڪيو آهي. ان لحاظ کان رئيس



رئيس ڪريم بخش نظاماڻيؒ

---

رئيس ڪريم بخش نظاماڻي پنهنجي شروعاتي ڏيهن جي ڪري پنهنجي طبقي جي ان اوڻائي کي مڪمل طرح اگهاڙو ڪيو. جنهن به ڪا قوم غلاميءَ جو شڪار ٿيندي آهي ته هيٺين طبقن جو ماڻهو جي منظم هوندو آهي ته آزادي جي جنگ وڙهندو آهي ۽ جي چڙواڳ هوندو آهي ته چورين ڌاڙن ۽ قرن ذريعي وقت جي سماجي سرشتي کي تڇ سمجهڻ جي پتدرائي ڪندو آهي، ۽ سندن مٿيون طبقو ”طائوس ۽ رباب“ کي پنهنجي سورهن سرگرمين جو محور بڻائيندو آهي.

رئيس ڪريم بخش نظاماڻي جو فن ۽ ثقافت جي فروغ تي زور انهن نظرين ۾ سندس ”راسخ اعتقاد“ جو مظهر آهي.

اهڙيءَ ريت جاگيرداريت جي هڪ خاص خوبي اها هوندي آهي ته ان فڪر جو ماڻهو سڀ سان آر پار هوندو آهي، اهوئي سبب آهي ته رئيس ڪريم بخش مرحوم سنڌ جي سورن وڏگهرائن جو حسب نسب پڻ ظاهر ڪيو آهي.

رئيس مرحوم جي وڏي ۾ وڏي خدمت ثقافتي سرگرمين ۾ سندس گهري دلچسپي هئي. هو سنڌ جي هر فنڪار جو ذاتي دوست هو، پر لوڪ موسيقي ۾ جي پٽ ۾ هميشه جاگيرداريت جي تصور واري نالي ۾ نهال ڪلاسيڪي موسيقي کي ڏيندو هو.

رئيس مرحوم شاعر ڪونه هو، پر تنهن هوندي به سندس طبيعت حسن پرست هئي. هو جمال جو چاهيندڙ هئو، ان ڪانسواءِ ڇاڪاڻ ته هن جي ذهني ورثي جو گهاڙيٽو، دليءَ جي پيٽ ۾ ماءُ جي محبت سان جڙيو هئو، تنهن ڪري وٽس جلال پڻ هئو، پر اهو جلال يا جماليات پنهنجي دور جي اجتماعي ساڃهه ۽ جماليات جي شعور کان علحدي ۽ پري هئي، پر ان جي باوجود اها ڳالهه هر ڪو مڃيندو ته رئيس ان طبقي جو وڏو حق گو ۽ جرئت مند ماڻهو هو.





ليکڪ




نبو، لوسڻ ۽ مڪل گاهه تي منهن ڀر ليٽيو هو. کيس پنهنجي بت منجهان گهوڙن جي مٽ جي ڌپ اچي رهي هئي. سندس چمڪندڙ ڪاري چمڙيءَ کي گهوڙن جي لسڊ، اڻ اجهاڻل ڏاندن جهڙا ڏنب پئي ڏنا هـر پنهنجي چمڙيءَ جو هنڪي الڪو ني نه هو. ڪا به شئي، ڪا سـ ڳالهه کيس محسوس نه پئي ٿي. رڳو ياد رهجي ويـو هئس تـه سندس نـراڙ تي، ڏاڍي زور سان گهوڙي جو سنب لڳو هـو ۽ ان ڪانپوءِ کيس ٻکهي ننڊ ڪٽي ونئي. هن اکيون ڀٽيون ۽ وري پوٽي ڇڏيون. ماٺ ميٺ ۾ بت سنئون ڪري، ٽنگون ڊانهـون سڌيـون ڪيائين، جيئن سمجهند ڪان پئي ڪيائين. سمجهيائين ٿي ته وقت ڪان اڳي اٿي رهيو هو ۽ اتري ۾ ٻوبان هڪڙو آواز آيو: "اٿي نبو، گهڻي ننڊ ڪري ورتئي." هن ڪنڌ ورايو ـر گهوڙا ڏسڻ ۾ نـه آيس؛ طنبيلي جو دروازو به بند هو. نبوءَ ضرور اهـو ڀانيو هوندو تـه گهوڙا ڪنهن اونداهـيءَ ڪنڊ ۾ پٺا هـونـدا جيتوڻيـڪ سنبن سان دڙهـا هڻي، اهـي جيڪي ٺڪاءُ ڪيندا آهن سي به ٻڌڻ ۾ نه پئي آيا. هن سمجهيو تـه ماڻهـوءَ جـو آواز به ٻاهران آيو آهي ڇـو تـه طنبيلي جو در اندران بند ٿيل آهـي. هڪ دفعو وري ساڳيو آواز آيو: "سڄي ڳـالهه آهـي، نبو تو ڏاڍي ننڊ ڪري ورتي آهـي. سڄا سارا ٽي ڏينهن ستـل رهيو آهين." ٻس وڃـي نبوءَ پوريءَ طرح پنهنجون اکيـون کوليون ۽ کيس يادگيـري آئي ته چـوڻ لڳـو: "برابر، گهـوڙي جي لت ڪاڻ ڪانپوءِ آئون اتي ئي پيو آهيان."



کيس ائين پيٽ ٿـي ڪانه هئي ته ڪهڙي جهان ۾ هو. گهڙا ني ڏهاڙا لنگهـي ويا هئا. ائين پئي لڳو ڄڻ ڇنڇر وارين انهن اٺ اپي راتين کـي ڪنهن وساري ڇڏيو هـو جيڪي هو ڇنـر واري چونڪ تي وڃـي گذاريندو هو. هن کـي پنهنجي اڇي قميص به وسري وئي هئي. کيس تيلين سان ٺهيل پنهنجـو سائو ٽوپلو ۽ ڪاري ڊانگري به وسريل هئي ۽ اهو به وسري ويو هئس ته ٻاهـر ڪٿ لاءِ وڃس جتـي ڪانهـي. نبو هـر ڇنڇـر رات چونڪ تـي وڃـي، هڪڙي ڪنڊ جهلـي ماٺ ڪري ويهي رهندو هـو. ٻـر راڳ ٻڌڻ لاءِ نه؛ رڳو ڪاري شيديءَ کي ڏسڻ لاءِ، جو ڇپر تـي کيس ڏسندو هو. شيديءَ کـي اکين تـي چشمو چڙهيل هـو، جيڪو ـوتليءَ ذريعي ڪنن سان ٻڌي ڇڏيو هئائين. هـو تونائو وڄائيندو هو ۽ شهر ۾ اهو ئي هڪڙو هنڌ هو جتي ماڻهن کي موسيقي نصيب ٿيندي هئي. نبو، ڪاري ماڻهوءَ کي ڏسندو هو پر ڪاري ماڻهوءَ نبو کي ڪڏهن به نه ڏٺو هو، جيڪڏهن ڪنهن کي خبر هجي ها ته نبو هر ڇنڇر

رات چونڪ تي وڃي ٿي ان شيديءَ کي ڏسڻ لاءِ ٿو ۽ ڪانئس پڇي ها (هيئنر نه، جو ته هن مهل ڪيس ڪاٻه پساهه کڻي ڪانهي) ته ڇا شيديءَ به ڪيس ڪڏهن ڏٺو آهي؟ نبو اها ئي ورندي ڏني ها ته، نه، گهوڙن کي گاهه داڻو ڏيڻ کانسواءِ، هو جيڪڏهن ڪو ٻيو ڪم ڪندو هو ته رڳو اهو: شيديءَ جو ديدار.

هڪڙي ڇنڇر تي ڇا ٿيو جو اهو شيدي وڄائڻ واري ٽوليءَ ۾ پنهنجي جاءِ تي ڏسڻ ۾ نه آيو. جيتوڻيڪ موسيقي چالو هئي پر نبو اهڙين انين پاڻو ته ٽو تڙي وارو شيدي هاڻي هن جاءِ تي نه ايندو. وري ٻيو خيال آيس ته هو ٻئي ڇنڇر تي موٽي ايندو، جاڪاڻ ته موسيقيءَ وارو اسٽال ته اڃا تڏهين لڳل هو پر ڪجهه ڇنڇرن گذرڻ کانپوءِ هن ڏٺو ته موسيقيءَ وارو اسٽال ئي اتان کڄي ويو هو.

نبوءَ هيئنر پاسو ورايو ته سندس اک آواز واري ماڻهوءَ تي پئي. اهڙس ته هن کيس سڃاتو ئي ڪونه جو طنبيلي اندر ڪهڪهه اونده هئي. اهو ماڻهو دڪيءَ تي چڙهيو ويٺو هو ۽ ڳالهائڻ مهل پنهنجن ڪوڏن تي به ٽريون هڻندو رهيو. ”مونکي هڪڙي گهوڙي لت هڻي هئي“. نبوءَ وري ساڳي ڳالهه ورجائي ۽ ڪڏوڪڏ ان ماڻهوءَ کي سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪيائين. ”ڪيڪ ٿو چوين.“ ان ماڻهوءَ ڳالهايو. ”هر هاڻي گهوڙا هتي ناهن. اهي گيت ڳائيندڙن سان گڏ تنهنجو انتظار پيا ڪن.“ نبوءَ ڪنڌ ڌوڻيو. اڃا سندس سيني حواس ڪونه موٽيا هئا پر لڳس ته اهو ماڻهو اڳ ۾ به سندس ڏٺل آهي. نبوءَ کي ڪجهه به نه ٿي سجهيو ۽ نه ئي اهو سوچيائين ته ڪو اوپرو ماڻهو ساڻس اٿين ڳالهائي رهيو هو. گهوڙن کي داڻو ڏيڻ مهل هو سدائين پيو نوان نوان گيت ڳائيندو هو، ته جيئن سندن ڌيان هٽائي سگهي. ڪڏهن وري گهوڙن لاءِ گهڙيل آهي گانا ان نينگريءَ اکيان به ٻڌايندو هو، جيڪا سدائين ساڻس هوندي هئي. جيڪڏهن ڳائڻ مهل ڪيس ڪو چوي ها ته هو ڳرجا ۾ فرشتن لاءِ سريلا گيت ڳائيندڙن جي ٽولي ۾ شامل ٿيڻ جهڙو آهي، ته به کيس ڪا حيرت نه ٿئي ها. هيئنر به کيس ڪا حيراني ڪا نه هئي جو ماجرا ئي سمجهه ۾ نه پئي آيس. هوصفا ٽڪل ٽڪل مرلهنگ حالت ۾ هو. ”مونکي ٻڌايو ته گهوڙا ڪيڏانهن ويا؟“ هن چيو. ۽ ماڻهوءَ ورندي ڏني، ”مون اڳيئي ٿي توکي ٻڌائي ڇڏيو آهي ته هتي گهوڙا ڪونهن. اسانکي رڳو تنهنجي سريلي آواز سان دلچسپي آهي.“ ٿي سگهي ٿو ته نبوءَ اهو ٻڌو به هجي. سندس منهن مڪل گاهه ۾ پيو ۽ هو ڪنڌ وراڻي وري سمهي پيو. کيس گهوڙي جي نال وارو نرڙ تي لڳل ڌڪ ۽ پنهنجن پنهنجن حواسن جي ٻيڙا ۾ ڪو به تفاوت محسوس نه پئي ٿيو.

شيديءَ جي ڪم ٿيڻ کانپوءِ به نبو ٻن ٽن هفتن تائين چونڪ تي ويندو رهيو. جيڪڏهن هو شيديءَ بابت ڪنهن کان پڇا ڪري وٺي ها ته خبر پئجي وڃيس ها. پر هن پڇا ئي ڪانه ڪئي ۽ اسٽال جا چڪر ڪاٽيندو رهيو تانجو هڪڙو ٻيو ٽوڪڙو وڄائيندڙ اچي شيديءَ واري جاءِ تي ويٺو. تڏهن وڃي کيس پڪ ٿي ته هاڻي اهو شيدي موٽي نه ايندو ۽ نيٺ نبوءَ چونڪ جا چڪر لڳائڻ بند ڪيا.

جڏهن به اک ٿي کليس، اهو سمجهي سمهي پوندو هو ته اڃا هن ننڍڙي ننڊ ڪئي آهي. پسيل گاهه سان ايندڙ پساس سندس ناسون ساڙي رهي هئي. **اڇا ڪاري اونده ۾ ڪي، سندس اکيان، سندس چوڌاري.** ۽ ماڻهو اڇا سوڙو ڪنب ۾ ويڙهيو هو جنهن ڪوڏن کي ٽريون هڻندي نرم ۽ جهڻي آواز ۾ چيو ”اسين تنهنجي اوسيئڙي ۾ آهيون، نبو تون ٻن سالن کان سٽو پيو آهين ۽ اڃا به اٿڻ کان پيو لهرائين“ نبوءَ وري اکيون پوري ڇڏيون. پوءِ کوليائين ۽ ڪنب ڏانهن اک ڦيرائي، ان ماڻهوءَ کي گهورڻ لڳو. هو مونجهاري ۾ هو، ماڻهوءَ کان صفا پاهر. هڪ دفعو وري کيس ڇتاني ڏانئين ۽ نيٺ سڀالي ورتائين.

گهر جي پاتين کي پتو لڳي نه هو ته نبو هر ڇنڇر واري رات چونڪ تي ويندو هو ۽ جي کين خبر پوي ها ته چالاڪ ويندو هو ۽ هاڻي وڃڻ جو بند ڪيو هئائين ته پڪ اهو سمجهن ها ته گهر ۾ راڳ رنگ جو سامان اچي ويو آهي تنهن ڪري هو چونڪ تي نٿو وڃي. ٿيو هيئن جو نينگريءَ جي وندر لاءِ اسان به گراموفون وٺي ڇڏيو. هاڻي انکي سڄو ڏينهن چاپي پرڻ لاءِ هڪڙي ماڻهوءَ جي به گهرج هئي، سو ظاهر آهي ته اهو ماڻهو نبو ئي ٿي سگهي ٿو.

گهوڙن کي داڻو پاڻي ڏيڻ کان پوءِ، واندڪائيءَ ۾ هو اهو ڪم ڪري سگهيو ٿي. نينگري به ڏاڍي سڄي سان ويهي رڪارڊ پئي ٻڌندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن هوءَ رڪارڊ هلندي، پنهنجي ڪرسيءَ تان لهي، پٽ کي ٺهڪيندي، سٽيءَ ۾ جهومندي، اڳڻ ڏانهن رڙهي ڦهڪو وجهي ڪنديهئي. نبو وري ڇا ڪندو جو رڪارڊ تان سوئي هٽائي، پنهنجي جهونگار شروع ڪري

ڇڏيندو هو. جڏهن ٻهراڻين ٻري اسان جي گهر آيو هو ته اسان کانئس پڇيو هو ته هو ڪهڙو ڪرتو ڄاڻي. تڏهن ٻڌايائين ته رڳو ڳائي ڄاڻي. ڀلا ان سان اسان جو ڪهڙو واسطو. اسان کي ته اهڙو نوڪر گهربل هو جيڪو گهوڙا چاري. کيس رکيوسين ۽ سڄو ڏينهن پيو ڳائيندو هو، ڇڻ هو ڄاڻو ٿي ان لاءِ هو ۽ گانا ڳائي گهوڙن کي ريجهائي پنهنجو ڪم سولو ٿي ڪيائين. ٻهراڻين ته سڄو سال سندس اهائي ڪرت هئي. نمڻ جڏهن مورن گهر ڀاتين کي سورهن آنا ٻڪ ٿي وئي ته نينگري ڪڏهن به هلڻ لائق نه ٿي سگهندي، ڪنهن کي سڃاڻندي به ڪانه، سدائين اڌ مئل ۽ نوبڪلي رهندي تڏهن سندس ونڊر لاءِ گراموفون آندوسين. هوءَ تيستائين ڇهڙي ڪري پئي رڪارڊ ٻڌندي ۽ ڇت کي گهوريندي، جيسين ڪو پيو اچي کيس ڪرسيءَ تان کڻي وڃي سندس ڪمري ۾ ڇڏي. هوءَ ونڊر ۾ لڳي ته اسان تان به بار لهي ويو ۽ هو پوري سچائيءَ سان وقت سر گراموفون پيو چالو ڪندو هو. اها انهن ڏينهن جي ڳالهه آهي جڏهن نبو هر ڇنڇر تي چونڪ جا چڪر ڪاٽيندو هو. هڪ ڏينهن هو طنبيلي اندر پنهنجي ڪم ۾ رڌل هو ته گراموفون پرسان ڪنهن سڏ ڪيو "نبوا" دنيا کان بي خبر، اسين اڱڻ ۾ ويٺل هئاسين ۽ اسان کي ڪجهه ٻڌڻ ۾ نه ٿي ڪونه آيو. ٻر ٻئي دفعي جڏهن آواز آيو "نبوا" ته اسان ٻڌو ڪنڌ ورائي ڏٺا ڪئي سين: "نينگريءَ سان ڪنڌ پيو ڪير آهي؟" اسان منجهان ڪنهن چيو ته، "ڪير ٿي ڪونه آيو آهي اندر، مون ته ڪونه ڏٺو." ٻئي ڪنهن چيو، "اڙي آئون ٻڪ ساڻ ڏو چوان ته ڪنهن نبوءَ کي سڏ ڪيو آهي." پر جڏهن اتي اچي نهاريوسين ته فقط نينگري هٽ تي ويٺل ڏسڻ ۾ آئي ۽ پٽ کي ٽڪ ڏيو پئي هئي.

اهو پيو ڇنڇر هو جنهن تي نبوءَ ڏٺو ته شهديءَ جي جاءِ تي ڪو پيو تو تاڙي وارو اچي ويو آهي، سو سوير موٽي آيو ۽ سمهي رهيو. ان کان ٽي هفتا ڪن پوءِ سومر واري ڏينهن گراموفون وڄڻ شروع ٿيو ۽ نبو ان مهل طنبيلي ۾ هو. ٻهراڻين ته ڪنهن کي به ڳڻتي ڪانه ٿي پر جڏهن گهوڙن واري پاڻي ۾ پيل ٽت ۽ هٿ ڇنڊيندو، ڏاڍي لئه سان ڳائيندو، ڪارو همراه اسان ڏانهن وڌيو ته پڇيوسون، "تون ٻاهر ڪيئن نڪري آئين؟" ورائيائين "دروازي منجهان. آئون ته منجهند کان ٿي طنبيلي اندر هئس." "گراموفون پيو وڄي." "ڇا تون ٻڌين نه پيو؟" اسان جي پڇڻ تي نبوءَ چيو ته برابر هو ٻڌي پيو. جڏهن پڇيوسين، "ڇاپي ڪنهن پري آهي انڪي؟" ته ڪلها لوڏي جواب ڏنائين، "نينگري. هوءَ ته گهڻي وقت کان پئي ڇاپي پري ان ڏي ڇڏ ڪري."

سو سائين، اهو هو نبوءَ جو حال، ان ڏينهن تائين جيسين هڪ ڏينهن کيس طنبيلي اندر بند ڪري ٻاهران تالو هڻي ڇڏيوسين. هو منهن ڀر سڪل گاهه ۾ ويل هو ۽ نرڙ تي گهوڙي جي نال جو نشان لڳل هئس. کيس ڪلهن کان جهلي اٿاري ويهاريوسين، ته چيائين: "گهوڙي لت هڻي اٿم تنهن ڪري هتي پيو آهيان." پر سندس ڳالهيون ٻڌڻ جو اسان کي ڪهڙو لاچار هو. اسان ته چاهيو پئي ته هو اتي ئي مئل حالت ۾ اکيون ڦاڙي پيو هجي ۽ پلي پيو وات سان گاهه جهڙي ساڻي گجي ڪڍي. اها رات هن روئي، چرين وانگر ٻڪ ڪندي گذاري ۽ کيس تپ به چڙهي ويو. بار بار انهيءَ برش جي پڇا ٿي ڪيائين جنهن سان گهوڙن جي ايال کي سنواريندو هو. ٻئي ڏينهن اکيون ٻڌڻ شرط چيائين، "آئون ڏاڍو اڃايل آهيان." اسان کيس پاڻي آڻي ڏنو جنهن کي هڪڙي ڪُٽ ۾ اوتي، پر ٻيرا وري به وڌيڪ پاڻي گهرايائين. جڏهن ڪانئس پڇيوسون ته ڪهڙي حال ۾ آهي ته چوڻ لڳو: "پاڻيان ٿو ته مونکي گهوڙي لت هڻي آهي." اهو سڄو ڏينهن ۽ سڄي رات سندس وات تي اها واڻي هئي. سڄي رات ننڊ نه ڪيائين ۽ هنڌ تي ويٺو رهيو. چيائين ته گهوڙن جي گاهه چٻاڙڻ واري آواز سبب هو سڄي رات ڪونه ستو هو. گذريل رات سندس تپ به لهي ويو ۽ چرين وارا ڪم به نه پئي ڪيائين. باقي ڳالهائڻ کان بس ٿي نه ڪري ۽ اسان به رومال ويڙهي سندس منهن ۾ ڦاسي ڇڏيو. وات ۾ ويڙهيو هوندي به هن پنهنجو رڙنگهٽ جاري رکيو ۽ چوندو رهيو ته کيس گهوڙن جي ساهه کڻڻ جو آواز اچي رهيو آهي ۽ اهي **انڌا گهوڙا بند ٿيل دروازي جي مٿان ناسون هڻي پاڻيءَ لاءِ پيا واجهائين.** جڏهن اسان مانيءَ .ول سندس وات سان رومال ڪڍي ورتو ته جيئن ڪجهه کائي سگهي ته هو پوڙهي وڃي پٽ وٽ پنجي رهيو، اسان ڀانيو ته سمهي پيو آهي ۽ ٿي سگهي ٿو ته ٿوري جهٽ لاءِ سمهي به پيو هجي. ٻئي ڏينهن جڏهن اٿيو ته ڏٺائين ته پنهنجي هنڌ تي ستل نه هو. ٻئي چنگهون ٻڌل هئس ۽ ٻنهي هٿن ۾ به رسو ٻڌل هجيس جنهن جو ٻيو ڇيڙو طنبيلي جي لوهي

ڇپ سان ڦاٿو پيو هو. جانورن وانگر جڪڙيو پيو هو، ۽ وري به پنهنجو راڳ شروع ڪري ڇڏيائين.

هينئر نبو انهيءَ ماڻهوءَ کي سڃاڻي ورتو هو ۽ کيس چيائين: "مون توکي اڳ به ڪٿي ڏٺو آهي." ان ماڻهو چيو: "هر ڇنڇر تي تون ايندو هئين ڇونڪ تي مونکي ڏسڻ." ۽ نبوءَ چيو، "سچو آهين پر مون تہ سدائين انهن ٻئي سمجهيو تہ رڳو آئون ئي توکي ڏسان ۽ تو مونکي ڏٺو ئي ڪونهي." ۽ ان ماڻهوءَ چيو "مون توکي ڏٺو تہ برابر ڪونہ هو، پر ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ جڏهن مون اچڻ ڇڏي ڏنو تڏهن محسوس ڪيم تہ ڇڻ ڪنهن ماڻهوءَ ڇنڇر واري ڏينهن اچي مونکي ڏسڻ ئي بند ڪري ڇڏيو آهي." ۽ نبوءَ چيو، "تون تہ مونکي ڪونہ آئين پر آئون لاڳيتا ٽي يا چار هفتا اتي ويندو رهيس." ۽ ان ماڻهوءَ، جيڪو اڃا بہ اتي ئي ويٺل هو ۽ تريءَ سان گوڏا وڄائي رهيو هو، چيو، "بس آئون انهيءَ ڇونڪ ڏانهن مونکي وڃي نہ سگهيس جيتوڻيڪ پنهنجي لاءِ فقط ڪارائتي جاءِ اها هئي." نبوءَ اڃا بہ اهو تڏو ۽ گرجندڙ آواز پئي ٻڌو. هن گاهہ سان منهن ڪُٽيندي، انهيءَ وهڻ لاءِ سنبت ڪئي، پر ننڍ ايتري بہ مهلت نہ ڏني ۽ کيس هڪ دفعو وري پنهنجي جهوليءَ ۾ جهٽي ورتي. جڏهن کان گهوڙي لت ٽڪاءِ ڪرائي هئس، تڏهن کانوٺي نبوءَ سان اها حالت هئي. هو سدائين اهو آواز ٻڌندو رهيو:

**"اسان تنهنجي اوسيئڙي ۾ آهيون، نبو تون ايترو تہ ڊگهو وقت ستل رهيو آهين جو انجي ڪٿ ڪرڻ ڏکي آهي."**

شيديءَ جڏهن کان تو تاڙو وڃائڻ بند ڪيو هو، ان کان چار هفتا پوءِ نبوءَ گهوڙن جا ٻچ سنوارڻ لاءِ برش هٿ ڪيو هو. اڳي هو اهو ڪم نہ ڪندو هو. رڳو گهوڙن کي دائو پاڻي ڏيندو هو ۽ ان سان گڏ راڳ ڳائيندو هو. پر اربع واري ڏينهن جڏهن بازار ويو تہ اهو برش ڏسي پاڻيهي هٿ کي چوڻ لڳو، "اهو برش تہ گهوڙن جي ٻچ کي ڦڻي ڏيڻ لاءِ ڪارائتو آهي." بس اهو ڏينهن ۽ اڄوڪو ڏينهن اٽڪل ڏهہ پندرهن سال ٿي ويا آهن، ان ڏينهن کان هن گهوڙي جو ٻچ سنوارڻ لاءِ برش هلائيوئي ڇڏيو، تہ ٽڪاءُ ٿي ويس لت، نرڙ تي. گهرجي ڪنهن پاڻيءَ سندس چريائپ وارو حال ڏسي چيو هو: "جيڪڏهن لت لونڊڙيءَ ۾ لڳيس ها ۽ مري پوي ها تہ چڱو هو. گوڏ ۾ گهٽ ماڻس هيءَ ويڌن نہ ٿئي ها تہ سچي عمر چريائپ وانگر پنهنجو پاڻ سان ڳالهائيندو وتي." پر جنهن ڏينهن کانوٺي اسان کيس طنبيلي ۾ پوريو آهي، ڪنهن بہ ماڻهو سندس پوٽ نہ ڏٺو آهي. رڳو اسانکي خبر آهي تہ هو اتي ئي آهي، ڪوٺيءَ ۾ بند آهي پر ان ڏينهن کان وٺي نينگريءَ بہ ڪراسون فون کي هٿ ناهي لڳايو. نينگريءَ ڇا ٻئي ڪيو ۽ ڇا نہ ٻئي ڪيائين ان تي بہ اسان گهر وارن ڪڏهن ويچار نہ ڪيو. اسان نبوءَ کي انهن ڪٿي ساگهو ڪيو هو ڇڻ گهوڙو هجي. گهوڙي جي لت، هن جي مغز ۾ لانجهہ پوري کيس لانجهارو ڪري وڌو هو ۽ سندس نرڙ تي نشان اڀري آيا هئا

**گهوڙن طرفان ڏنل هڙڙي ڏنجن ۽ ايذائن جا: سندن وحشي پڻي جا.**

اسان هن کي طنبيلي جي ڇٽن پٺين اندر ڪٽ ۾ وجهي ڇڏيو. ڇڻ اسان بڪر پهہ ڪري ڇڏيو هجي تہ ٻلي هو پٺين سان منهن هڻي هڻي اندر ئي اندر پوسانجي پورو ٿي وڃي ڇو تہ اسين اهڙا ڦوري قاتل تہ هئاسين ڪونہ جو کيس هڪڙي ئي ڌڪ سان ماري ڇڏيون. چوڏهن سال گذري ويا ۽ هڪڙو ٻار بہ جوان ٿي ويو، جنهن چيو تہ کيس نبوءَ کي ڏسڻ جي ڏاڍي سڪ آهي. ۽ انهي در کولي ڇڏيو.

نبو پيهر ان ماڻهوءَ کي ڇتائي رهيو هو. "ڪنهن گهوڙي مونکي لت هڻي آهي" هن چيو ۽ ان ماڻهوءَ چيس "اها ڳالهہ تہ تون صدين کان پيو ڪرين ۽ هوڏانهن اسين آهيون جو تو لاءِ پيا واجهايون تہ تون بہ اچي آزاديءَ جا گيت ڳائيندڙن جي ٽوليءَ ۾ پيهہ." نبوءَ وري بہ ڪنڌ ڌوڻي، پنهنجي ڦٽيل نرڙ کي ڇڪل گاهہ ۾ هڻيو ۽ انهن پڇانيائين ڇڻ کيس امالڪ سموريون ڳالهيون ياد اچي ويون آهن. "اهو پهريون ڀيرو هو جڏهن مون ڪنهن گهوڙي جي ٻچ کي سنوارڻ لاءِ جتن ڪيا." هو ڪڇيو. ۽ ان ماڻهوءَ چيو: "اسان بہ انهن ئي گهريو تہ جيئن تون بہ گيت ڳائيندڙن ۾ اچي شامل ٿئين." ۽ نبوءَ ورائيو: "موکي اهو برش ئي نہ وٺڻ کپندو هو." ۽ ان ماڻهوءَ چيو: "نيٺ تون اهو ڳولهي هٿ ڪندين. اسان بہ فيصلو ڪيو آهي تہ تون وري اهو برش ڳولهي ڪڍ ۽ گهوڙن جا ٻچ اٿي سنوار." ۽ نبوءَ چيو: "انهيءَ کان اڳ تہ آئون ڪڏهن بہ هنن جي ٻويان ڪونہ آيس." ۽ اهو ماڻهو اڃا بہ ٽڌي ڌموني ڳالهائي رهيو هو، بي صبرو

ڪيئن ٿيو هو، چوڻ لڳو: "ٻـر نيٺ نوڻانجي پوڻان ٻهي رهيون ۽ کهوڙي نوکي لت وهائي ڪيڏي. اها ٿي ته هڪڙي وات هئي جنهن تي هلي توهان گيت ڳائيندڙن ۾ جاءِ والاري پيو سگهون." ۽ ڪنهن ڏاهه تي نه پهچندڙ انهيءَ روزاني ڳالهه ٻولهه جي ڏي وٺ تيستائين هلندي رهي جيستائين گهران ڪنهن چيو: "پندرهن سال ٿي ويا آهن جو ڪنهن در ني نه کوليو آهي." نينگري ويچاري (اڃا سمجهو نه ٿي هئي، سندس عمر ڏهن سالن کان چڙهي وئي هئي ۽ پيڙا سندس اکڙين جي ڇپرن سان ليٺا ٿي پاتا) ان سوال ويٺي پٽ ڏانهن نهاريو، جڏهن هن در کوليو. نينگري پنهنجو منهن پٺي پاسي ورائي تڏا ساهه کڻڻ لڳي. ۽ جنهن وقت هن در بند ڪري ڇڏيو تڏهن چيائون: "نبو ڏيڍ ۾ آهي. اندر هاڻي ڪابه چرپر نه رهي آهي. ڇاڻ ته ڏينهن پن ۾ مٺو ۽ اسين نه ڪجهه پڌائي سه ڪونه سگهنداسين سواءِ ان ڌپ جي جيڪا اندر هوندي." ڪنهن ٻي چيو: "اسين ته ڪڏهن ڏيکاري سگهون ٿا. ماڻي ته هو سڌائين ڪاٽيندو رهيو. وڏي ڳالهه ته آرام سان اندر پيو هو ۽ نه ٿي ڪنهن خفي ٿي ڪيس. هوئين پاسي کان اندر سوجهرو به مليس پئي." ۽ حالتون جيئن جو تيئن رهيون؛ رڳو ايترو ٿيو ته نينگري در ۾ اکيون اٽڪايو ويٺي هئي، ڪڏهن تڏا ساهه ٿي کنهائين ته ڪڏهن شوڪارا پئي ڀريائين. اسان ته ڪجهه به ڪونه چيو ۽ پنهنجن ڪمرن ڏانهن موٽي وياسين پر ايترو ياد آيو ته ڪجهه وقت اڳي ڪنهن اهو چئي پڌايو ته نينگري کي گراموفون چالو ڪرڻ اندو آهي. اهو سوچي اسين جاڳندا رهياسين ۽ ساڳيو ڪمل رڪارڊ پڌندا رهياسين جنهن ۾ اجڙيل پهارن جو روچ پڌڪو هو.

گذريل ڏينهن جڏهن هن در کوليو ته اندران ڪنهن لاش جي ڌپ وانگي ٿي. جنهن در پٽيو، تنهن کان رڙ نڪري وئي: "نبو! نبو!" پر اندران ڪنهن ورندي ڪانه ڏني. کليل دروازي وٽ هڪڙي خالي ٿالهي رکيل هئي. ڏٺئين ۾ ٿي پيرا انهيءَ ٿالهيءَ ۾ ماني رکي، دروازي هيٺان وٿيءَ وٽ ڇڏي هئي ۽ ٿيئي پيرا اها ٿالهي ڌلهي پئي پاهران ملندي هئي. اهڙيءَ ريت اسانکي اها خبر پوندي رهي ته نبو جيئرو آهي. پيو ته ڪو وسيلو ئي ڪونه هو. اندر چرپر به بنهه ختم ٿي ويئي ۽ راڳ پڳ به پڌڻ ۾ نٿي آيو. ۽ هن جڏهن در بند ڪري ڇڏيو ان کان پوءِ نبوءَ ان ماڻهوءَ کي ضرور چيو هوندو: "آئون گيت ڳائڻ وارن ۾ شامل ٿي نٿو سگهان." ۽ ان ماڻهوءَ پڇيو ته ڇو، ۽ نبوءَ چيو: "ڇاڪاڻ ته مون وٽ پائڻ لاءِ جتي به ناهي." ۽ ان ماڻهوءَ پنهنجو پير مٿي ڪندي چيو: "ان سان ڪهڙو فرق ٿو پوي. هتي ته ڪنهن جي به پير ۾ جتي ناهي." ۽ نبوءَ هن جي اگهاڙي پير جي ترىءَ ڏانهن نهاريو جيڪا ڇوڏيل هئي، ۽ پيلي ٿي چڪي هئي. "مون تنهنجي اوسيئڙي ۾ صدين جو سوداءُ ڪيو آهي،" ان ماڻهوءَ چيو. "اڃا هڪڙو پل مس ٿيو آهي گهوڙي جي لت کي،" نبوءَ ورائيو. "آئون منهن تي پاليءَ جا ٿورا چنڊا هڻي ٿو وڃان ۽ پوءِ گهوڙن کي چڪر هڻڻ لاءِ پاهر وٺي ويندس." ۽ ان ماڻهوءَ چيو: "گهوڙن کي تنهنجي وڏ ڪا گهرج ڪانهي. گهوڙا ته هتي رهيا ئي ناهن. توکي اسان ڏي هن ڏي اچڻو پوندو." ۽ نبوءَ چيو: "گهوڙن کي ته هتي ڏي هڻڻ گهربو هو." گهڻو ٿي هٿ رکي هو ڏورو مٿيرو ٿيو تڏهن ان ماڻهوءَ چيو: "پندرهن سال ٿي ويا آهن جو سندن سار سنڀال لهڻ وارو ڪو ماڻهو ئي نه رهيو آهي." پر نبو سڪل گاهه ۾ هٿوراڙيون هڻندي چيو: "برش ته اڃا اتي ئي ڪٿي پيو هوندو." ۽ ان ماڻهوءَ چيو: "هنن پندرهن سال اڳ طبيلو بند ڪري ڇڏيو هو. هاڻي ته هتي رڳو گند ڪچرو پيل آهي." ۽ نبوءَ چيو: "ايترو گند ڪچرو هڪڙي ڏينهن ۾ ته ڪٺو نه ٿو هوندو. جيستائين آئون برش نه ڳولهي وٺان تيستائين هرگز هتان پاهر ڪونه نڪرندس."

دو ڪي پهر ٿالو هڻڻ جي پٺي ڏينهن هن ڪي ورى به اندران ڪا چرپر ۽ ڪي اڻ وڻندڙ آواز پڌڻ ۾ آيا. ڪنهن ڌيان ئي نه ڏنو. دروازي تي اهڙو ته زور پيو جو چيچڙاٽ پئي ڪيڏائين پر ڪنهن به ڪين ڪڇيو. اندران جڏهن ڪنهن پالتو جانور جي زور زور سان ساهه کڻڻ جو آواز پئي آيو. پڇاڙيءَ ۾ ڪٽ چڙهيل انجڻ جا چيڪاٽ به پڌڻ ۾ آيا، اهي ٿمي پيا تڏهن نبوءَ پنهنجو مٿو پير لوڏيو. "جيستائين مونکي برش ملي، تيستائين گيت ڳائيندڙن ڏانهن نه ويندس." هن چيو "اتي ئي ڪٿي پيو هوندو." ۽ هن سڪل گاهه ۾ هٿ ٽنبي زمين کي رهڙون ڏيڻ کان کي اٿلائي پٿلائي پئي ڏٺو تڏهن ان ماڻهوءَ چيو "ٺيڪ آهي نبو. جي اسان ڏانهن اچڻ لاءِ تنهنجو اهو شرط آهي ته پهرين برش

هٿ ڪندين ته پوءِ پلي پيو اها جا ڪوڙ ڪر.“ هو اڃا به جهڪيو، سندس منهن تي صبر ۽ مايوسيءَ ڀريل فخر جي ڪراڙ ڇانيل هئي. لوهي ٽوپي کي جهليندي هو اٿيو ۽ چيائين، ”پلي پنهنجي ڪم کي لڳو پيو هج نبو نسان ته ڪير نه توکي روڪي.“

۽ پوءِ در بند ٿي ويو ۽ ڪوڙو ٿلهو متارو ڪارو شيدي نڪري نروار ٿيو جنهن جي نراڙ تي گهڻو لڳل هئا (جيتوڻيڪ پندرهن سال پورا ٿي چڪا هئا. سندس پڌل هٿ اپ ٿيا پر ڪيس ايذاءُ ٿيو جو اهي پندرهن سالن ڪان پڌل هئا . جڏهن هو ننڍو نينگر ڪارو ڇوڪر هو ۽ گهوڙن جي سار سنڀال لهندو هو ۽ اڳڻ ۾ ٻهڄڻ ڪان اڳ هو نينگريءَ جي ڀرسان لنگهيو، جيڪا ويٺل هئي ۽ گراموفون جي چاٻي ڏئي راتو ڪو سندس هٿ ۾ هئي (جڏهن نينگري سگهارو شيدي ڇڙٻل ڏٺو ته ڪيس ڪو ٻرائو لفظ ياد آيو). ۽ نبو ڪمري مان نڪري اڳڻ ۾ آيو ٿي تاتين اچي پهتو (طنبيلو کولهي نهڻ ڪان اڳ ۾)، هن جو ڪاهو لڳڻ شرط سمهڻ واري ڪمري ۾ پيل آرسي ٽٽي پرزا ٿي پئي هئي ۽ نينگري ڪيس ڏسڻ ۾ نه آئي (نه گراموفون وٽ ۽ نه ئي آرسيءَ اندر) ۽ هن منهن سڌي ڪري سڄ ڏانهن نهاريو، سندس اکيون ته کلن ئي نه، انڌن وانگر ٽاپا ڪاڻائين، (اندران پڳل شيشن جا ٽڪرا اچا پڌڻ ۾ آيا پئي) ۽ وائڙپ مان وٺي ڊوڙ پاتائين جڻ گهوڙي جي اکين تي ڪوپا چڙهيل هئا، هو بي خياليءَ وچان طنبيلي جو دروازو کولهي رهيو هو ڇاڪاڻ ته پندرهن سالن جي ٽيپ سندس حافظو چٽ ڪري ڇڏيو هو ۽ جبلت اڃا باقي هيس (انهيءَ ڏورانهين ڏينهن ڪان وٺي جڏهن هن گهوڙي جي پٺ تي ٻرش هٿ پنهنجي سڄي حياتي سورن ۾ وڃائي ڇڏي هئي) ۽ مجريل ڊگهو ٻٽجي ٻنهين مان ڀڪڙ ڪمري کي ڌاڪي، تنهن ۽ گهمسان ڪري نيٺ هو ٻنهين پاسي ڀڄي ويو (ور طنبيلو اڃا هٿ نه آيو هئس) ۽ جنهن طور ني ڪاوڙ منجهان هن آرسيءَ کي ڀڃي ڀور ڪيو هو، ان سان ڌرتي ني ليڙ ٻوٽ پائيندو، کسڪندو اڃا رڙهيو — اهو سوچيندي ته متان ڪنهن گهوڙي جي سٽ جي پاسي ئي ڪيس طنبيلي جو ڏس ڏني. نيٺ هن دروازي وٽ هٿ وجهي هنڌ ڪيو ۽ ڏاڍي تيڪ سان در کي ڌڪيندو، اندر وڃي منهن ڀر ڪريو. شايد موت جي پيڙا ورائي وني هئس، پر اڃا پنهنجي دوندريل وحشي اٿي جي سونجهاري ۾ هو، جنهن جي اثر هيٺ اڌ سيڪنڊ اڳ جڏهن نينگري ڏسي رڙ ڪئي هئي. گراموفون جي چاٻي ڪٽي هوا ۾ لوڏي رهي هئي، پر ڪرسي تان اٿڻ ڪان سواءِ، ڪيس چاٻي ڏيکاريندي، وچاريءَ فقط اهي ٻه لفظ چيا هئا، جيڪي هوءَ سڄي عمر ۾ سکي سگهي هئي. سمهڻ واري ڪمري مان هن رڙ ڪئي: ”نبو! نبو!“



* تاريخ جو ڪم اجا ختم ڪونهي ٿيو. هي هڪ وڏو پٿر آهي، جيڪو جبل تي اسان ڌڪي کڻي ويا آهيون. جيئن ئي اسان ان کي ڇڏينداسين ته ان جو بار اسان کي سيني تي لڳندو. جيئن ئي اسان آرام ڪنداسين ته اهو اسان جا مٿا ڀڃي ڇڏيندو. تاريخ جو ڪم اڃا ختم ڪونهي ٿيو.

(رسي - ڪي ناردر)

* اسپارٽا جي نموني جو هڪ پيالو جنهن تي ائٽلس ۽ پروميٿيس جون پيڙائون اڪريل آهن.

لاطيني ڪهاڻي

# ڪُئي

ڊورا الونسو

هوءَ سموري رات ساڻ ٻوڙندي، ان سوراخ منجهان نڪتي جنهن منجهان هوءَ هميشه نڪرندي هئي ــ انهن پراڻي ويگن هائوس ڪان شوگر فيڪٽري جي ڪرباني واري اسٽور ۾ داخل ٿي.

هوءَ ٿلهي متاري ڪُئي هئي جنهن جون اکيون هوشيار ۽ ڊگهو سنهڙو پڇ، تلهڙ وانگر هو. هوءَ ان پراڻي ويگن هائوس ۾ ڄائي هئي، ۽ انهن سڀني رستن ڪان ڀلي ڀت واقف هئي، جيڪي وڻن جي قطارن تائين ويا ٿي. هوءَ سمورن لڪل رستن ڪان واقف هئي، جيڪي جتين تائين هئا ۽ هوءَ نرم ۽ اونداهي ڌرتيءَ جي تهن سان به مانوس هئي، جنهن تي عمارت ٺهيل هئي، ۽ جتي ڏهاڙي رات جو هوشيار بازيگر وانگر، ترڪي داخل ٿيندي هئي، ۽ ڪاٺوڙي فرش جي سوڙهي ڏار منجهان نڪري، اسٽور تائين پهچڻ ۾ به مهارت هئس.

ان ڏينهن هن کي اسٽور جي ڀريل گوٺين جي ٽڙيءَ ۾ ڏاڍو مزو آيو. اتي دالين جي گهٽن ني قسمن جي گوٺين جا انبار لڳل هئا، ۽ ولت ٿذرڻ سان گڏ، انهن ۾ آلاڻ ۽ مٽڙڻ جي ڌپ پيدا ٿي وئي هئي. اتي تيل جو هڪ وڏو ڊرم به رکيل هو، جنهن ۾ هڪ ڀري وٽ تي هلندي هوءَ ڪري پئي هئي ۽ وڏن ڪشالن ۽ جاکوڙن کان پوءِ ٻڏڻ کان بچي وئي، نه ته پيا هيٺا ڪوئا گهڻن ڪوشش کان پوءِ به ڪناري تائين پهچي نه سگهندا هئا، ۽ ٻڏي مرندا هئا، ٻئي ڏينهن صبح جو سوير، انهن کي ڪيڏي اگڻ ۾ اڇلايو ويندو هو، جتي اڇلڻ کان ٿوري دير پوءِ، ڪوئن جي لاشن هيٺان سٽيءَ جو تهه ڄمي ٿي ويو ۽ ڪتلين ۽ ماڪوڙن جي دعوت جو بندوبست ٿي ويندو هو. اها ٿي حالت پنن جيتن سان

به ٿيندي هئي.

ان رات، اسٽور ۾ هن جي سڄيل پيٽ ۾ سمهيل ٻچن، پاسا ورائڻ شروع ڪيا. ان کان اڳ جو هوءَ دالين جي انبار منجهان پيٽ ڀرو دوزخ ڀري، کيس محسوس ٿيو، ته پيٽ ڦونڊيو پيو وڃيس. هن جا ٻچا هڪ هڪ ٿي ٻاهر نڪرڻ لڳا.

هن ٻنهنجي رهڻ جي جاءِ سڀ کان مٿي هڪ گوٺ کي بنايو، ڇو جو کيس پڪ هئي ته اتي ڪو ڇاڄو ڪونه رسندس.

هي ٻهريون موقعو هو جو سج اڀرڻ کان پوءِ هوءَ به اسٽور ۾ اندر ٿي هئي، ۽ ڏاڍي پريشان،

ڊنل ۽ خبردار هئي.

ٿوري ڪڙڪي ٿي ته هن ڇرڪ ڀريا، ۽ جسم ۾ ڌپ جي لهر ڊوڙي ٿي ويس، ۽ هوءَ ڏڪندي ننڍن ٻچن مٿان ٻانهن وڇائجي بيهي وئي. هر گهڙيءَ هوءَ فرش تي بوٽن جي کوري آواز تي دهلجي پئي وئي.

۽ جڏهن اسٽور جي دروازي واري قفل ۾ آواز پيدا ٿيو ته هن تي دهشت چڙهي وئي، ۽ هوءَ ڀڄڻ لڳي. ان سوراخ جي منهن وٽ پهچي وئي، جنهن کي هن چور دروازو بنايو هو. اتي پهچي هن محسوس ڪيو، ته هاڻي هوءَ ان سوراخ منجهان لنگهي نه سگهندي، ۽ واپس ٻچڙن وٽ پهتي. هن کي ڏڪڻي وٺي وئي ۽ پوڙهي مٺي، ۽ اکين ۾ چمڪ هئس.

ٻه قدم اسٽور ۾ داخل ٿيا، جن سان گڏ ٻه ٻيا قدم گهپ چڪ سان ڀريل هئا. ڊبر جي ٻڌيان، هن جي اکين ٻه ٻانهون ڏٺيون. هڪڙي هٿ ۾ ڪيف هئي، جنهن کي تارازيءَ واري پاسن ۾ وجهي هن چيو:

"گهڻو گهرجي؟"

"اڌ پائونڊ ــ اني سٺيون ــ خدا جي واسطي پورو تور."

عورت جو منهن هيڊو هو، ۽ هن جي اکين جي چوڌاري ڪارا دائرا هئا. صفا انهن ساڻهن وانگر جيڪي مل ۾ رهندا هئا. ڪُئي انهن سڀني کي سڃاڻندي هئي. عورت جون اکيون لاڳيتو تارازي کي گهوري رهيون هيون، ۽ مرد کي ان گهور تي ڪو اعتراض ڪونه هو، ڇو جو هن چاتو ٿي ته عورت جي فرشتن کي به خبر نه هوندي، ته هو ساڻهن کي ڪيڏي چالاڪي سان ڦري ٿو.

ڪُئي، اڌ ڪاٺل اکين سان وري عورت کي ڏٺو. هوءَ اڙنگي لباس ۾ هئي، ۽ هڪ ٻسارڙو هن جي سڪل ڇاتي چوسي رهيو هو. هن ڊڄندي ڊڄندي دڪاندار کان ڪجهه ٻيون شيون به گهريون.

دڪاندار، ننڍين ننڍين ٿڙين ۾ ٻڌل الاهي شيون ڪائونٽر تي رکيون، ۽ سائي پينسل سان لکڻ شروع ڪيائين.

"هاڻي توني ڏيڍ سئو ٿي ويا آهن. انهن نو لڳي ايندڙ فصل تي تو لاءِ ڪو نه بچندو."

هوءَ ٿورو جهڪي ۽ سودي وارو نفافو کڻي، پنهنجي خالي هٿ ۽ کير کان خالي ڇاتين جي وچ ۾ ٻڪوڙي ڇڏيو. دڪاندار ٿلهي ڪتاب واري ڪاتي ۾ لکڻ لڳو.

اها ڏهاڙي جي حالت هئي. اهڙيون گهڪليون اڇي، ڏنل قيمت کان ڪجهه گهٽ تور تي شيون وٺي وينديون هيون. شام جو

اسٽور جي دروازي تي وري قفل لڳندو هو، تڏهن ڪٿي، هر نظر اچڻ واري شيءِ ڪاٺ لڳندي هئي، ۽ انهن هنن جا ٻچا به پليا رهيا ۽ ماڻهو وانگر اهي به سگهارا ۽ ڪرتب باز ٿي ويا. هوريان هوريان هوءَ به پنهنجي سلامتيءَ واري آلڪي کان واندي ٿي هئي.

ڪئي ڪيترا پيرا پار ڇٽيا، ليڪن ڪان ٻاهر هاڻي هن جي اولاد جو گوڙ ڏينهون ڏينهن اسٽور ۾ وڌڻ لڳو هو. اسٽور جي هر شيءِ ۾ ڪوئن ۽ ڪاڪروچن جي ڏپ کهري وئي هئي.

وقت گذرندو ويو ۽ ورم ۾ پيل سٽيپ جو رنگ ڪوئن ۽ ڪاڪروچن جي اٿڻ ويهڻ لاءِ سبب ڪارو ٿيندو ويو.

گراهڪن جو ليکو، ٿلهي ڪتاب ۾ ٿي لکيل هو. ۽ ان اهڙي ڪا ڳالهه ضرور ٿي وئي جنهن جو اثر ٻوڙهي ڪئي، ان جي ڪٽنب، دڪاندار ۽ ڪيڙن ماڪوڙن تي پيو.

ڪڪ انهن هيلين شڪلين وارن سائين طرفان لڳو جن جي اکين جي چوڌاري ڪارا دائرا هئا. اهي سڀ جا سڀ ڪاوڙ ۾ لڏجي اسٽور ۾ داخل ٿيا. داليـن جي ڳرڻ سڙيل ڳوڻين، ڪيڙن ماڪوڙن ۽ ڪٺن جا گهرڙا، اک ڇنڀ ۾ ٽڙي پکڙي ويا. ڊکهي، پوانتـي، ڏپ واري اونداهي اسٽور ۾ روشني پکڙجي وئي.

ٿلهي ڪتاب جا پنا ڇيهاڙيون ٿي ويا. ڪتريل سوراخن واريون ڳوليون به انلاني پير ڪيون ويون، تسل وارو دڙو به اونڌو ڪيو ۽ دڪاندار به دسجي ويو. دڪاندار ۾ هٽ سيني ڪان ڇڙي ۾ ڳنڍيائون.



اسان سگهارن ماڻهن کان
گندي ضمير جي طلب نه ٿا
ڪريون. اسان ته چاهيون ٿا ته
هنن کي باضمير هئڻ گهرجي.
(پال مارڪ هينري)

# ڪروسس ۽ سولون

ليو ٽالسٽاءِ - سنڌيڪار: الطاف احمد

حضرت عيسيٰ جي جنم کان گهڻو گهڻو اڳ، ڪروسس نالي هڪ بادشاهه ڪنهن ملڪ تي حڪومت ڪندو هو. هن وٽ تمام گهڻو سون، چاندي ۽ ڪيتراني قيمتي هيرا ۽ اڻ ڳڻيا سپاهي ۽ غلام هئا. انهي ڪري هو سوچيندو هيو ته سڄي دنيا ۾ ڪوبه ماڻهو ڪانئس وڌيڪ خوش ۽ سکيو ڪونهي.

هڪ ڏينهن اتفاق سان، ڪروسس ملڪ جي ان حصي ۾ گهمڻ ويو، جتي سولون نالي هڪ يوناني فلاسافر رهندو هيو. سولون هڪ ڏاهي ماڻهو جي حيثيت سان پري پري تائين ايترو مشهور هيو، جو سندس نالو ڪروسس تائين به پهتل هيو. بادشاهه حڪم ڏنو ته سندس ملاقات سولون سان ڪرائي وڃي.

ممدي ۽ رعبدار پوشاڪ ۾ تخت تي ويٺي ڪروسس سولون کان پڇيو "تو ڪڏهن هن کان وڌيڪ شاندار شي ڏٺي آهي؟"

"بالڪل" سولون وراڻيو، "مورن، ڪڪڙن ۽ چڪورن جا رنگ ۽ خوبصورتي، جن سان ڪابه فني تخليق پڄي نٿي سگهجي."

ڪروسس ماٺ ۾ هو، ڄڻ هو سوچي رهيو هجي: "هي سڀ ڪجهه ڪافي ناهي؟ مان هن کي حيران ڪرن لاءِ ضرور ڪا ٻي شي ڏيکاريندس." انهي لاءِ هن سولون کي پنهنجي سموري دولت ڏيکاري ۽ انيڪ جنگين ۾ مارئيل دشمن ۽ پنهنجي سوڀن بابت ٻڌائڻ کان پوءِ پڇيائينس:

"توکي دنيا جو ڪافي تجربو آهي ۽ تون ڪيترائي ملڪ گهميو آهين. مون کي ٻڌاءِ ته تون سڀ کان وڌيڪ خوش ۽ سکيو ماڻهو ڪنهن کي سمجهين ٿو؟"

"مان سڀ کان وڌيڪ خوش ۽ سکيو غريب ماڻهوءَ کي سمجهان ٿو." سولون وراڻيو.

اهو جواب ٻڌي بادشاهه حيران ٿيو ۽ سمجهيائين ته سولون ٻڪ پنهنجي لاءِ پيو چوي. پر تڏهن به ڏاهي اها ڳالهه نڪائي ڪئي آهي.

"تون اهو ڪيئن ٿو چوين" ڪروسس وري پڇيس.

"ڇاڪاڻ ته ..." سولون جواب ڏنس، "مان جنهن جي ڳالهه پيو ڪيان، تنهن ٿوري سوکائي هوندي به سڄي عمر ڏاڍي محنت ڪئي آهي، سٺي نموني ٻارن جي پالنا ڪئي اٿس، پنهنجي شهر جي خدمت به ڪئي اٿس ۽ عزت ۽ احترام حاصل ڪيو آهي."

جڏهن ڪروسس اهو ٻڌو ته وڌيڪ پڇيائين:

"۽ منهنجي خوشيءَ کي تون ڪجهه به نٿو سمجهين. تون سمجهين ٿو ته مان ان ماڻهوءَ سان ڀيٽجڻ لائق به ناهيان، جنهن جي تون ڳالهه ڪري رهيو آهين؟"

انهيءَ جي جواب ۾ سولون چيو:

"گهڻو ڪري انهن ئي ٿئي ٿو ته غريب ماڻهو ئي آسودي ماڻهوءَ کان وڌيڪ خوش هوندو آهي."

بادشاه سولون کي ٻاهر ڪڍي ڇڏيو، ڇو ته هو سندس ڳالهين تي ناراض ٿي ويو ۽ انهن کي صحيح نٿي سمجهيائين.

"ايتري ڳالهه تي ايڏي گهٽتي!" هن سوچيو: "جڏهن ته هر ماڻهو خوشي ۽ سکون لاءِ جيئي ٿو." ۽ هن سولون بابت سڀ ڪجهه وساري ڇڏيو.

اڃا گهڻو وقت نه گذريو، ته بادشاهه جو پٽ شڪار تي ويو شڪار ڪندي پاڻ کي ئي ڦٽي ولائين ۽ مري ويو. ڪروسس کي وڌيڪ اهو به ٻڌايو ويو ته هڪ طاقتور بادشاه سائرس، سائس جنگ ڪرڻ لاءِ اچي رهيو آهي.

ڪروسس وڏو لشڪر ساڻ ڪري سائرس سان وڙهڻ لاءِ ٻاهر نڪري آيو. پر دشمن پنهنجي طاقتور هجڻ جو ثبوت ڏنو ۽ جنگ ۾ سوڀ حاصل ڪري ڪروسس جي سپاه کي ٽاڱا ٽاڱا ڪري، گادي واري شهر تائين ڌڪي آيو.

ان کانپوءِ ڌاريا سپاهي، ڪروسس بادشاه جي ملڪيت لٽڻ ۽ قتل عام سان گڏ شهر ۾ باهيون لڳائڻ شروع ڪيائون. هڪ سپاهي ڪروسس کي پڪڙي ورتو ۽ کيس خنجر هڻڻ وارو هو، ته بادشاهه جي پٽ، کيس بچائڻ لاءِ رڙ ڪئي:

"ان کي نه مار، اهو ڪروسس آهي، بادشاهه."

سپاهي ڪروسس کي گرفتار ڪري پنهنجي بادشاهه وٽ وٺي ويو. پر سائرس پنهنجي سوڀ جو جشن ملهائڻ ۾ رڌل هو ۽ ڪنهن به قيديءَ سان ڪونه ڳالهائين. البت ڪروسس لاءِ اڳ ئي موت

جي سزا جو حڪم ڏنـي ڇڏيو هيائين.

وچ شهر ۾ هڪ وڏي چونڪ تي سواهين چڪيا تيار ڪئي ۽ ان جي چوٽيءَ تي ڪروس کي ڪي ٻڌي باهه جو انتظام ڪيو.

ڪروس پنهنجي چوڌاري ڏٺو، پنهنجي شهر ۽ پنهنجي محل ڏانهن. ان کان پوءِ کيس يوناني ڏاهي جا لفظ ياد آيا. اوچتو سندس اکين مان ڳوڙها ٽمڻ لڳا ۽ فقط اهو ئي ٻئي چيائين: "آهه، سولون! سولون!"

ايتري ۾ بادشاهه سائرس به اهو نظارو ڏسڻ لاءِ اچي پهتو. هن پهچندي ئي ڪروس جي وات مان نڪرندڙ لفظ ٻڌا، پر انهن کي سمجهي نه سگهيو. هن ڪروس کي چڪي تان لاهي آڻڻ جو حڪم ڏنو ۽ کانئس پڇيائين ته اڳهوني ڇا چئي رهيو هو؟

"مان فقط هڪ ڏاهي ماڻهو جو نالو وٺي رهيو هئس، جنهن مون کي هڪ وڏو سچ ٻڌايو هو- اهڙو سچ، جنهن جي قيمت هر قسم جي ملڪيت ۽ اسان جي بادشاهي شان شوڪت کان مٿاهين آهي."

پوءِ ڪروس، سولون سان ڪيل، سموري ڳالهه ٻولهه سائرس کي ٻڌائي. سائرس کي اها ڳالهه دل سان لڳي ۽ سوچڻ لڳو ته هو باڻ وڏي وٽ آهي، پر نيٺ ماڻهو آهي ۽ کيس خبر ڪانهي ته سڀاڻي سندس لاءِ ڇا ٿيڻو آهي. نيٺ کيس ڪروس تي رحم اچي ويو ۽ هن جو دوست ٿي ويو.



مان اهو ماڻهو ناهيان، جيڪو ڏور اولهه جي دنيا تي اکيون کپايون ويٺو آهي ۽ ٺڏي دل سان ان ڳالهه جو فيصلو ٿو ڪري ته اولهه کان ڇا وٺان ۽ بدلي ۾ ڇا ڏيان. مان ڏيڻ وٺڻ پنهنجي ڪي ميڻندو آهيان. ٻڌ تر جي حالت ۾ ڪنهن جو به مقصد ٻڌرو ڪونهي ٿيندو. ائين ماڻهو هڪ عجيب غريب هستي بڻجي ويندو آهي.

# لڙڪ، گيت ۽ روشني

گلشن چنا

– "ڇا ڏٺو اٿئي انهي ڀينگيءَ
شاھر وٽ؟
ڪهڙا سک ماڻيندين ۽ هن سان
شادي ڪري.
چوِ اڇي ڪل ٽڙي اٿئي چوري!"

چلهه تي رکيل ڪٽلي مان
ڇانهه جي باڦي ڀڙڪو کاڌو
هن چرڪي هٿ سان اڇل
ڏيئي ڪٽلي جو ڍڪ لاٿو.
آڱرين تي سڙڻ جا اڇا داغ
ٿي پيس.
هڪدم آڱرين کي وات ۾
چوسي ٿڌو ڪيائين.
ڪن رکي. وري ويچارن ۾
ويڙهجي ويئي.
ڪيس ماءُ جا چيل اکر ڪنن ۾
پرڻ لڳا.

– ڇا ڏٺو اٿئي انهي ڀينگيءَ
شاهر وٽ؟
ڪهڙا سک ماڻيندين هن سان
شادي ڪري،
چوِ اڇي ڪل ٽڙي اٿئي......

ڪيس ۾ سيو ته هو زمين ۾ لهندي
پئي وڃي.
ماضي جا پولار –
ڪيس ياد اچي ٿي اها رات
جڏهين هو امر واري گڏي ۾
رکيو نن ڪمڙن ۾
"جاني" ڏي هلي آئي هئي.
۽ ڪالهه جانيءَ جي انهن اکرن
تي سندس دل "ڀروڻ" ٿي
پئي هئي.

– "ڳلان تون گهوٽ هلي وڃ،
سنهن جا پاڪ مونسان."
– "جاني مان گهوٽ هلي
وبندس ته تون ڏکيو ڪونه
ٿيندين."
"نه...."
– "پارن جي اسڪول جو ڇا
ٿيندو؟"
"مون کي ڪهڙي خبر؟"
"پوءِ مان توکي ۽ ٻارن کي
ڇڏي ڪٿي نٿي گهوٽ وڃي
سگهان جاني،
ڀلا ترسو ته مان مران
پوءِ لاڳيتو سنهن جو لاشو
ڪٺايو هلجو"

ڪيس لڳو ته وري سندس هٿ
ٿهڪندڙ ڪٽليءَ جي ڍڪ
سان لڳو آهي
۽ هن ڀيري سڙڻ جا داغ هٿن تي
نه پر سندس دل تي چٽجي
ويا آهن.
هوءَ ڇتاڻي جانيءَ کي ڏسڻ لڳي،
– "جاني! توکي ڇا ٿي ويو
آهي."
– مون کي جن ٿيو آ ڳلان،
– "ايڏو بيزار ڇو ٿيو آهين،
ڪارڻ؟"
ڪي مرڪندي "ڪارڻ پارڻ"
هو چپ ٿي ويو.
ڪن رکي چيائين
"تو ڪافي ولت ڪنان لکڻ
ڪهڻ ڇڏيو آهي جاني،
جڏهين تنهن جي لکڻ واري
ٽيبل جي ڪتي وسائل ڏسندي
آهيان ته سچ پچ ته آءٌ وسامي
ويندي آهيان."
"جاني! مان ميان ڏسي ته
تنهنجي الهوري ٻکهار اکٽ
گهر جون ميڪلو ڪمائڻ وارو
آءٌ برابر تو تي بار آهيان
پر جاني، ڇا ڪريان؟
پيار لاءِ پنهنجي ساٿڻ سان
ڪامل بغاوت
سچ پچين ته هاڻ آءٌ پاڻ کي
"بولبو" جي مريض ٿي سمجهان.
"تون خوش رهڻ جي ڪوشش
ڪندو ڪر.
جاني آئون "ڀاڙي وارن جا ٿانو
ڀهاري ڪري" توتان بار هلڪو
ڪندس تون هرويرو بيزار ٿي
مونکي ۽ ٻارن کي گهوٽ
موڪلڻ جو فيصلو ڇو ڪيو
آهي؟ جاني جيڪي ماڻهون
پيار جي شادي ڪندا آهن انهن
کي سڀ ڪجهه پنهن جي
ذات تي برداشت ڪرڻو پوندو
آهي."
"سڀ ڪجهه پر هيئنر مون ۾
برداشت جي ڪائي سگهه
ڪانهي رهي. مان ڏاڍو
ڏکجي پيو آهيان ڳلان."
"تون هرپرو بي همت نه ٿي
مان تنهن جي جنم جنم جي
ساٿي آهيان، مون تولاءِ
ڇا نه ڪيو آهي اهو
سڀ توکي ساريل آهي.
تنهنجي ڀيڻ ڀيرن وڏن وڏن
ماڻهن سان شاديون ڪيون.
۽ مون هزار مخالفتن جي باوجود
تنهنجي چونڊ ڪئي هئي
"مون توکي چونڊيو هو جاني"
خدارا مون کي ڏٺو نه ڪر
"مون کي مهڻو هاب نه ڪر
جاني، توکي خبر آهي ته مان
مان تنهنجا گيت "نند" ڪندي
آهيان."

هن ڇتاڻي ڳلان ۾ نهاريو
۽ ڳلان کي انهن ايلائيندي
۽ روئندي ڏسي
سندس دل برف جيان رجي پئي
هو ڪي ڪهڙيون چپ ٿي ويو؟
پار پئي ڪمري ۾ ستل هئا.
سقراط، مريم ۽ عيسيٰ
"جاني اڄ پار بس اٿين سمهي
پيا آهن."
"چو؟"
"تنهن جو موڊ جو ٺيڪ نه هو."
"سنهن جي موڊ کي ڇا هو؟"
"ڪڏهين اڪي اسه اٿين ٿيو
آهي ڇ؟"
"ڇا نه ٿيو آهي."

”توهان جو موڙ ٺيڪ نہ هجي ۽ گهر ۾ دانگي چڙهي“.
هن جون اکيون ٻٺر ٿـي پيون ڪيس پاسو تـہ هو ٻنڌ ٻهڻ ني وٺو. پوءِ هو ڪي کهڙيون سوچـي آهستي آهستي اٿيو ۽ گلان کي ”گهرانڙي“ پاڻـي چيائين سونکي اعتراف آهـي گلان سون پنهنجي پريشانين ۾ توکي شريڪ ڪري ”وڏو باپ ڪيو آهي.“
”وڏو باپ“...
هاڻ اٿين نہ ڪندم گلان
اٿين نہ ڪندم گـلان جا چپ ڦـڙڪـڻ لـڳا ۽ هـو اٿـي ”جاني، تو چانهہ بہ نـہ پيتي آهي.“
رڌڻي ۾ ڪٽلي چلهہ تي رکي گلان هيٺ ڪنڌ ڪري ويهي رهي ڪٽلـيءَ ۾ رکيل پاڻـي پڙڪو ڪاڍو گلان رني جـي پلاند سان ڪٽليءَ کي هيٺ لاٿو —
گلان چانهہ ڪٺي آئي تہ جاني جي ٽيبل واري بتي جي ”روشني“ ٻنن تي بکڙيل هئي، ۽ جاني ٽيبل مٿان ٿهڪيل هو. گلان جي اکين مان ٻہ لڙڪ ڪري پيا.



چيا اسين هڪ معيشت
اڏڻ جي خواهش رکون ٿا؟ پوءِ اچو تہ عوام کـي ٻـڌون اهي ڪير آهن؟ جن جو تعـداد گهڻو آهي ۽ اهي غريب ۽ بيمار آهن. انهن جا گهر خراب آهـن، ڪين تعليم پوري ڪانهي ۽ هو بيروزگار آهن. اسان کي انهن مسئلن تي ڪم ڪرڻ گهرجـي، ان کان وڌيڪ ڏيان ڏيڻ جهڙي ٻـي ڪا ڳالهہ نہ ڪونہ.
(هان شينگ)

ڪهاڻي

# بادشاه واري دل

آزاد جتوئي

بادشاهه خط لکي رهيو هو ۽ مان ريڊيو ٻڌي رهيو هوس. خطن وارو سلسلو اوچتو ختم ڪري چيائين، ”چوڪسرا ريڊيي جو آواز وڌاءِ“ ... هن جي پسنديده ڪلام هو، دل کولي ريڊيو ٻڌائين.

مون ريڊيي تان ڌيان هٽائي صبح واري اخبار شام جو پڙهڻ لڳس. هو ريڊيو ٻڌي وري لکڻ لڳو پر جلدئي لکڻ تان توجهه هٽائي مون ڏانهن منهن ڪري چيائين، ”ٻڌو اٿئون ته طبي ماهرن هٽرادو دل ڏاهي ورتي آهي؟“

چيم ”ها“

چيائين ”هون“

هو وري لکڻ لڳو. ڪجهه دير ڪانپوءِ وري چيائين، اها دل اسان جي ملڪ ۾ ڪڏهن ايندي؟ ملڪ اهڙي سستي جو هرڪو ماڻهو خريد ڪري سگهي؟

چيومانس، بادشاه سلامت - مان نه ڊاڪٽر آهيان نه ڪو سائنسدان. حسابن جو معمولي ماستر آهيان. تنهنڪري سواءِ حسابن جي ٻيو ڪجهه به نٿو ڄاڻان. دل جي معاملي ۾ مان واڪ ڪورو آهيان.“

بادشاهه ٽهڪ ڏنو، چيائين ڪنهن نه ڪنهن طرح مجبور ته سڀ آهيون. پر خير ٻڌاءِ نيوشن ڪهڙي وقت ويندين؟

چيومانس. ”اڄ ڪلاڪ ڪانپوءِ هليو ويندس.“

بادشاه اڄ ٿورو موڊ ۾ هو، چيائين، ”ٻارڙن کي ڇا پڙهائيندو آهين؟“

چيم - ”بس اهو حساب ڪتاب ... ٻيو ڇا ؟“

چيائين- ”ڪڏهن پنهنجي زندگي جو به حساب ڪتاب ڪيو اٿئي ؟ مون ان جو جواب ڏيڻ لاءِ سوچيو ئي ڪونه ته پاڻ ٻورچيخاني ڏانهن هليو ويو ۽ ڪهڙي ڪن ۾ چانهه ٺاهي ڪٺي آيو. چانهن ٽيبل تي رکي چيائين اهي زلزلا ڇو ايندا آهن؟“

سندس اهو سوال به سندس لاءِ ڏاڍو انوکو هو ڪيس ياد ڏياريم ته مان رڳو حسابن جو استاد آهيان. جاگرافيءَ جو نه.!

ٿورو ۾ کهنج وجهي چيائين ”زلزلا رڳو ان ڪي ڪونه ٿو ڇنڊي جنهن سان ڌرتي ڊانوانڊول ٿي ويندي آهي. سيان زلزلا پيا به ٿيندا آهن.“

چيم، ”سرڪار مون کي خبر ڪانهي.“

بادشاهه ڏاڍو بردبار ۽ کهرو آهي. ڪجهه بحث ۾ پوڻ ناهي چاهيندو تنهن ڪري ڳالهه بدلائي چيائين. ”ڀلا رات تنهنجي لاءِ ڪهڙي ماني تيار ڪريان.“

چيم، ”مرغي.“

چيائين،”اها وري ڇا ٿيندي آهي؟“

چيم، ”پنهنجي وارا ان کي ڪڪڙ به چوندا آهن.“

چيائين، ”اسان واري دال ڪا مرغيءَ کان گهٽ آهي ڇا پر خير — تون حسابن جو استاد آهين نه — تنهنجي لاءِ اها ضروري آهي.

صبح جو هر روز بادشاه اخبار پڙهندو آهي. اخبار ڪانسواءِ بستري تان به ڪونه اٿندو آهي. اڄ صبح به انين ئي ٿيو، جيئن ئي اخبار پهتي پڙهڻ شروع ڪري ويو. ٿوري دير ڪان پوءِ مون کي حڪم ڪيائين ته مان فورن بستري تان اٿي، هٽ منهن ڌوئي سندس خدمت ۾ پيش ٿيان.

هٽ منهن ڌوئي آيس ته چيائين. ”اڄ اخبار ۾ هڪ اهم خبرآهي. ٻڌاءِ ته ڪهڙي آهي؟“ مون اخبار کي پڙهڻ شروع ڪيو هڪ هڪ سٽ ڏسڻ کان پوءِ به مون کي اهڙي خبر نظر ڪانه آئي. جنهن کي اهم چئجي پوءِ مون بيزار ٿي چيو. ”سرڪار سواءِ هن نينگري جي مون کي اخبار ۾ ڪابه اهم خبر ڪانه ٿي اچي.“

چرڪي پيو. ”چيائين ڪهڙي نينگري؟“

عرض ڪيم. ”اها نينگري جنهن شهر جي فيشن شو ۾ پهريون نمبر کنيو آهي.“

بادشاه تپي باه ٿي ويو. ”چيائين وڏو ڪو نالائق آهين.“

چيم. ”برابر“.

پوءِ بادشاه پنسل کڻي هڪ اهڙي خبر تي نشان لڳايو جيڪا سنگل ڪالم ۾ پن سٽن جي هئي ۽ بغير عنوان جي.

اخبار منهن ۾ اچلائيندي چيائين، ”پڙهه انڌا.“

اها خبر پڙهيم، لکيل هو، ”شهر جي گندي نالي مان هڪ خوبصورت ٻار هٿ آيو!

چيو مانس. ”سرڪار صحافتي نقطه نظر کان ان خبر جي ايتري اهميت ڪانهي. جيتري هن فيشن شو واري نينگريءَ جي آهي. اجايو اسان اٺ جيڏن نوجوانن کي پريشان ڪيو اٿو.

بادشاه اخبار رکي ٻورچي خاني ڏانهن ولڙيو ۽ ويندي ويندي چوندي ويو. ”اٺ کي اجايو بيوقوف چيو ويندو آهي.“

هڪ ڀيري سخت بحث مباحثي ڪانپوءِ چيائين، ”ماستر تنهنجو مطالعو سخت ڪمزور آهي مهرباني ڪري وڌيڪ پڙهه. جيڪڏهن توهان ماسترن جي اها حالت رهي ته ڏاڍو حرج ٿيندو.

چيومانس، ”حساب جي ماستر لاءِ روزانو حساب جي مشق ڪرڻ ئي بهتر آهي. جاڪاڻ ته حساب جو بهترين استاد هن صنعتي شهر ۾ ٻارن کي حساب جي ٽيوشن ڏئي ڪافي پئسا ڪمائي سگهي ٿو. توهان وانگر بيڪار جا پئسا ڪتابن وٺڻ. مطالعي ڪرڻ. هڪ هڪ ڳالهه تي سوچ ويچار ڪرڻ ۾ وقت نٿو وڃائي بادشاهه وڌيڪ بحث ڪرڻ ٿي وڃڻ چاهي پر ان بحث هلندي هڪ دلچسپ ڳالهه ڪولي چيائين. ”پلا ٻڌاءِ شادي ڪهڙي سال ۾ ڪئي اٿئي.“

چيم جڏهن مان چانو هئس ته منهنجي زال جي عمر ويهه سال هئي، جڏهن مون شادي ڪئي ان وقت منهنجي عمر پندرنهن سال هئي“ بادشاهه ڏاڍو کليو چيائين. اهڙي انداز ۾ ڳالهه ڪرڻ چڻ ٿي رقمي جو حساب ٻڌائڻ آهي. جنهنڪري ته اها شادي تنهنجي چمڻ ڪان اڳ باقائده طئه ٿيل هئي.

بادشاهه چيو. ”جنهن ته توهان جا والدين ايشين ڪونين جا ماهر آهن“.

چيم: ”اهو وري ڪيئن!“

چيائين: ”اهو ان ڪري جو هنن کي اها خبر هئي ته اڄ جي نوجوان ڇوڪري پورن پندرهن سالن ڪانپوءِ تنهنجي گهر واري ٿيندي. پر خبر جانهه ڪا هئي ڪٿي اچ“.

بادشاهه چانهه پي رهيو هو. چانهه پيئندي هن کي ڪو خيال آيو. چيائين ”ماهرن جي رپورٽ آهي ته دنيا ۾ ڪروڙين انسان بکئي پيٽ زندگي گذارن ٿا“

چيم. ”مون به ٻڌو آهي.“

چيائين ”پوءِ تون ان ڏک ۾ ڪڏهن هڪ ويلو به گهٽ کيو آهي؟“

”چيم ”مان ڇو گهٽ ڪريان. اسان وٽ ته ان جا گنج لڳا پيا آهن.“

چيائين ”برابر برابر“.

ٻئي ڀيري بادشاهه کي هڪ زبردست تقريب ۾ بنهه پوئين سيٽ تي ويٺل ڏٺم پرسان اچي چيومانس ڪيئن ٿا پانيو. نوجوانن جي همت. ڪيڏو فنڪشن ڪيو اٿن.“

چيائين، ”ها، ڏسي رهيو آهيان نوجوانن جو فنڪشن جنهن جي صدارت ملڪ جو تمام وڏو صنعتڪار ڪري رهيو آهي.“

چيم، ”ڳالهه صنعتڪارن جي ناهي. ڳالهه ان جذبي جي. جنهن هيٺ نوجوان بک ۽ بيروزگاري کي ختم ڪرڻ لاءِ گڏ ٿيا آهن. توهان ٻڌو ڪونه سيٺ صاحب ٻن نوڪرين ڏيارڻ جو واعدو ڪيو آهي.“

بادشاهه چيو. ”مان سمجهان ٿو اڳتي هلي ملڪ جا سيٺي صنعتڪار ۽ سياستدان اهڙين تقريبن ۾ پرورش وٺندا. ملڪ جا هي ماڻهو اڪيلهه زندگي گذارڻ جا جديد طريقا ڳولي رهيا آهن“

پوءِ ته بادشاهه الائي ڇا ڇا چوندو ويو. جڏهن گهر آياسين ته بادشاهه چيو، ”يار اهي هٽرادو دل اسان جي ملڪ ۾ ڪڏهن ايندي“

چيم. ”ڪا خبر ڪانهي.؟ پر ڇو توهان اهڙين دلين جو ڪاروبار ڪندو ڇا.؟

چيائين ”نه مان ته اهڙي دل خريد ڪرڻ چاهيان ٿو.

چيم. ” ڇو، توهان جي سيني ۾ ته هڪ اهڙي ڌڙڪندڙ دل آهي. جيڪا گهڻو ڪجهه محسوس ڪري ٿي، انسانيت لاءِ تڙپي ٿي.“

چيائين. ”دلبر-منهنجي اصلي دل پل پل جا سور سهي ختم ٿي چڪي آهي. هن ڪري سوچيان ٿو ته اهڙي هٽرادو دل هٿ ڪريان جيڪا درد کان اڃي هجي.

## مطالعي جو مزو

عالمي ادب جي تقدس واري ڪتاب گهر جا دروازا هر کولا واري لاءِ کابل آهن ڪنهن کي به ان جي ڏيل ڪان ڊپ نه ڪرڻ گهرجي ڇو ته ڏيل جو ان سان واسطو ڪونهي. ڪجهه ماڻهو سچي حياتي لاءِ درجن کن ڪتابن کي ئي ڪافي سمجهن ٿا ۽ ڪتابن جي ان ٿوري تعداد هوندي هو حقيقي پڙهندڙ ٿين ٿا. ڪي ماڻهو اهڙا به آهن جن سڀ ڪجهه گهوٽي پي ڇڏيو آهي. هو ڪنهن به عنوان تي ڳالهائي سگهن ٿا، پر سندن اها محنت ڪارائتي نه ٿي ٿئي. ڪارڻ اهو آهي ته تعليم لاءِ هڪ بنياد گهرجي. ڪردار جيڪڏهن اهو بنياد موجود ناهي، يعني تعليم جي هٿ ۾ اها شيءِ ڪانهي، جنهن کي گهرڻ آهي، سو چاڻ ته حاصل ٿي ويندي پر محبت يا زندگي هٿ نه اچي سگهندي.

(هرمن هيس)

# اسپين جي شهر قرطبا ۾

اشفاق احمد — سنڌيڪار: الطاف شيخ

سفرنامي "عرش منور" تان)

اسپين جو ڏاکڻو علائقو اندلس جنهن تي عربن ست سئو سالن کان به مٿي حڪومت ڪئي ۽ سندن تهذيب جا اڃا به ڪي نشان ملندا. ان جي شهر قرطبه ۾ مسجد ڏسڻ لاءِ آيس پر شام تائين چوڪيدار مسجد کي لڳل تالو نه کوليو. ساڳئين دل شڪسته ڪندو رهيو ته ڏسي ڇا ڪندين. شام جو چئين وڳي کانپوءِ ڪلف ڪولينداسين پر اندر ته اونده ڪانپوءِ لڳي پئي آهي. نظر ته ڪجهه به نه ايندو. آخر موٽي گهر آيس. شام ڌاري نڪرڻ مهل منهنجي مسواڙي گهر جي مالڪڻ جي ڌيءَ ايزابيلا بل فائيٽ ڏسڻ لاءِ ايڏو ته زور ڀريو جو مجبور ٿي مون کي هن سان گڏ وڃڻو پيو.

نمائش گاهه پراڻي نموني جو هو ۽ منجهس ڪم ڪندڙن جون ورديون اهڙيون سهڻيون ۽ صاف سٿريون نه هيون جهڙيون ميڊرڊ جي "پلازا دي لوروس" جون آهن. بڪنگ آفيس ۾ به ڪا اهڙي رش نه هئي ۽ اسان کي بنا ڪنهن تڪليف جي ٽڪيٽون ملي ويون. گيٽ ڪيپر جي پرسان ايزابيلا وهائڻ جي ڏيک سان پئي چگهرڙا وهائي ڪيدي مون کي ڪنڌ لاءِ ڏنا ۽ هاڻ اڳيان اڳيان هلڻ لڳي. اندر پهچڻ سان ڪيترين ئي زالن ۽ ڇوڪرين گهيري رهيون هيون پر اڪ نيٽ ڪري جهڙو قسم جا قرطبي جنهن شوق ۽ خلوص سان ايزابيلا جي ٽنگن جون ٽيون ڏسي رهيا هئا اها ڳالهه مون لاءِ فخر کان گهٽ ڪٽي هلڻ لاءِ ڪافي هئي ته سڀ کان سهڻي ڇوڪري مون سان گڏ هلي رهي آهي. جيتوڻيڪ منهنجي هلڻ ۾ پهلي ۽ وري ڦڙتي نه هئي پر منهنجو ميڊيل ڪنڌ پيڊائي رهيو هو ته ڪو بهادر بل (BULL) اکڙي ۾ کهڙي رهيو آهي

اسان پنهنجي وڃائڻ وارن جي بلڪل سامهون وهڻ لاءِ جاءِ چونڊي ۽ گيلريءَ تي پنهنجا پنهنجا وهاڻا رکي مٿان چڙهي ويٺاسين. پنجن ۾ ڪي ٿورا منٽ باقي هئا. اکاڙي ۾ ننڍا ننڍا ڇوڪرا نئين فلمن جا اشتهار پنهنجي ڪڇيءَ ۾ وجهي هيڏانهن هوڏانهن گهمي رهيا هئا. مون گيٽ وٽ هڪ ماڻهوءَ جي قد کان به وڏي شيشي گول گهمي رهي هئي. ان ۾ اسپيني ۽ فرانسيسي ٻولين ۾ لکيل هو "هميشه پابلوش ۽ نيج اسڪاچ پيئندا ڪريو." اوچتو ان شيشيءَ جي دريءَ جو هڪ طاق ڪري پيو جنهن جي پٺيان گوڏن تائين ڪاري ڦاٽل پتلون ۾ وڙهيل ٻ ٽنگون نظر آيون. سڀ ماڻهو ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳا. پر انهن مڙني ۾ پياري کل ايزابيلا جي هئي جنهن جي پورهل چپن تي ڪومل مرائين تــه سنبڙي ويــا جيئن وائلن جي سنهي تار تي گز جي رهــڙ اچي وڃي. بوتل هڪ هنڌ بيٺي. ماڻهو ٻاهر نڪتو ۽ پٽ تي ڪريل طاق کڻي وري شيشيءَ اندر گهڙي ويو. دري هاڻ چڱي طرح بند ٿي وئي ۽ شيشي وري گول ڦرڻ لڳي.

پوري پنجين وڳي بيوگل وڳو. تماشگاهه جو وڏو دروازو کليو ۽ گهوڙيسوار اکاڙي منجهه داخل ٿيا. گهوڙن کي گڏ گڏ وٺي هو صدر محفل جي سيٽ جي سامهون اچي بيٺا ۽ صدر کان سانن جي وڏن جون ڪنجيون گهريون. صدر ڪنجين جو ڇڳو هوا ۾ اڇلايو ۽ هڪ گهوڙيسوار پنهنجي ٽوپي اڳيان ڪري ڪنجيون ان ۾ جهلي ورتيون. پٺي واپس روانا ٿيا ته بگل هڪ دفعو وري وڳو ۽ ماتادور (MATADOR) پنهنجن همراهن سان گڏ اکاڙي ۾ داخل ٿيو. سندس پٺيان پاسن کان نائين ۽ سهدي ٽولي جا ڦڙتيلا ۽ چالاڪ نوجوان هئا. ڳاڙهي، سونهري ۽ نارنگي رنگ جا ڪپڙا پهريل هو پنهنجون ڪاريون ٽوپيون مٿي ڪري اسان کي سلام ڪرڻ لڳا. اسان ان جو جواب زور زور سان تاڙيون وڄائي ڏنو.

هي ننڍڙو جلوس اڃان اکاڙي کان واپس نڪتو ئي مس ته توتاري جي آواز تي سامهون دروازي جو ڦاٽڪ کليو جنهن سان هڪ ڪارو متارو سان لوهه ڪري اکاڙي اندر گهڙيو.

هن بالڪل وحشي نما جانور جي اکيان آکاڙي جا ڦڙتيلا ۽ چالاڪ نوجوان سان کي چٽو ڪرڻ وارو پنهنجو پنهنجو ڳاڙهو ۽ نارنگي رنگ جو ڪپڙو کڻي ڪاٺين جي مضبوط لوڙهي پٺيان وڃي لڪا. سان آکاڙي جي هر ذرا مٽيءَ کي پنهنجن اکين ڪرن سان ڪونيو. ناسون گوڏن تائين جهڪي پوءِ جهوني سان پنهنجن چهنبدار سڱن سان فضا کي چيريو ۽ تماشائين ڏي ڏسڻ لڳو. اپتري ۾ هڪ نوجوان هشياريءَ سان ان لوڙهي جي اوٽ سان ٻاهر نڪتو. ڇاتيءَ اکيان ڪپڙي کي لوڏي هڪ خوفناڪ رڙ ڪئي. سان توب جي گولي وانگر هن ڏي وڌيو. ايزابيلا گوڏن تي رکيل ٻنهي هٿن جون مٺيون ڀيڙي هيون چپ ڪڍي ڏندن وچ ڏنو. سان جي ويجهو اچڻ تي نوجوان کاٻي پير تي گول گهمي ويو ۽ سان موسيقيءَ ۾ هن جي پاسي رهڙبو ٻري هليو ويو. پٺي سنهه تان هڪ ٻيو جوان لٿو. اڃان هن ڳاڙهي رومال کي چڱيءَ طرح لوڏيو ئي مس ته سان جبل تان گهرڪندڙ پٿر واري تيزيءَ سان هن جي مٿان اچي پڳو. خدا کي خبر ته هن ڪهڙي انڪل ڪئي جو سان ته اکيان نڪري ويو پر ان جي اڏايل ڌوڙ ۾ پاڻ هٿ منهن ڀر پٽ تي وڃي ڦهڪو ڪيائين. سل جي واپس اچڻ کان اڳ ٽيئين ساٿيءَ لوڙهي وٽ بيهي ڳاڙهو ڪپڙو لوڏيو ۽ سان اکيان وڌي ڪاٺ جي تختن کي ايڏو ته زور سان ٽڪر هنيو جڻ ڪو لوهي گولو لڳو. ڳاڙهو ڪپڙو ڏيکارڻ وارو همراهه ٻن تختن جي وچ ۾ ڇپنجندي بچو.

سان جي هر ڪاهه تي تماشائي پنهنجين پنهنجين جاين تان ٿي چار انچ مٿي کڄي ويا ۽ بي اختيار رڙ ڪري "اولي" ڏي چيو. ايزابيلا جي حالت خراب ٿي رهي هئي. جوش ۾ اچي ڪڏهن ڏند ٿي ڀڪوڙيائين، ڪڏهن اکيون ڏي چنڀيائين ڪڏهن مٺيون ٿي ڀيڙيائين، ڪڏهن وري سون ڏي ڏسي سرڪڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائين.

مڙيئي پنجن منٽن تائين هي کيل جاري رهيو. ان کان پوءِ ٻه گهوڙيسوار ڀالا کڻي آکاڙي ۾ گهڙيا. انهن جا گهوڙا مرضيل قسم جا هئا. ۽ انهن جي گوڏن تائين انچ ڇهه انچ ٿلهي واڻ جي خرجين لڙڪي رهي هئي. ٽنگن تائين ڪاٺ جو کوپو چڙهيل هين ۽ مٿي تي سولا هيٽ قسم جو ٽوپلو. جيئن ئي اندر اچي آکاڙي جي پٽ سان لڳي بيٺا ته مست سان ڪاوڙ مان انهن ڏي وڌيو ۽ پوري ڪس سڄي طاقت سان گهمائي گهوڙي تي وار ڪيو. واڻ جي ٿلهي ٿاڪ ڪري سان جي سڱن جون چهنبون گهوڙي جي جسم ۾ کپڻ بدران ڪپڙي تائين ترسي بيون. ٽوپي واري همراهه وجهه ڏسي سان جي پٺ ۾ پنهنجو ڀالو لنگهائي ڇڏيو. سان ان ڏک جو تاب نه جهلي ڏورو لڏيو، گهوڙي کي ڇڏي پنهنجو منهن موڙي زبان سان زخم کي چٽڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو. پر سندس منهن پٺيءَ تائين پهچي نه سگهيو. پوءِ وري شايد ان خيال کان ته پنهنجي ڏک جو بدلو پٺي سوار کان ورتو وڃي، هن پٺي گهوڙي سوار ڏي لوهه ڪئي. اتي ٻيهر هن سان اهائي ويڙهه ٿي ۽ پهرين زخم ۾ هڪ ٻيو ڀالو گهڙڻ ڪري هاڻ اتان نڪرندڙ اچي چرٻي ٻيه صاف نظر اچي رهي هئي.

ٻيو کل جهڙو توتارو وڳو، گهوڙا واپس هليا ويا ۽ ڦڙتيلا ۽ هوشيار نوجوان پنهنجا پنهنجا ڪپڙا (ڳاڙها جهنڊا) ٿي ڦنڊيل سان، سان وري کيڏڻ لڳا. پر هاڻ سان ۾ اها پهرين واري هستي مستي ۽ جوت نه رهي هئي. حملو ضرور ڪيائين ٿي پر ڪپڙي لوڏڻ واري همراهه جي پرسان گذري وري پنهنجي ڦٽ کي چٽڻ جي ڪوشش ٿي ڪيائين جنهن ۾ هڪ ٻه چڪر ڪاٽي ٿي ويو.

ترتارو وري وڳو ۽ سنهڙي جسم جا ٽي ٻيا جوان ڇوڪرا هٿن ۾ وال کڻي ڊگهيون لوهه جون شيخون کڻي اندر آکاڙي ۾ آيا. انهن گرزن تي رنگ برنگي لغڙاٽي پنيءَ جون جهنڊيون ۽ جهالرون ڏهيل هيون. گرزن جون چهنبون لهندڙ سج جي روشني ۾ شيشي وانگر چمڪي رهيون هيون. آکاڙي جي وچ هر هڪ پنهنجين ٻنهي شيخن کي مٿي جهلي سان کي پاڻ ڏي للڪاريو، ۽ سان هنن ظاهري طرح ڪمزور انسانن کي ڏسي ناس مان ٻاڦ ڪيندو پوري رفتار سان هڪ ڏي ڊوڙيو. سان جڏهن ڇهه انچ کن جي فاصلي تي هو ته ان نينگر پنهن تي اپو ٿي ٻل ڏنو ۽ حوض ۾ ڊانيو لڳائڻ واري نموني سان پنهنجي چيلهه کي هوا ۾ لوڏو ڏئي پٺي شيخون سان جي ڦٽيل پٺ ۾ کوڙي ڇڏيون. ڏسڻ ۾ ته ائين صاف پئي آيو ته سان ان ڇوڪري جي رانن ۾ سڱ وجهي ٻاهر ڪڍاري ڏي اڇلائي ڇڏيندو. پر خبر ناهي هن ڪهڙي سرڪس ۾ نوڪري ڪئي هئي جو ٻنهي ساٿيل ٽنگن کي مڇيءَ جي ڏڪ وانگر اٿي ڊوڙي ٽپ ڏنو جو سان جي پٺن

تڪن وٽ اچي ڪريو. سان مستن وانگر اکاڙي ۾ گهمي رهيو هو. هن ۾ نئي دلعا وري پوٽ اٿيان ڪري پٽ سان انهن لوهي شيخن ۽ ٻلن کي ڪيڏ يا ڦٽ ڪي ڇڻ جي ڪوشش ڪئي ...ر ڪنڌ ۾ ابتري لچڪ پيدا ڪري ه سکهيو جو اوستادن ٻوڌي سگهيس. هڪ دفعو وري ڪ ڙهو ڪيڙو ڏ ڪارڻ سان، سان ڇتي ۽ ٿي آکاڙي ۾ بيٺل هر ماڻهوءَ تي حملو ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳو ۽ هر هڪ هن کان ڪوهي ڪري ٿي ويو. بگهڙ ۽ رت وهڻ ڪري سان سڄو آلو ٿي چڪو هو. ۽ سندس پيرن جي اڏايل ڌوڙ ان تي چنبڙي مٽيءَ جو تهه ڄاڻي چڙهيو هو. جڏهن ڏٺي ڇوڪرا واروٽيءَ تي جهنڊين ۽ جهارن لڳل لوهي شيخون سان جي جسم ۾ کهيڙي چڪا ته پوءِ اهي همراه آکاڙي جي ڇت سان لڳي بيٺا ۽ ماتادور اندر داخل ٿيو. هن جي پوشاڪ سڀني کان سهڻي خالص ريشم جي هئي. مٿي تي ڪاري رنگ جي ٽوپي هئي ۽ مرين تي گوڏن کان هيٺ سوڙهي پتلون جا پانچا ڪاري ربن سان ٻڌي ڇڏيا هئا. پيرن ۾ سائن جي تاءِ وارا جوتا ۽ ڪلهن تي اڇڪلهه جي ڇوڪرين جي پوشاڪ - پيلي رنگ جي اريشمي ڪوٽي جنهن جا پيڙا ڪايل هئا. ماتادور ...ي پٺ ملائي ڪڙهيون مٿي ڪيون، اصل ڪڪڙ وانگر سينو تاڻيو ۽ ڳاڙهي ڪپڙي کي هوا ۾ لوڏيو جيئن مهاڻا سمنڊ ۾ سڀين جا چار اڇلائيندا آهن. ڇهن تيرن ۾ ڦاٿل سان ڪاوڙ ۽ ڪروڌ سان هن تي نڪ سامهون حملو ڪيو ۽ ماتادور پنهنجي جسم جي ٽوري جرڪ سان هن کي پنهنجي پاسي کان گذاري ڇڏيو. اسان سڀني "اولي" ...ان گڏ تاڙيون ... وڄايون ۽ ماتادور ڪنڌ جهڪائي اسانجو ٿورو مڃيو. ايزابيلا رڙ ڪري پنهنجو منهن هٿن ۾ لڪايو ۽ مٿو منهنجي ڪلهي تي ڪٽي رکيو. سان دراصل ڪجهه وڪون اڳتي ترسي وري ماتادور ڏي وڌي چڪو هو جيڪو فقط ايزابيلا کي ڏسڻ ۾ آيو جو اسان ته مزي سان ماتادور کي سلام ڪندو ڏسي رهيا هئاسين. ان بي خياليءَ ۾ سان جو هڪ سنڱ ماتادور جي ڪلهي تي لڳو ۽ هو پنهنجي ڪڙيءَ تي چڪيءَ وانگر گول ڦري ويو. پر ڪريو ڪونه. مون ايزابيلا جي پٺي ٺوڪي ۽ آهستي چيو: "سينوريتا! ماتادور صحيح سلامت آهي. تون اکيون کولي ڏس." هن آهستي ناز سان اکيون کوليون ته ماتادور سان کي چڪر ڪارائي رهيو هو. سان هن جي بلڪل ويجهڙائيءَ کان حملو ٿي ڪيو ۽ هو سان کي هر ڀيري پنهنجي پاسي کان گذاري ڪڍي، هن جي ڪنڌ تي هٿ ٿي ڦيريو ته ڪڏهن سنڱن تي. تماشائي خوشيءَ وچان ديوانا ٿي هن جي همت ۽ فن کي داد ڏيڻ لڳا. جڏهن ماڻهو ان کيل مان مزو وٺي چڪا ته ماتادور بالڪني ۾ ويٺل صدر ڏي ڏٺو ۽ ڪانئس سان کي ترار هڻي مارڻ جي موڪل گهري. موڪل جو اشارو ملڻ تي ماتادور اڳيان لڙندڙ ڳاڙهي ڪپڙي اندران جاڪندڙ پن منهن واري تلوار ڪڍي ۽ سان جي بلڪل آڏو ٿي بيٺو. سان پنهنجا پٺي اڳيان ڪر هڪ ٿي وقت زمين تي هنيا ته ماتادور ٿورو نيڏو ٿي لوهي شيخن جي بلڪل وچ ۾ پنهنجي سڄي طاقت سان چمڪندڙ فولادي تلوار هن جي ڪک ۾ لنگهائي ڇڏي جيڪا هن جي هڏين مان ٿي دل تائين پهچي وئي. سان هڪ درد ڀري دانهن ڪئي ۽ سندس نامن مان رت جو فوهارو وهڻ لڳو. جيپ ڀاهر نڪري آيس ۽ ڇيٽي مان سندس پڇ ۽ پويون ٽنگون ڦٿجي ويون. هن سنهن ڀر پٽ تي ڦيڪو وچي ڪيو ۽ پنجوڙ واري زمين تي ڦٿڪڻ لڳو. تلوار هٿي تائين سندس جسم ۾ کوڙي وئي هئي ۽ زندگي طاقت ۽ حرڪت سان ڀرپور جسم ڏسندي ئي ڏسندي مٽيءَ جو ڍير ٿي ويو. اسان وات ۾ ڪاڪڙي تائين آڱريون وجهي سيٽيون وڄايون، نعرا هنيا تاڙيون وڄايون پر هي سڄو منظر ڏسي ايزابيلا ڏڪونجي وئي ۽ ڪنن تائين منهن وجهي ماٺ ٿي وئي. ماڻهو پنهنجون ٽوپيون، ڪوٽ، شراب جون نيڙيون پٽلون آکڙي اندر اڇلڻ لڳا. عورتون پنهنجن وارن مان گل ڪڍي ماتادور تي گلن جي ڇٽ ڪرڻ لڳيون ۽ ايزابيلا انهن ٿي بي حس ۽ بي حرڪت ڪنڌڙي ڏٺيو هٿي هئي. جڏهن کهنگهرو وڄائيندا ٿي خچر سان جو رت، بگهڙ ۽ ڇهڻ ۾ پريل لاش ڇڪڻ لاءِ آکاڙي ۾ آندا ويا تڏهن مون ايزابيلا کي ڌيرج سان چيو: "ڏس بهادر سان جو جنازو کهلجڻ لڳو آهي."

هن ننڍاڪڙي حالت ۾ منهن مٿي ڪري چيو: "هلو ته هلون."

آئون حيرت منجهان ڪيس ڏسڻ لڳس. هن پنهنجو ننڍڙو رومال پرس ۾ بند ڪيو ۽ وري چيو: "هل ته هلون."

مون هن جي ڪلهي کي دٻائي چيو: "پر اڃا ته پنج ٻل باقي آهن."

هن سيٽ تان اٿندي جواب ڏنو: "نه! اسان ته هلون ٿا."

آئون هن ايصليءِ جي ۾ ترميم

ڪري نه سگهيس ۽ ماڻ ميڻ ۾ اڏي سگهيس. ڏنهو ڪنهن ۽ پنهنجي وجهو وبال هڪ پهاڙيءَ جي رهاڪوءَ جي ڪلهن تي هٿ رکي تماشائن جي ميڙ ۾ نڪرڻ جو لنگهه ڳولڻ لڳس. ڪجهه ماڻهن، جن ۾ ڇوڪريون گهڻيون هيون اسان ڏي نفرت ۽ شڪ واري نگاهه سان ڏٺو ۽ بزدل، ڀڄي، بي دليا جا لفظ ورجائي مون ڏي ڪرڻ لڳيون. آئون اڳيان اڳيان ٻوش ٻوش ڪندو هلئس ۽ ايزابيلا منهنجي پٺيان ماڻهن جا پير چپيندي آئي.

عمارت کان ٻاهر نڪري اسان چڱي ريت نائين هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ جا لائق رهياسين. هڪ وڏي ۽ ڪهاڻي وٽ هنن ڪجهه سير ڪرڻ لاءِ هنن ٽي ٽڙيون پکڙيون بيون هيون ۽ وڻ جي ٽڙ سان گڏ ڪرسين جو هڪ ننڍو ڦهوو گهر ڏٺيل هو. اڌڙوٽ اسر جي هڪ عورت پنهنجي اڪيلي گراهڪ لاءِ ڪافي تيار ڪري رهي هئي ۽ هن جو گراهڪ ميز تي مٿو رکي سمهي رهيو هو. لهوي گهر جي پٺ وٽ اسان ٻن ڪرسين تي اچي ويٺاسين. اڌڙوٽ عمر جي عورت آئي ۽ آرڊر وٺي هلي وئي.

ايزابيلا وڻ جي ٽاريءَ ڏي نهاريندي چيو: " جنهن طرح عيسيٰ مسيح سوريءَ تي چڙهي اسانجي گناهن جو بار ادا ڪيو هو اهڙي طرح هي سان آفتن کان اسان کي هميشه بري رکڻ لاءِ پنهنجو رت وهائيندا رهن ٿا ۽ جڏهن اسان جي ملڪ تي ڪا تمام وڏي آفت نازل ٿيڻ واري هوندي آهي ته ماتادور جو آکاڙي ۾ رت وهندو آهي ۽ هو سان ڏي قربان ڪري اسانجي جان بچائيندو آهي."

ان وقت دراصل هوءَ نه مون سان ڳالهائي رهي هئي نه وڻ جي ٽارين سان، پر هوءَ پنهنجو پاڻ کي سمجهائي رهي هئي. پنهنجو پاڻ کي يقين ڏياري رهي هئي ته قربانيءَ سان سڀ ڪجهه ٿي سگهي ٿو ۽ قربانيءَ ۾ رت جو وهڻ ضروري آهي.

مون گهٽي پاڇيءَ سان هن جو هٿ پنهنجي ساڄي هٿ ۾ جهليو ۽ کاٻي سان سندس هٿ جي پٺ مهٽيندي چيو: "ايزابيلا تون اوچتو ايترو غمگين ڇو ٿي وئي آهين".

هن شايد منهنجي ڳالهه نه ٻڌي ۽ پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳي: "قرطبه جي ان آکاڙي ۾ منهنجي فرينڊ پالما جو هڪ ڀوري رنگ جي وحشي ٻل سان مقابلو ٿيو هو ۽ ان ٻل جي عادتن سان اصطبل جو ڪوبه همراهه واقف نه هو. انهن ڏينهن ۾ پالما مون طرفان ڏورو خفي خفي ۽ سنجهيل رهيو ٿي، ۽ مونکي پڪ هئي ته آکاڙي ۾ سندس هي وڃايل پنو ڪنهن موت جو سبب نه بڻجي. پر منهنجي اون ڪرڻ سان ڇا ٿي، ٿي سگهيو. پلا -! ڪجهه طاقتون اهڙيون به آهن جن جي طرف کان جيڪڏهن موڪل جو ڪاڳر نه اچي ته انسان ڪجهه نه ٿو ڪري سگهي. تون انهن طاقتن کي مڃين ٿو؟" هن پڇيو.

مون هائوڪار ۾ ڪنڌ ڌوڻيو. ايزابيلا منهنجي هٿ کي غور سان ڏسي چوڻ لڳي "فنيستا واري ڏينهن سخت واءُ لڳي رهيو هو ۽ سان ٿي جوش ڏيارڻ وارا ڳاڙها ڪپڙا ڇوڪرن جي هٿن ۽ بدن تي ويڙهجيو ٿي ويا. آئون گيلريءَ ۾ پالما سان گڏ ويٺي من ئي من ۾ دعائون گهري رهي هيس ۽ هو مون کي دلداريون ڏيندو رهيو. جڏهن پورو سان آکاڙي ۾ داخل ٿيو ته ڪنهن کي به ڪٿين جي لوڙهي پٺيان نڪري موليتا (ڳاڙهو ڪپڙو) لوڏڻ جي سگهه نه ٿي. سان جي اکين سان ڄڻ باهه جا آلا ٿي نڪتا ۽ نڪن مان دونهون ڀپڪا ڏئي نڪري رهيو هو. هو اڳين ۽ پوين کرن سان جهيل مٽيءَ کي کوٽڻ لڳو جيڪا هوا جي تيزيءَ ڪري واچوڙي وانگر اڏامي رهي هئي ۽ ان واچوڙي جي هيٺان هي سان ڄڻ چرين وانگر نچي رهيو هو. پالما جا مددگار ڇوڪرا ڪاٺ جي تختن پويان ئي لڪا رهيا. ايتري ۾ خدا ڄاڻي هڪ ڇوڪر - پوسادا کي ڇا خيال آيو جو دل پٽي ميدان تي هليو آيو ۽ ڳاڙهي ڪپڙي کي هوا ۾ لوڏي سان ڏي وڌڻ لڳو. پر ان ڏينهن هوا جي ڇا ڳالهه ڪجي جو سان جو ٿلهي نور وارو پڃ به ذري ذري هن جي چيلهه تي اچي ٿي ڪريو. اهڙي حالت ۾ ان ڳاڙهي چادر نما ڪپڙي جي ڇا مجال جو قابوءَ ۾ رهي. هوا ۾ جو اڏاميو ته پوسادا جي منهن ۽ ڪلهن تي ويڙهجي ويو. هو سان جي پيرن جي کڙڪي تي گهٽوڏي پاسيرو ڏيو پر ان هوندي به ان جي ور چڙهي ويو ۽ زمين تي پري پري ڦاٽين ليٽاڙيو ويو. پالما ٻالڪني سان ٽيجهڻ پٺ پنهنجو ڳاڙهو ڪپڙو سان ڏي لوڏيو ۽ سان پوسادا کي ڇڏي ڇڙ سان اسان ڏي آيو ۽ ڪاٺ جي پٽ کي اهڙو ته ٽونو هنيو جو اسان وال کڻ پٺتي تماشائين ڏي وڃي ڪرياسين. ايتري ۾ مددگار دستو آکاڙي ۾ گهوڙي آيو ۽ پوسادا کي آکاڙي مان ٻاهر چڪي ويا. جڏهن آکاڙو خالي ٿي ويو ۽ سان وري پنهنجن کرن سان ڌڌڙ اڏائڻ لڳو ته پالما لوهي تير ڪڍي آيو. مون کي ڇهي ڏني صليب جو نشان

ڏاهي ڪنوٺ وانگر آڪاڙي
۾ ڪيڙي ويو. منهنجي اکين
اڳيان اونده اچي وئي ۽ مايوس
ٿي اتي زمين تي ئي ويهي رهيس.
مون ڏٺو ڪونه پر ماڻهو ڳالهه
ٿا ڪن ته جنهن هنرمنديءَ سان
پالما ڇهن ئي تير سان جي پٺ
۾ لڳيا اهڙي طرح ڪو
هيلڪاپٽر ۾ ويهي به لڳائي
نٿو سگهي. بل ڪي ماڻ ڏي
اشارو ڪري ڳاڙهي ڪمڙي
کي منهنجي چيلهه جي چوڌاري
انهن ٿي ويڙهيو جيئن اندلس
جون ناچيون پنهنجي ٻڙي کي
لوڏي ناچ ڪنديون آهن. بل هن
جي پاسي کي ڇهي لنگهي ٿي
ويو ۽ تماشائي خوشيءَ وچان
"اولي" "اولي" ڪندا رهيا.
خبر اٿئي اهو سڀ ڪجهه
منهنجين دماغ جو اثر هو.

" توتاري جي آواز تي
پالما پنهي هٿ کولي صدر کان
تلوار هڻڻ جي موڪل
گهري، اهو صدر اشارو نه
نه ڪيو هوندو نه بل ڌڪدم
موڙ ڪئي اچي مٿانس پيو ۽
پوئتي زمين سان لڳائي پالما جي
پاسي سان اهڙو ته زور سان
ٽڪرايو جو هو هوا ۾ ڏهه ۾ ٻارنهن
فوٽ مٿي ڪري ويو ۽ پوءِ جو
ڪريو ته اٿي به نه سگهيو. هن
جا شاگرد پنهوڙي پوبان ڪري
بل کي هيڏانهن هوڏانهن گهوڙو
ڪرائڻ لڳا جيئن هن جو ڌيان
ڪريل پالما ڏي نه وڃي. پالما
اٿڻ جي ڪوشش ڪئي پر هن
جو منهن وري زمين سان وڃي
لڳو."

" مري ويو-؟" مون ساهه
جهلي پڇيومانس.

" ڏاڍو اٿني پئي" ايزابيلا
پنهنجو هٿ مون کان ڇڏائي
ٻاٺ ڏي ڇڪيو.

" خدا نه ڪري ته
پالما جي حياتيءَ ۾ ڪڏهن ڪو
ڏکيو ڏينهن اچي!" ايزابيلا جي
اکين ۾ به وڏا ڳوڙها تري لڳا.

"پوءِ ڇا ٿيو؟" مون بي تابيءَ
منجهان پڇيو.

"مون ڪاٺين جي لوڙهي
پٺيان سڄي طاقت سان رڙ ڪري
پالما کي چيو ته اٿ- توکي
هن سان کي مارڻو آهي، تو کان
سواءِ ڪوبه هن کي ختم ڪري
نه سگهندو. اٿ پالما- اٿ-
توکي آئون ٿي چوان ته اٿ.
منهنجا سڏ ٻڌي پالما ائين اٿي
پئو جڻ هن کي ڪجهه ٿيو ئي
نه هو. جڏهن هن پنهنجا قدم
زمين تي ڄمائي تلوار هوا ۾
لوڏي ته هن جي مٿي سان رت
ريلا ڪري وهي رهيو هو. هو
منبڪائيندو بل ڏي وڌيو ۽
بکايل جانور وانگر تلوار
سان هن تي حملو ڪيو.
تلوار سان جي پوري
ڪل چيري مٿي تائين اندر گهڙي
وئي. سان چال ڏيڻ جي ڪوشش
ڪئي پر ڦٽڪي نه سگهيو. پالما
هڪڙي پاسي ٿيڻ جي ڪوشش
ڪئي پر رڙهي نه سگهيو. قاتل
۽ مقتول پئي ڪلهو ڪلهي سان
ملائي رت ۾ رنگل ڌرتيءَ تي
ڪري پيا.

"پوءِ-؟" مون بي چينيءَ
منجهان پڇيو. "پوءِ" ايزابيلا
ڏاڍي تحمل سان چيو، "پالما
منبرڊ جي هڪ ڊاڪٽرياڻيءَ
سان وڃي شادي ڪئي ۽ قرطبه
ڇڏي منبرڊ ۾ وڃي آباد ٿيو."

"۽ تون ......تون......"
مون ترسندي ترسندي پڇيو،
"تون پالما سان نه ملينءَ."

"نه-" ايزابيلا ننهن سان
ميز کي کرڙيندي چيو،
۽ پوءِ پالما مون سان مليو نه ئي
ڪونه ۽ اڄ منبرڊ جي ٻلازا ۾
ڪڏهن بل فائيٽ ڏسڻ ويس ئي
ڪانه. منهنجي ماءُ چيو ته محبت
جي معاملي ۾ اسان کان ڪنهن
نه ڪنهن کا غلطي ضرور ٿيو
وڃي، تڏهن ته اسان ڪنهن
جي دل جي مندر ۾ جاءِ حاصل
ڪري نه سگهيونسين. منهنجي
جمڻ ۾ ٽي مهينا باقي هئا ته
منهنجو پيءُ به منهنجي ماءُ کي
ڇڏي هڪ فرانسيسي عورت سان
گڏ پيرانيس جي جبلن جي پٺيان
پاسي وڃي آباد ٿيو ۽ وري موٽي
نه آيو.

مون چيو: "محبت جي ميدان
۾ ڪنهن به راندڪر جو وس نٿو
هلي. جڏهن مٿان کان ٿمي لڳل
هڪمنامو اچي ٿو ته راند جو
فيصلو پاڻهي ٿيو وڃي ۽ هي
ضروري ناهي ته ڪو فيصلو ان
جي ئي حق ۾ ٿئي جنهن کٽي
توسيا ڪئي هجي."

ايزابيلا جڻ ننڊ جي خمار سان
ٿي پڇيو: "پر ائين ڇو ٿو ٿئي"

مون هن جي وارن ۾ هٿ
گهمائيندي چيو: "آئون توکي
ڇا ٻڌايان. آئون ته فقط ايترو
ڄاڻان ٿو ته:

هين عشق دريا دي جدون
لهر وکي پئي نردهان ڪرمان
والڙيان
ڪئي ڪوجهيان لنگهه لنگهه
پارڳيان تي دبا سونيان شرمان
والڙيان
اِڪ سوهنيان دي مٿي پاڳ
ناهين پاهرون لال تي اندرون
ڪالڙيان
يار فريد جي چا ڪرم ڪري
هيانوالئان دي مٿي لالڙيان."

ايزابيلا سڏي ٿي ويهي رهي
۽ مونکان ان جو مطلب پڇڻ
لڳي. ڇڪي ڏني ان جو مفهوم
کيس ٻڌايو ته شاعر جو سچو ڳالهه
۽ هن جي زندگيءَ جو احوال
پڇڻ لڳي. مون ٻڌايومانس ته جيڪو
درجو هيسائين جي نظر ۾ آسيءَ دي
سان فرنچيڪو جو آهي، اهو
ئي غلام فريد جو اسان وٽ آهي.
ايزابيلا غور سان مون ڏي نهاري

پڇيو: ”اسان وٽ سان تنهنجو ڇا مطلب آهي؟“

”اسان وٽ،“ مون ٻڇندي ٻڇندي چيومانس، ”اسان مورن وٽ، اسان مسلمانن وٽ.“

ايزابيلا کي هڪ ٻهلوءَ کان ٻورر صدمو رسيو ۽ ٻوءِ ٽهڪ ڏئي کلڻ لڳي ۽ اکيون ڇڀڇيندي چيائين:

”هون؟ سچي، شڪل سان تون لڳين مور ٿو.“

”شڪل سان ئي نه“ مون همت ڪري چيو مانس، ”پر دل سان به آهيان.“

”نه.“ هن زور سان رڙ ڪئي.

”سچي ته.“ مون دل جي گهراين منجهان ڪيس ٻڌايو.

”کڻ منهنجو قسم“ ايزابيلا ڏکوئيل لهجي ۾ چيو.

”تنهنجو قسم!“

هن ٻنهي مٺيون ڀڙي منهنجي ڪلهن تي هڻيون ۽ پنهنجو منهن منهنجي ڇاتيءَ تي رکي سڏڪا ڀري آهستي آهستي چوڻ لڳي: ”اهين ٿي نٿو سگهي. تون مسلمان نه آهين. تنهنجي ڳالهين ۾ ايترو ميٺاج آهي، تنهنجي صحبت ۾ ايڏو خلوص آهي. تنهنجي اکين مان اهڙي محبت ليڪا ٻاڻي رهي آهي جو تون مسلمان ٿي نٿو سگهين. مور سڏائي نٿو سگهين.“ پنهنجو پاڻ کي چوڻ لڳي: ”ڪٿي نه ڪٿي ضرور مون کان ڪا چڪ ٿي وئي آهي نه ته تون مسلمان نه هجين.“

هوا جي جهوٽي تي هن جي وارن جون چڳون منهن جي منهن تي بازوليون پائڻ لڳيون ته مون زور سان پاڪر پائي چيومانس: ”پاڻي لاءِ مائون پناهه ڏاهي رکيو آهي. منهنجي ماءُ ۽ پيءُ البت مسلمان هئا.“

”۽ ڏاڏو ڏاڏي—؟“ هن آهستي پڇيو.

”اهي به مسلمان هئا.“ مون بيزاريءَ سان وراڻيو.

”ته پوءِ تون هتي ڇا وٺڻ آيو آهين؟“ ايزابيلا نرميءَ سان پڇيو.

”توسان ملڻ، پنهنجن مائٽن سان ملڻ، پنهنجن عزيزن......“

ايزابيلا پنهنجو پاڻ سنڀالي منهنجي ڳالهه کي اڌ ۾ ڪاٽي چيو: ”اسان سان ڇو؟“

مون وراڻيس: ”ان لاءِ ته توهين اسانجا ئي ته آهيو اسان مان ئي ته آهيو. اسين ته آهيو.“

هوءَ مون ڏي گهوريندي رهي ۽ آئون انهيءَ انداز ۾ چوندو رهيس! ”جڏهن توهان هتي نه هجو ها ۽ جڏهن توهان پنهنجو پاڻ کي اسپيني (Spanish) بدران فخر سان اندلسي نه سڏايو ها ته پوءِ آئون هتي پلا ڪيئن اچان ها!“

ايزابيلا هڪ طرف آڱر سان اشارو ڪري پڇيو: ”ته هيءَ مسجد توهان جي آهي-؟“

مون چيو: ”پاڻ ٻنهي جي آهي. ان ڪري جو پاڻ هڪ آهيون.“

ايزابيلا پڇيو: ”ته قرطبه ۾ تون فقط هيءَ مسجد ڏسڻ آيو هئين؟“

مون چيو: ”آئون پاڻ نه آيو هوس. گهرايو ويو هوس. هتي اسانجو شاهه عنايت صاحب رهي ٿو ۽ سچپون ڦاساڻڻ واري وانگر اسان جي دلين ۾ ڪنڊو وجهيو ويٺو آهي. جنهن کي وڏس ٿو تنهن کي پاڻ وٽ سڏايو وٺي، پٺي کي ڇاڻ به نٿي پوي.“

ايزابيلا حيرانيءَ سان منهن جو منهن ڏسڻ لڳي ۽ پوءِ سبز تان پنهنجو پرس کڻي پنهنجو پاڻ کي چيو: ”ڪٿي نه ڪٿي وري غلطي ٿي وئي آهي.“

هوءَ اٿي هلڻ لڳي ته آئون به هن سان گڏ هلڻ لڳس ۽ ٻئل فائيٽ پلازا کان وٺي هستائين جنهن خاموشيءَ ۾ آيا هئاسين ان ۾ ئي واپس ويندا رهياسين، وڏي چونڪ وٽ پهچي هن پڇيو:

”فلم تي هلندين-؟“

مون عاجزيءَ سان وراڻيو: ”سخت ٿڪل آهيان. ڪالهه رات کان جاڳڻ ڪري اکيون پوسرائي رهيون آهن ۽ صبح جو سوير مونکي مسجد به ڏسڻي آهي. اڄ نه سمهي هلندا سين.“

ايزابيلا اطمينان سان چيو: ”جيڪا تنهنجي مرضي، پر آئون فلم ڏسي پوءِ گهر ايندس. توکي ننڊ نٿي اچي ته پلي سڌو گهر وڃ. رستي جي ته خبر اٿئي نه؟“

مون چيو: ”ها، هتان ته سولو آهي.“

ايزابيلا موڪلايو ۽ مون کي وچ چونڪ تي ڇڏي پاڻ پٺي طرف مڙي وئي.

ان رات مون کي فقط ايترو ياد آهي ته پيئنگ گيسٽ هائوس ۾ پهچي مون رکيو هڪ رڪيبي سوپ جي پيتي، ڏند صاف ڪيا ۽ هنڌ تي ڪرڻ سان گهاٽي ننڊ اچي وئي. شايد آئون پي ڏينهن به دير تائين هن جوانيءَ جي گهاٽي ننڊ ۾ ستل هجان ها پر گهر جي مالڪياڻيءَ (ايزابيلا جي ماءُ) مونکي اچي اٿاريو. اکيون مهٽيندي ”مهرباني“ چيومانس. وهاڻي هيٺان سگريٽ ڪيدي دکاڻڻ وارو هوس ته هڪ دکهو ويڪرو وڏين مڇن سان پوليس ڪٽ جوان منهنجي ڪمري ۾ گهڙي آيو ۽ وهڻ بعد اندر اچڻ جي اجازت وٺي ٻڌايو ته هن جو واسطو سرڪاري محڪمي سان آهي- جنهن جو نشان ڪوٽ جو ڪالر مٿي ڪري ڏاسي جو پلو

ڏسو صفحو ٦٢




هوسٽن ۾ علي انور هاليپوٽي کان علاوه، نواب شير محمد خان لغاري سان به ملاقات ٿي جيڪو گهڻ سانگي پنهنجي پاءُ نواب خليل لغاري وٽ آيل هو. پنهنجي پائر اصل تاجپور جا رهاڪو آهن جتان جي نانگن واري پادشاهه جو ڪجهه ڏينهن اڳ ڏاڍو چرچو هوندو هو. ٻر پوءِ ڪنهن بي پرني نانگ، ڏنگ هڻي سندس حياتي جو خاتمو آڻي ڇڏيو هو تنهن ڪري نواب شير محمدخان لغاري سان ملاقات دوران نانگن جي پادشاهه (جيڪو پاڻ به لغاري هو) تنهن جو ذڪر اچڻ ضروري هو. پڇڻ تي ٻڌايائين ته "نانگن واري پادشاهه" جي موت کانپوءِ صحيح جانشين نه هئڻ ڪري سندس آستانو ختم ٿي چڪو آهي.

علي انور هاليپوٽو جنهن جو ذڪر مان اڳ ۾ به ڪري آيو آهيان سو ڪيتري عرصي کان آمريڪا ۾ رهي ٿو. ڪيناڊا جي شهريت رکندڙ هڪ ڇوڪري جنهن جو واسطو پنجاب سان آهي تنهن سان شادي ڪئي اٿس ۽ هاڻ فيملي سان گڏ هوسٽن ۾ رهي ٿو.

آمريڪا ۽ برطانيا جي ڳالهين جو ذڪر نڪتو ته مان ۽ لغاري انهي ڳالهه تي يڪراءِ هئاسين ته آمريڪا جي ڀيٽ ۾ برطانيا وڌيڪ بهتر آهي ڇاڪاڻ ته انگريز بغاوت ڪندڙ آهن سندن هڪ ڪريڪٽر آهي ۽ آتي حفاظت جو احساس آهي ٻر هاليپوٽي اسان سان اختلاف ڪيو چيائين ته آمريڪا وڌيڪ بهتر آهي ڇاڪاڻ ته برطانيا ۾ ڪيترا ماڻهو رنگ جي بنياد تي نفرت ڪن ٿا جڏهن ته آمريڪا ۾ اهڙي ڪا به ڳالهه ڪانهي. آمريڪا ۾ ته اسان جي رنگ جهڙا بيشمار ماڻهو رهن ٿا اسان ۽ انهن جي وچ ۾ فرق ظاهر ڪرڻ مشڪل آهي.

نواب لغاري مون کان پڇيو ته اوهانجو هوسٽن ۾ ڪيترا ڏينهن رهڻ جو ارادو آهي جنهن تي مون کيس ٻڌايو ته ٻه کان ٻه هفتو. منهنجي ان ورندي تي کيس ڏاڍو اچرج ٿيو مان جڏهن به سعودي عرب ويندو آهيان ته اتي جيڪڏهن ڪو اڻ واقف سنڌي ملندو آهي ۽ کيس جڏهن اهو معلوم ٿيندو آهي ته مان ٿورڙن ڏينهن لاءِ سعودي عرب ۾ آهيان ته ان کي به ڏنديون آڱريون اچي وينديون آهن. ڇاڪاڻ ته آمريڪا ۽ سعودي عرب غير قانوني رهندڙ ماڻهن لاءِ جنت مثل آهن جن ۾ داخل ٿيڻ کانپوءِ نڪرڻ جو اڪثر ماڻهو نالو نه وٺندا آهن بهرحال نواب لغاري جي ڳالهه ڪنهن حد تائين صحيح نڪتي منهنجو به هوسٽن ۾ اٽڪل هڪ هفتو رهڻ رهڻ جو پروگرام هو جيڪو وڌي وڃي اٺن هفتن تي پهتو.

سومهڻي مهل عزيز ناريجي مون کي پنهنجي موٽر ڪار ۾ هوٽل تي اچي ڇڏيو ۽ چيائين ته سڀاڻي صبح جو ٻارهين وڳي (جيڪو هوٽل جو چيڪ - آئوٽ ٽائيم هو) توکي وٺڻ ايندس تون سامان تيار ڪري رکجانءِ رهڻ جو بندوبست ڪنهن دوست وٽ ڪندس.

جڏهن مان هوٽل ۾ پنهنجي ڪمري ڏانهن وڌڻ لڳس ته ريسيپشنسٽ مون کي اوڏانهن



وچڻ کان روڪيو ۽ اسٽور روم ڏانهن اشارو ڪندي چيائين ته تنهنجو سامان ڏبلين ۾ بند ڪري ورهي لڳائي رکي ڇڏيو اٿم. هي همراهه ساڳيو راتوڪو ٽيڪسين ( ٽيڪساس جو قديم رهاڪو ) هو.

اصل ۾ هوٽل جو چيڪ آئوٽ ٽائيم صبح جو ١١ هو سان روزاني جي حساب سان ڪمري جا ڏوڪڙ ڀريندو هوس صبح جو ١١ بجي مون کي ڪمرو ڇڏڻو هو يا وڌيڪ هڪ ڏينهن جا ڏوڪڙ ڏيڻا هئم ان ڏينهن عزيز ناريجي کي ڳولڻ ۾ سڄو ڏينهن گذري ويو هو تنهن ڪري همراهه نه ڪٿي هئم نه تم منهنجا "نيڙ ٽيشن" تي ڪري ڇڏيئين. دنيا جا ڪيترا ملڪ ڏٺا اٿم ۽ انهن جي هوٽلن ۾ رهڻ جو اڪثر موقعو مليو اٿم ۾ دير سان پهچڻ جي ادائيگي ڪرڻ جي باوجود ڪنهن اشراف نيڙ ڪيڏي ٻاهر ڦٽا نه ڪيا آهن. همراهه جا لڇڻ اڳ ۾ ڏسي چڪو هوس تنهن ڪري سوري ڪرڻ سي پيم. ڏوڪڙ ڏيئي سامان ساڳي ڪمري ۾ اچي رکيم. پوءِ ڏينهن صبح جو ڊاڪٽر هاليپوٽي کي فون ڪيم ۽ کيس ٻڌايم ته مون پنهنجن سنگتين کي آخرڪار ڳولي لڌو مون پنهنجن سنگتين کي آخرڪار ڳولي لڌو آهي ۽ ساڻس انهن ڏکيائين ۽ تڪليفن جو ذڪر ڪيم، جيڪي هنن کي ڳولڻ ۾ مون کي پيش آيون. چيائين ته اوهان ته ڪو Adventurist آهيو. وڌيڪ ٻڌايائين ته سان انڪل ٢٢ ورهين کان ملڪ کان ٻاهر رهان ٿو اصل ميرپور خاص جو آهيان، هوسٽن ۾ رهندي ٥٠ ورهيه ڪن ٿي ويا آهن. هت هڪ وڏي اسپتال اٿس. ساڻس ملاقات واري پنهنجي خواهش جي جواب ۾ چيائين ته مان ڏاڍو مصروف رهان ٿو، تنهن ڪري اوهان کي Pick up ڪري نه سگهندس البت منهنجي ايڊريس تي جيڪڏهن اچي سگهو ته ملاقات ٿيندي. مون ڊاڪٽر هاليپوٽي جا ٿورا مڃيا ڇاڪاڻ ته سندس مدد کان سواءِ مان عزيز ناريجي کي پرديس ۾ ڳولي نه سگهان ها.

سامان کڻي مان عزيز جي چوڻ موجب هيٽ هوٽل جي در وٽ اچي بيٺس رات ڪنهن ٻڌايو هو ته اها هوٽل، ڪانگريس روڊ تي جنهن علائقي ۾ آهي هو ڪارن جو ڳڙهه آهي. ڪارن جا علائقا خطرناڪ ڄاتا ويندا آهن ڇاڪاڻ ته اتي ڏوهه تمام گهڻا ٿين ٿا. هو خس ڳالهين تي ماڻهن کي "قندابلما" يعني "شهيد ڪرڻ" کان به نه ٿا مڙن ۽ اهڙن علائقن ۾ رهڻ، ڏسي وائسي جان جوکم ۾ وجهڻ جي برابر آهي. ڪنهن اهو به ٻڌايو هو ته مون واري هوٽل جي هيٺان جيڪو "ڪافي شاپ" آهي تنهن ۾ اڪثر آواره ڇوڪريون پنهنجو ديرو ڄمائي ويٺيون هونديون آهن. تنهن ڪري لچ ۽ لوفر جي ذات به اتي اچي ڪڙڪندي آهي. خطرناڪ ڏوهاري به اتي اچي ويهندا آهن ۽ ماڻهن کي ڦرڻ لٽڻ ۽ قتل ڪرڻ به نه مڙندا آهن،

مان سامان کڻي، هيٽ هوٽل جي در وٽ اچي بيٺس. ڪافي شاپ ۾ اندر ۽ ٻاهر نڪرندڙ ڪارا مونکي عجيب نظرن سان ڏسندا ٿي ويا. مونکي ته ائين محسوس ٿيو ته ڄڻ ڪو شير پنهنجي شڪار تي حملو ڪرڻ جي تاڪ ۾ ويٺو آهي يا بگهڙ ۾ هڻي ڪري پنهنجي شڪار کي لالچي ۽ ٻاهوسي نظرن سان تڪي رهيو آهي. مون کي به ائين لڳو ته اهي ڪارا (نيگرو) مون کي اهڙين نظرن سان ڏسن پيا جو وس پڄين ته جيڪر اک ڇنڀ ۾ ڪجهه ڪائي وڃن ۽ "نڪاءَ" ٻڌائڻ جي به مهلت نه ڏين. ڪيترا ڪارا ٻ وائتا نظر آيم يا هٿن ۾ ٿاڻ کي اهڙو ٻڌايو هو هڪ ڪارو ڦاٽل ڪپڙا پائي، لٺ ڪلهي تي رکي، هڪ جوتو ان ۾ وجهي ۽ پيو پير ۾ پائي وڃي رهيو هو. هڪ ڪاري ڇوڪري جيڪا ڪافي شاپ کان ٻاهر نڪتي، تنهن منهنجي اکيان لنگهڻ وقت "هلو ... هلو" ڪئي. منهنجو ته ساهه مٺ ۾ هو تنهن [illegible] ڪوشش جي باوجود نڙي ۾ مان آواز ئي نه نڪتو. ٿورو اڳيان ويگن ۾ سوار هڪ شخص سيٽي وڄائي کيس وٺي ويو ۽ اڌ ڪلاڪ کان پوءِ کيس اتي ڇڏي ويو. مون کي عزيز جي انتظار ۾ اٽڪل سوا ڪلاڪ ٿي ويو هو. ڏينهن ڏٺي جو ايڏو خوف ۽ ڀؤ ڊاءُ مون اڳ ڪڏهن به محسوس نه ڪيو هو جيتوڻيڪ مان اڳ به آمريڪا اچي چڪو هوس. اٽڪل سوا ڪلاڪ جو وقت ٻه سو سيندي گذريو. هر وقت اهو ڀئو هوته ڪيڏي مهل ڪو ڪارو ڏوڪڙ نه ڦري وڃي.

اوچتو عزيز جي موٽرڪار منهنجي اکيان اچي بيٺي. مون کي ايتري خوشي ٿي جيتري جيڪر ڪنهن کي پنجن لکن جو بانڊ نڪرڻ تي ٿئي!!



# انسان جي تلاش



غلام حسين رنگريز

۾ ايلورا جي نهارن ۽ اولمپيا جي ٻاڙن کان وٺي ڪيپ ڪينيڊي ۽ تاشقند تائين ساڳيهه جو سهاڳ انسان کي سربلند ڪيو آهي. ساڳيهه پريل انسانن جي ڪهڪشان صدين کان سوچ، فڪر ۽ عمل جي ٻهڄن کي روشن ڪيو آهي.

## قصو هڪ فيلسوف جو

ساڳيهه انسان جي اندر ۾ اهڙي اسرندي آهي جيئن گلابن ۾ خوشبو. گلاب چند گهڙين کان پوءِ ڪومائجي پٽ تي ڪري ويندو آهي ۽ خوشبو هوا ۾ وڃي ويندي آهي، پر ساڳيهه جي سرهاڻ کي طبعي موت ماري سڄ نه ڪري سگهندو آهي. ماڻهو مٽجي ويندا آهن، پر ساڳيهه جي سڳنڌ صدين کي پٽي واسيندي آهي.

ساڳيهه چوڏهين جي سهاڻيءَ جهڙي سندر ۽ اڇت هوندي آهي. چوڏهين جو چنڊ به ڪي گهڙيون ڪڙي پنهنجو نور پکيڙي رتي جوڳي جيئن رمندو رهندو آهي، پر ساڳيهه جي سهاڻي نه وقت جي پابند آهي ۽ نه هنڌ جي. ساڳيهه جي سهاڻي سان صدين جا چارا چمڪندا ۽ سرهاڻ سان جڳ ۽ جڳ واسيا رهندا آهن.

جهڙي ربت سرهاڻ ۽ سهاڻي کي نه ڪونن ۾ قابو ڪري سگهجي ٿو ۽ نه هٿڪڙين ۾ بند، نه اوچيون ديواريون اڏي سهاڻي جو لنگهه بند ڪري سگهجي ٿو ۽ نه تيئر وجهي سرهاڻ کي سوگهو ڪري سگهجي ٿو. اهڙي ربت ساڳيهه به هر قيد بند ۽ ڏاڍ ڏمر جي هيسڻ کان ڏاڍي آهي.

ساڳيهه پريل انسانن جون ساڳيهه پريل گهاڙيهون هر دور ۾ گهانجڻيون رهنديون آهن. جيتوڻيڪ هو ماڻهو مٽيءَ جي مٽ هيا، پر هنن جي ڪڙهن جي ڪهه ۽ ڪٺوري کان به وڌ هئي مٽيءَ جي مٽ مٽيءَ ۾ ضرور ملي وئي پر ساڳيهه جي سرهاڻ ۽ سهاڻيءَ کي ڪا به ڏاڍي کان ڏاڍي قوت مٽيءَ ۾ ملائي مٽي نه ڪري سگهندي آهي.

پروميٿس انسان کي اڳ جلائڻ سيکاري، ديوتائن هن کي زنجيرن ۾ قيد ڪري اولمپيا جي چوٽي سان ٻڌي ڇڏيو، پر اونداهين کي روشن ڪرڻ واري اڳ اڄ تائين ڪو به ڪٺور ديوتا وسائي نه سگهيو آهي.

سقراط ائٿنس وارن کي سچ جي واٽ ڏيکاري. شهري اميرن ۽ قربان ڳاهن جي ٽولي رکوالن هنکي زهر جو پيالو پياريو. وهم جي وڻن سقراط کي ته نهوڙي نيو پر سچ جي واٽ تي جيڪي اڻ مٽ نقش ڇڏي ويو تن کي زورآوري ۽ جهالت جو ڪو به طوفان اڄهان تائين مٽائي نه سگهيو آهي.

برونو ستارن ۽ ڌرتي جي گول حسرهئڻ جو نظريو ڏئي ڪائنات کي سمجهڻ جي نئين سچي واٽ ڏسي. روما جي رهزن حاڪمن ۽ وحشي پادرين هنکي جبري باه ۾ ساڙائي ڇڏيو. برونو سڙي رک ٿي ويو. پر هن جي ڏاهپ جو ڏنگ پادرين کي اڄ تائين ڏنگيندو رهيو آهي. ماضي جا مفروضا ذرا ذرا ٿي خاڪ ۾ ملي ويا آهن، ۽ اڄ انسان اوچي ڳاٽ سورن جا سير ڪندو وتي. ڪيڏي نه سگهه آهي ساڳيهه جي

ڪان صديون اڳ يونان ۾ ڪيترا ئي ڏاها ٿي گذريا. انهن علم ۽ ڄاڻ جي مختلف شعبن تي پنهنجي ڏاهپ پريا وچڙ ونڊي ايندڙ نسلن لاءِ چارا چمڪايا. تاريخ انهن جي احسان کي اڄا تائين نه وساريو آهي. يونان جي اهڙن ڏاهن انسانن مان هڪ ديوجانس ڪلبي به هئو. هيءُ پنهنجي همعصر ڏاهن ۽ اڳين پوين فيلسوفن کان گهڻو مختلف هئو. هن جي شخصيت ڏاهپ، ظرافت ۽ قلندري ڪردار جو نمونو هئي. جيتوڻيڪ نه هن ڪو باقاعده فلسفيائو نظريو پيش ڪيو ۽ نه ڪي وڏيون ڪتابن جا تصنيف ڪيا، پر پوءِ به هن جي ديو مالائي شخصيت تاريخ جي صفحن جي زينت بنجي وئي. هن کي مؤرخن يونان جو هڪ قلندر صفت فيلسوف لکيو آهي. هيءُ اٽڪل ٣١٠ قبل مسيح ۾ يونان جي هڪ شهر سينوپ ۾ پيدا ٿيو. هنجو پيءُ اسڪيوس سونارڪي ڌنڌي سان گڏ ڪوڙا سڪا به ٺاهيندو ۽ هلائيندو هو. انهيءَ ڏوهه ۾ هڪ ڀيرو جهلجي پيو ۽ جيل ۾ ئي پساه پورا ڪيائين.

ديوجانس پنهنجو ابائو ڳوٺ ڇڏي اچي ائٿنس ۾ رهڻ لڳو. ائٿنس جي شهري رياست ان وقت علم و هنر ۽ سياسي فڪر جو مرڪز هئي. هيءُ ائٿنس ۾ رولو فقيرن جيان لٽ هٽ ۾ ڪٿو اگهاڙين پيرن پيو گهٽين جا چڪر ڪاٽيندو هئو.

ماڻهن جي ٽولين، ٽڙن ۽ ڪلن
۾ هن ڪنهن ڪاڻ ڪاوڙ نه
ايندي هئي. هيءَ ماڻهن جي
انهي هلڪڙائپ تي يا ته کلندو
هو يا وري حڪيمانه خاموشي
اختيار ڪندو هو. ڪلب لفظ
جي معنيٰ آهي ڪتو. هن کي
ڪلبي انهيڪري سڏيو ويندو
هو جو هن جي حياتي ڪتن
جيئن رلندي گذرندي هئي.
ڪڏهن خوراڪ جي سلسلي ۾ به
بنهه ئي الڪو هوندو هو. ماني
هئس ته کائيندو هو جيئن نه ته
بکيو ئي سمهي پوندو هو. ڪاٺ
جي هڪ آدم قد صندوق
۾ هميشه ساڻ هوندي هيس،
جيڪا مدائين اڳيان لڙڪايو
وتندو هو. جتي رات پئي اتي
صندوق رکي سمهي پوندو
هو. ايٿنس جي بازار يا
گهٽين مان جڏهن به لنگهندو
هو ته ڪي وانڍا ماڻهو هن کي
چريو سمجهي چيڙائيندا هئا ته
ڪي وري حياتيءَ جي مختلف
مسئلن تي هن کان سوال پڇندا
هئا. هن جي جوابن ڏيڻ جي انداز
۾ ظرافت جو رنگ زياده هوندو
هو. انهيڪري پوڙهي ۽ مسخري
سمجهي دل بهلائيندا هئا ته ڪي
وري کيس ٽوڻي جيئن گهرائين ۾ پئي
ماڻڪ سمجهندا هئا. تاريخ ۾ هميشه
ائين ٿيندو رهيو آهي ته ذهين
اعليٰ انسان (Genius) پنهنجي
دور ۾ چريا سڏبا آهن، ڇاڪاڻ
ته اهي رواجي عقل سان ٺاهه نه
ڪري سگهندا آهن. جبران
لکيو هو:

"ماڻهو مونکي پاڳل سمجهن
ٿا. ڇاڪاڻ ته آئون هنن
جي سون ۽ سڪن جي عوض
هنن وٽ وڪامجان نٿو.
آئون دنيا کي پاڳل سمجهان
ٿو. ڇاڪاڻ ته اها منهنجي
ذات کي سون ۽ سڪن جي
عوض وڪامجندڙ شئي
سمجهي ٿي."

مولانا ابوالڪلام آزاد سرمد
شهيد جو ذڪر ڪندي لکيو.

"دنيا سرمد کي چريو ۽
مجذوب چئي ٿي، پر منهنجي
نظر ۾ سرمد جي چريائپ
تان عالمگير جهڙا هزار
ڏاهپون ۽ سياڻپون قربان
ڪري ڇڏين."

ديوجانس ڪلبي، جنهن کي
ايٿنس جي هلڪڙن ۽ وانڍن
ماڻهن چريو ٿي سمجهيو سو
ڏسندي ڏسندي ايترو مشهور ٿي
ويو جو ڪيترائي متوالا هن جي
ڳالهين جي چس کڻڻ هن کي
ڳوليندا وتندا هئا. ايٿنس جون
محفلون هن جي ظرافت ڀريل
فلسفيالين ٻولين سان ڀريون
ٻهڪنديون هيون. هن جي ڳالهه
سان جيڪي واقعا ۽ چوڻيون
منسوب آهن انهن سان هن جي
بي نيازي، بهادري، حق گوئي
آزاد خيالي ۽ ظرافت طبعي جو
پتو پوي ٿو. ڪڏهن لحاظ کان
هي ڪلبين به مذهب جو باغي
هو ۽ موجود مادي دنيا کان سواءِ
ڪنهن به تصوراتي مابعدالطبعاتي
دنيا جو قائل نه هو. هن جو نظريو
هو ته انسان پالڪي جيترو ضرورتن
جو غلام بڻائيندو اوترو پنهنجو
بزدل بڻبو.

راوي روايت ٿا ڪن ته هڪ
ڀيري سڪندراعظم هن وٽ آيو ۽
هيءُ ان مهل اگهاڙي بدن اس
۾ ويٺو هو ۽ صندوق پاسي ۾
رکيل هئس. سڪندر ويجهو اچي
چيس: "آئون سڪندر آهيان."
هن ڪمال بي پرواهي سان
جواب ڏنو "آئون ديوجانس
آهيان."

* مون کي هالي به اهو
ڏينهن چڱي ريت ياد آهي جڏهن
منهنجي والد جي جاگير ۾ پهريون
پيرو هڪڙي ڪار داخل ٿي هئي.
پوڙهيتن پڇيو هو ته ڇا اهو
ڇڪڻ کلي سگهي ٿو ۽ ان ۾
اڪيل گهوڙو پاهر نڪري
سگهي ٿو. ان کي گهڻو
وقت ڪونهي گذريو. هالي ته
ته ماڻهو چنڊ تي چڪر هڻندڙن
جون ڳالهين ۾ گهر ويٺي پڙهي
سگهي ٿو. اسان کي ان سان
هڪجهڙائپ رکندي دنيا متعلق
پنهنجي خيالن ۾ تبديلي آڻڻ
گهرجي. (البرٽ سزانڪ)

# سنڌي ڪلچر ۽ ادب

ف. م. لاشاري

” حياتي ٽڪرائن کان پنهنجو سفر شروع ڪري، ۽ جيئرا جاڳندا ٽڪراءَ انساني ذهن ۾ ٻهرين سمت سمجهڻ ۾ اچڻ کان وڌيڪ پنهنجي جوهر ۾ اڻ ڳڻيا، مختلف ۽ گهرا آهن. “

هي لفظ جرمنيءَ جي مشهور ڏاهي فريڊرڪ هيگل جا آهن. هن جا اهي لفظ، نچوڙ آهن ان وسيع انساني تجربي جا، جنهن انساني حياتيءَ جي سماجي اوسر جا قانون طئه ڪيا آهن، ۽ ان جي آڌار تي ئي زندگيءَ پنهنجي سفر جو منطق پيش ڪندي اڳتي وڌندي رهي ٿي- ۽ جنهن زندگيءَ جا مختلف ڏاڪا، مرحلا، زمانا يا دور آهن. زندگي پنهنجي ان ڊگهي سفر ۾ حياتيات (Biological) جي بنياد کان هلندي، نفسيات جي ڳوڙهي ۽ اوکي مرحلي تائين پهچي ٿي، جن جي وچ ۾ فطري ۽ سماجي ٽڪرائن جون پوکڻائون سهندي، بهرحال پنهنجو سفر جاري رکندي پئي اچي؛ ۽ اهيا تائين ڪا اهڙي علامت يا دليل سگهاري صورت نه وٺي سگهيا آهن، جنهن ڪري زندگيءَ کان انسان نهه بيزار ٿي پوي. ( البت اڻ ڏس ۾ ٿيندڙ سازشن جو ڪٿو ڪونهي.)

ٽڪراءَ، زندگيءَ کي سگهه بخشيندڙ آهن. جن کان سواءِ هوءَ هيتري سگهاري، ڏاهي، سچيت ۽ پائيدار ٿي نه سگهي ها. تهذيبون ۽ انسانيت جا جاگرافي ايڪا، ان وشال جيوت جا حصا آهن، تنهن ڪري قومن جي جياپي، اڻٿ ويهڻ ۽ گڏيل ورتاءَ ۾ زندگيءَ جا اهي سڀ ٽڪراءَ ۽ اڳتي وڌڻ وارا گڻ موجود آهن. جيڪي انساني جياپي لاءِ گهربل ۽ ضروري آهن. ڌرتيءَ جو اهو حصو جنهن کي سنڌ ڪوٺيو وڃي ٿو، ان جي چڱريل روح ڪي ڪهڙي زهريلي خوراڪ تي هيرايو ويو آهي، جنهن سبب اها انسان ذات جي عالمگير آدرش ۽ ضمير جي ويڙهاند ۾ هٿني رهيل آهي؟! اهو اسان جي ڪلچر ۽ ادب ڪي اڄ جو سڀ کان وڏو للڪاريندڙ سوال آهي.

ڪلچر ۽ سماج پاڻ ۾ لازمي طرح سان لاڳاپيل آهن. تاريخ کان گهڻو اڳ ۾ واري زماني ۾ جڏهن انسان غير سماجي زندگي گهاريندو هو، تڏهن جيئڻ لاءِ هن جي چٽاڀيٽي داخلي يا اندروني ڪوٺ، ۽ ٻاهرين وڌيڪ هئي. جن ضرورتن سببان سماجي زندگي گهارڻ انسان لاءِ اڻ ٽر اسر ٿي پيو، تن جي عمل ۾ اچڻ کان پوءِ، انسانن جي سموري داخلي ورتاءَ ڪلچر جي صورت ورتي. جنهن ۾ هن جي ذهني لاڙن جو به دخل آهي، ۽ جنهن جي گڏيل ۽ وڌ ۾ وڌ سڌريل صورت کي تهذيب ڪوٺيو پيو وڃي.

سچي نئين ڪنب وانگر سنڌ ۾ به، ڏيرائپ ۽ هراس جو عام ماڻهوءَ تي ڊگهو اثر رهيو آهي، ۽ هيئر تائين نيپال، ۽ هيسيل ڪلچر جو حصو رهيا آهن. هتي اعتراض ٿي سگهي ٿو ته ماڻهو يا فرد پنهنجي سڀ ڪا ڪوڙي طرح ڪلچر آهن. پر سنڌ جن تاريخي پڙائن مان اڪرندي آئي، ۽ ڌارين جي حملن ڪيس جيڪي جسماني ۽ روحاني ڌڪ رسيا، انهن ئي ته هتي جي ماڻهن کي عجوبي جهڙو بنايو. آريا سماج جي ذات پات جي بنياد تي ٽيل جوڙ جڪ جون پوکڻائون، قديم سنڌو ساتر جي تباهي، ايرانين ۽ سڪندر اعظم جي لشڪرن جي اڌريل ڌوڙ ۽ ان جي لاڳيتي سلسلي سبب هيئر تائين اکيون مهٽيندي، ۽ ساهه ۾ پوست سبب ڪنگهندي، ڪنگهندي اسين پاڻ حالتن جي چڪ تي قبرابل ۽ ٿاهيل سامان ڪن ڪهڙي ريت مختلف آهيون. سنڌ پنهنجي آزاد مرضيءَ سان گهارڻ وارا ڏينهن ٿورا ڏٺا آهن، ۽ سورن ۽ ستمن جي ڏينهن کانسواءِ ڪهڙو عرصو آهي، جنهن تي وڏي واڪ فخر ڪري سگهجي.

قديم زماني کان هلندڙ جن به تاريخي واقعن هتان جي جيوت کي ڌوڏيو آهي تن سڀني، ڏيهي، پرڏيهي حاڪميت جي روپ ۾ سنڌي ماڻهن کي حاڪمن جي خواهشن پٺاندڙ سوچڻ، ۽ عمل ڪرڻ تي مجبور ڪيو آهي، ۽ انهن ڏينهن سنڌي ماڻهن جي سماجي ترقي کي جيڪو ڌڪ رسايو آهي، ان صورتحال نروار ٿيڻ کي، ظاهر آهي ته ڪو نه ڪو نالو ڏيڻو پوندو.

تاريخ جون اهي سڀ هلون ۽ هيبتناڪيون پنهنجي جاءِ تي، حاڪمن طرفان محروم ڪرڻ جهڙا فلسفا سڙهڻ، انساني ذهن ۾ اڌوهيءَ جا کهرا قائم ڪرڻ، ماڻهن کي تيز ڪارائڻ جون چالبازيون هلائڻ سڀ پنهنجي جاءِ تي، پر سچي دنيا جي انسانن وانگر اسين به هڪ ئي وقت مڪاني ۽ عالمي ماحول ۾ ساهه کڻندا

رهيا آهيون. جهڙيءَ طرح ويجهن صدين ۾ يورپ جي صنعتي انقلاب، فرانس جي وڏن ماڻهن، ۽ ٻن عالمي جنگين سڄي دنيا جي قسمت جا رخ نبيريا آهن، اهڙي طرح قديم ۽ وچولن زمانن جي گهڻن قومي واقعن، سياسي ۽ سماجي تبديلين جي اثرن، دنيا کي متاثر ڪيو آهي ۽ دنيا ۾ زندگي پنهنجي ٽڪراءَن منجهان سگهه حاصل ڪندي اڳتي وڌندي ٿي رهي.

ان ئي پس منظر ۾ سنڌ سميت ننڍي کنڊ، ايران، افغانستان، عرب ۽ يورپ سان ڪنهن نه ڪنهن ناتي ڏي وٺ ۽ وهنوار ويچار ۾ رهي آهي. پنهنجي اوائلي زماني کان وٺي، انهن سمورن ترڪيبي جزن اسان جي ذهني ۽ طبعي ڪلچر کي جوڙيو آهي.

هتان جي ڪلچر ۽ خاص طرح سان ذهني ڪلچر جي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻ ان ڪري به ضروري آهي ته هڪ دوست چوائي ”تاريخ چند مولوين ۽ آرسا سماجين جو ناٺو نٿي سگهي“، ۽ هن وقت ان جي ابتڙ ڳالهه تي زور ڏيڻ ”نئين جهالت جو ڪڏو روپ آهي.“ اها حقيقت آهي ته ڪجهه ماڻهو ڪنهن عرصي تائين ترقي پسنديءَ جو روپ وٺي، هينئر وري ڪجهه ڏاڍين جو سهارو وٺي سنڌي معاشري جي رواداري، ايڪي ۽ ڀائپي جي هاڪاري حدن تي ڪهت هڻي، پنهنجا ذاتي مقصد سنوان ڪرڻ لاءِ، تاريخ، اوسر جي قانونن، زندگي جي ڀرپور دليلن ۽ ماڻهپي تي ڪهت هڻڻ جا سانباها ڪرڻ لڳا آهن، ۽ سچائي جي مسئلن جا ڏونڌ ٽڪر ڪيدي ان جي شڪل بگاڙڻ جي ڪئي آدن. ننڍي کنڊ جي ذهني تشڪل صورت تي گهڻي ۾ گهڻو اثر جن تحريڪن جو رهيو آهي، اهي آرين جي ويدن ۽ شاسترن کان هلنديون، ٻڌ ڌرم، هندو تصوف، اسلام، اسلامي تصوف، پڇڙي منزلون لتاڙينديون، اچي، صنعتي ۽ سائنٽفڪ واري صورتحال جي نتيجي ۾ پيدا ٿيل فڪر تي پهتيون آهن. اهو ان ڳالهه جو ثبوت آهي ته انسان، وري ٻڌي موٽ نٿو کائي سگهي، ڇو ته ڪا به پيهر جانور ٿيڻ واري خواهش آهڙي نٿي سگهي. ان ڪري پراڻ پرستي جي سمورن انگن اکرن سان پريل ڪمپيوٽر، ڀلي اهي اسٽيريو ٽائيپ ٿي چڪا نه هجن، موهي نه ٿا سگهن. اها ڳالهه سمجهه جي سوڀ جي علامت آهي.

ٻڌمت ننڍي کنڊ جي پهرين شعوري ۽ عوامي تحريڪ آهي، جنهن هندو ڌرم جي ڪچ سان جنم ورتو، ۽ ويجهن وساري ۽ حاڪميت جي اثر کي ڪاپاري ڌڪ هنئي، تاريخ جي ڪُهل عرصي تي مستقل اثر وڌا. هندو برهمڻ جي سنسڪرت زبان جو ڪو لفظ به، برهمڻ کان سوال پڇڻ اچاري نه ٿي سگهيو، ۽ اهو ۽ ان سان لاڳاپيل ذات وارو سرشتو بنيادي تضاد هو، جنهن جي نتيجي ۾ ٻڌ ڌرم عوام جي تحريڪ ٿي اڀري آيو. اشوڪ اعظم هندستان جو پهريون مرڪزي حيثيت جو بادشاهه هو جنهن ان جي پيروائي ڪئي ۽ ماڻهن کي اوڙاهه منجهان نڪرڻ جو سادو ڪشڻ پلئه پيو. پر بنيادي طرح سان رياست ۽ حاڪميت جيئن ته هميشه کان عوام جي امنگن ۽ جذبن جي خلاف ڏاڍ تي هلنديون آيون آهن، تنهن ڪري ننڍ کوراڻي ۾ وري ساڳيو ذات جي مٿيڀد وارو لاڙو اڀريو، ۽ وطن پرستيءَ جي جنگ ۾ جڏهن چندر گپت يونانين کي پوئتي ڪيو ۽ پنهنجو اقتدار پختو ڪيو، تڏهن هڪ ڀيرو وري حاڪميت جي لٺ جي سهاري سان هن جي سڪيم منتري چاڻڪيا، هندو ڌرم کي نئين سر جياريو. اها حيرت جهڙي ڳالهه ناهي، چاڻڪ ته سڄي انسان ذات جي تاريخ حاڪميت ۽ عوام جي ڪنهن نه ڪنهن رنگ ۾ ٽڪرائن جي تاريخ آهي.

ٻڌ ڌرم سنڌين جي مزاج ۾ جيڪو رچاءُ ڪيو، ان نه رڳو هتي پنهنجا دائمي اثر ڇڏيا، جيڪي تصوف جي مختلف شڪلين ۾ ظاهر ٿيا، پر ساڳئي وقت اولهه ۾ رومن سلطنت جي محڪومن ۽ حاڪميت کان انڪار ڪندڙ مسيحيت جي پيش رو نظريي جي حيثيت به حاصل ڪري ورتي، ۽ اولهه جي دنيا جي جهڳي، ذهني نفري لاءِ اڀرندي زمين کي تقدس پرايو ڪري ڇڏيو، پيو نه تڏهن به هتانجي فڪري لاڙن ۾، گهٽ ۾ گهٽ اهڙي ڳالهه ڪا نهي، جڪا ڳالهه ڳالهه تي نچ اچي وڃڻ تي، يا پير ۾ ڪنڊي چڀڻ تي لڏ پلاڻ تي مجبور ڪري وجهي.

سنڌي ماڻهن جي ذهني ڪلچر جي شاهوڪاري جو هڪڙو ڪڻ وطنيت به آهي، جيڪو ظاهر ڪري ٿو ته هتان ساڳين مارا ماري ڪرڻ وارو وحشي لاڙو هتي نه اڀريو. هتان جي ڍنڍن، دريائن، وڻن، فصلن ۽ سمورن پيداواري وسيلن سان ديس واسين جو اڻ ميو پيار ظاهر ڪري ٿو ته هي ماڻهو حاڪميت جي خيال پرستي، ڏاڍ ۽ ڏاڍ مڙدجڻ جي فڪري هٿيارن ذريعي سطع پنجڻ جي باوجود عمل ۾ ڊيموڪريٽ پسند رهيا آهن.

جهڙي ريت هتان جي زرعي معيشت ۽ ماڻي مزاج ڌاريـن ڀهراڙون ڪندڙن کي هڙ ڪايو آهي، اهڙي ريت وقت جا تقاضا هٿ به هتي ڪرڻ ڪانهوءِ تيار ٿي رهيا آهن. وچولي ۽ ويجهي ماضي ۾ وارو تصوف مختلف مذهبن جي گڏيل شڪل ۾ سڪانيت جي اثر هيٺ، ان جي شاهدي آهي.

تازو مٿي ڄاڻايل "جاهليت" جي هڪ نئين ترجمان سنڌ جي ڪلچر تي نفرت جو ڇاڇولو وجهندي هندو - مسلم ڪلچر جو اصطلاح ورجائي، ان کي ڪاٽ ڪرڻ لاءِ لطيف سائين جي ٻوليءَ جو مثال ڏنو آهي. اهو ٻڌائي جنهن جو گهرو يار مدن والو هو، ۽ اهوئي ٻڌائي جيڪو ڪڙي هندوءَ کي سڏيارو واڻين سيٺن جي، هن کي مسلمان ٿيڻ واري زوراڻي منجهان ڇڏائي آيو ۽ اهو ٻڌائي جنهن جا گوٺي ۾ گهڻا ڪردار هندو آهن.

هتي هندي هندي اها به ٻڌائي ڏڻ گهرجي ته ڪلچر ڪهڙي مذهبي، يا نسلي بنيادن تي ورهائڻ به ارهه زوراڻي جهڙي لاڳاپي عذاب جا هٿ مضبوط ڪرڻ وارو عمل آهي. ننڍي ۾ ننڍي ڳوٺ کان وڏي ۾ وڏي شهر تائين غريب ۽ ساهوڪار جي اٿي ويهي ۾ واضح، سنڌو ڪلچر جي حقيقي قدرن جي ڇٽو ڪري ٿو. وڏيري جي ساڙي ۽ پورهيت جو ڪکائون گهر ڪلچر جا ٻه ڌار نمونا آهن، ساڳي ريت ڪارخاني ۾ ڪم ڪندڙ مزدور ۽ مئنيجنگ ڊائريڪٽر جي ٽالي ۾ ڪارخاني جي مالڪ جا ٻه ڌار ڪلچر آهن. سنڌ ۾ به رهڻي ڪهڻي ۽ اهڙي سطحن تي هميشه ٻه ڌار ڪلچر رهيا آهن. اهڙي جو مقصد نفرتون پيدا ڪرڻ، ڪٽر پرستيون وڌائڻ آهي، پيو رواداري پڇاڻي ۽ پيار جو سڏ ڏئي ٿو. جيڪو نفرتون ڦهلائيندڙ ۽ ان جو لاڙيو آهي اهو ذهني طرح حاڪميت جي فڪري ڪلچر جي نمائندگي ڪري ٿو، جيڪو پيار ۽ امن ڏانهن سڏي ٿو اهو عوام جي ذهني ڪلچر جو عيوضي آهي. مخدوم عبدالرؤف اڄ پڻ مٿو سالن کان پوءِ سائين کي ياد ڪونهي، پر ٻڌائي هر دل ۾ وسندڙ آهي. اهو امر ڪهڙي ڳالهه جو مظهر آهي؟

لطيف سنڌ جي ذهني ۽ طبعي ڪلچر جو سڀ کان مٿاهون، اتم ۽ اهڙي نمائنده حيثيت جو مالڪ آهي، جنهن کي مستقبل جي ڪنهن به چوواٽي تي للڪاري نٿو سگهجي. سچي سماج جي تاريخي مرحلن منجهان گذري اچڻ ڪانهوءِ لطيف انهن تجربن منجهان نتيجا ڪڍيا آهن، ۽ نتيجي تي پهچڻ وقت سندس ذهني رسائي عوام جي هر طرح سان نمائندگي ڪندڙ آهي. ساڳئي وقت ٻڌائي سر مارئي ۾ ملير ۽ عمرڪوٽ کي ٻن ڌار طبقن جي علامت ڪري پيش ڪيو آهي- ڏاڍ جي ۽ ڏاڍ سهندڙ جي.

لطيف جي ڏينهن ۾ سنڌ جنهن تاريخي پوئتا منجهان نڪتي هئي، پوءِ به ان ۾ ئي جڪڙيل رهي- فرق رڳو زمانيءَ ڪردارن جو آهي. ۽ اهوئي پس منظر آهي اسان جي اڄوڪي ادب جو. هن وقت اقتصادي رشتا وڌيڪ منجهيل آهن، ۽ وقت جي ڏکاري ملڪن کي پنهنجي سلسلي جو ڏکو تجربو آهي: بلڪل ان ئي طرح سان سهندڙن ۽ پوکيندڙن کي به پيڙائن جو ڏکو تجربو آهي، ظاهر آهي، ته ان ڪجهه سبق به ڇڏيا آهن. جنهن ڪري ڪنهن آدرشي نتيجي تي ديرسان پهچڻ، تاريخي پڙڏنپ آهي.

لطيف جي ڏينهن ۾ سنڌ کي رڳو ٻهراڙيون ۽ ڪجهه ٻاٽپريون آباديءَ جون وسنديون هيون، هينئر صنعتي شهر آهن، عالمي مواصلات آهي، خبر چار جا ادارا آهن ۽ انهن جا اثر آهن. اسان جي ادب کي انهن سڀني عنصرن منجهان گذرڻو پوي ٿو. سچي عالم کي متاثر ڪندڙ بيٺڪيت جي سرشتي منجهان به نڪتا آهيون، ۽ نيم بيٺڪيت جي آزارن کي به دانشور ۽ عوام ڀوڳيو آهي. عوام دشمن سياست جي راڪاسڻ کي روڪڻ جي ڪوشش ٿئي ڪئي آهي ته حاڪميت جي وجود لاءِ به هوا ڪپرڪٽي آهي.

هاڻوڪو معاشرو اخلاقي ڏيوالپڻي جو چٽو ڀٽو نمونو آهي، ۽ ان جو سبب آهي اقتصادي ڦرلٽ. صنعت بلاشڪ انسان جي زندگيءَ ۾ ڦيرو آندو آهي، پر ان معاشري جي تضادن کي به تيز ڪيو آهي. تضاد جيئن ته زندگيءَ جي جياپي لاءِ ضروري آهن، تنهن ڪري اوسر جي قانون کي ڪابه داخلي يا شخصي خواهش روڪي نه ٿي سگهي. ٻيو مسئلو آهي ته زندگي جو ڪهڙو سوڙهي نئون رخ اختيار ڪرڻ وارو عمل، ڦيري کان اڳ واري معاشري جون هڏ ڳوڏ پيهي ڇڏيندو آهي. زندگين جي قرباني عام بائيلاجي جي قانون وانگر آهي. جيئن انساني جسم جا هزارين ڪروڙين ڳوڙا (Cells) تباهه ٿي نون کهڙن لاءِ رستو صاف ڪندا آهن ته حياتيءَ کي تازگي، رواني ۽ ترنم ملي سگهي. ائين ان ئي ريت مجموعي زندگي به پاڻ کي سگهاري ڪرڻ لاءِ قربانيون گهرندي آهي، ۽ هينئر جيڪڏهن انسانيت ۾ لازوال عظمت جهڙيون ڪي خوبيون سڏي سگهجن ٿيون ته ان جو ڪارڻ قربانين جو

ڏکيو سلسلو ٿي آهي.

سنڌي ادب ۽ اديب سماجي تبديليءَ کان اڳ واري ماحول ۾ ساهه کڻي رهيو آهي، ۽ ان ماحول جا سڀ اهڃاڻ ڪيس ملي رهيا آهن. اهڙيءَ طرح جتي ڪيس سور ڏنا آهن، اتي تبديليءَ جي قافلي جو ساٿي بڻايو آهي ۽ اها هن جي تاريخي ذميداري به آهي. ان ذميداريءَ کي هن نڀايو آهي، ۽ ون يونٽ خلاف هلچل هلائڻ جو ڀرپور سهرو سنڌي ادب ۽ اديب تي آهي.

هر ڪنهن وقت جڏهن ته راڄ ناڪاريءَ لاڙن، ۽ سماجي مونجهارن جو آهي تنهنڪري ادب ۾ به منفي رويا آهن. اديب ڪنهن به رچنا ۾ جيڪڏهن ڪهڙيل ذميداريءَ کان ٽڙي ٿو وڃي ته هن جي سگهه ري، ۽ ولوڙ پيدا ڪرڻ واري آتم-ترتيبي کي ڌڪ ٿو رسي. سچي ڳالهه آهي اديب جي سماج سان ساڳ نڀائڻ (Integra.ion) واري جتي مهوڀن ڀيڻي کان ٻاڻ کي ڌار ڪري، ڪنهن نئين قسم جي انائيت جوڙي ٿو، اتي ڪيس يقين هئڻ کپندو ته هو اڪيلو آهي ۽ حالتن جو شڪار ٿيڻ جو شوق هن جي رڳ رڳ ۾ ويهي ويو آهي. لڙهي وڃڻ جوڙي عادت يا هيڻائي ادب ۾ تني ني ڪونه. والٽيئر جهڙي تخليق ڪيل ادب فرانس کي ٿوڏي چڏيو هو. روسو جي سماجي نظرئي يورپ ۾ جمهوريت

جو تاجي ٻڌو اڏيو هو. ان کان پوءِ اڳ شيڪسپيئر جا ڪردار جي ذهن مان شخصي آزادي جي پکيڙي کي آجي ڪرائڻ ۾ هٿ ونڊايو هو. يورپ ۾ جاڳرتا واري تحريڪ وچولي زماني ۾ ئي شروع ٿي هئي ۽ اها اڄ جي يورپ ٿي نه پر سڄي دنيا جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ ڪنهن نه ڪنهن شڪل صورت ۾ هلي پئي. هئي هينئر جڏهن انساني آدرش هٿن مان ڇڏائجي رهيا آهن فرد اڪيلائپ جي ڏيڻ ۾ ڦاسندو نفسياتي ڪيس بڻبو پيو وڃي، پورهئي جهڙي تعميري ۽ جياپي جو حقدار بڻائيندڙ وٽ ٻار ٻنجي تجريدي شڪل وٺندي ٿي وڃي، تڏهن ان جي سببن جي جاچ لهڻ ڪنسواءِ ٿلهي ليکي اکيون پوري پسار ڪيا ته وقت جو زيان ٿيندو. سولائپ، ڪم چوري ۽ تن پسندي وڏيڪ روڳي بڻائيندا. تڏهن سماجيات جي گهرائي ۾ وڃڻ کان سواءِ پيو جيڪو ڪجهه ٿيندو سا ليکي ڪڻ واري ڳالهه آهي. مٿيا ۽ ساڳيو حاصل ڪرڻ لاءِ ظاهر آهي ته ڪيچ جهاڳڻو پوندو.

هنن ڳالهين ڪرڻ جو بنياد گذريل لڳ ڀڳ ڏهه سال آهن، جن ۾ مقداري ادب کي ڇڏي معيار جي کوٽ ڏسڻ ۾ آئي آهي. سنڌي ڪهاڻي کي ٻن ٽن ڏورن ماڻهن کي ڇڏي، هينئر اها ڪانهي جيڪا

جمال ابڙي، ۽ سراج کان شروع ٿي علي بابا ۽ امر جليل تائين پهتي هئي. ان ۾ خود ادب جي داخلي صورتحال جو به هٿ رهيو آهي، جنهن ۾ تنقيد جو ميدان جٽائي سگهجي ٿو، پر اصل ڳالهه آهي پيداواري لاڳاپن جي ڏوري ڏيهي قيرقار واري عهد جي. انهن ڏهن سالن ۾ وچولي ڪلاس جي نفري ۾ اڳ کان گهڻو واڌارو آيو آهي. اهو نئي واڌارو ان نفري جا سمورا نفسياتي ۽ ذهني خفقان به کڻي آيو آهي. اها نفري جڏهن ويڙهه ۾ هوندي، تڏهن هماليا جو سينو ڏارڻ لاءِ به تيار، پر جڏهن پيٽ ڀرائي ته پوءِ اڌ ڏڻ ۾ نزاڪت کي نقصان سمجهندي.

ڏيان ڏيڻ جي اها به ڳالهه آهي ته ادب وانگر زندگيءَ جي سمورن شعبن ۾ ڇڙواڳي ۽ غيرذميداري تڏهن پيدا ٿيندي آهي، جڏهن انهن تي اک رکڻ وارن ادارن جو ڪال هوندو آهي، ۽ انهن جو ڪال تڏهن ٿئي جڏهن عوام ۾ جاڳرتا گهٽ هجي. گهٽ سجاڳي قومن لاءِ انين هوندي آهي جيئن ٻارهن سگهن واري جانور جي سگهه وچڙي پوندا آهن.

(نوٽ:- ۲۴ ڊسمبر ۱۹۸۱ تي لاڙڪاڻي ۾ لطيف ميڊيڪوز طرفان ڪوٺايل سهاڻي سال ڪانفرنس جي موقعي تي پڙهيل مضمون.)

---

* پنهنجي معاشري ۽ پنهنجي ثقافت تي تنقيد به ثقافت جو هڪ فرض آهي، جيڪو اسان جي زماني ۾ اڃا به وڌي ويو آهي. رومانوي ۽ خيالي زماني جو شاعر اڄ انقلابي اديب يا فنڪار بڻجي ويو آهي. هو في انصالي کي رد ڪري ٿو ۽ آزادي جي طلب ڪري ٿو. معاشي، ثقافتي، سماجي ۽ اخلاقي انقلاب آڻڻ لاءِ هو ان آزادي کي ڪم ۾ آڻڻ گهري ٿو. ان قسم جي تنقيد يا راءِ جي اختلاف تي پڌل سرگرمي عوام جي چڱڀلائي لاءِ ضروري آهي. اها ڳالهه سماجي ترقي لاءِ هڪ اٽ ٿر سگهه آهي.

(جوسي لوئي جاتيني)

# شاعري ڪهاڻيون ۽ تاريخ

ابراهيم خشڪ

(ڏنڊي آدم ۾ ”چونڊ شاهڪار ڪهاڻيون“ ڪتاب جي مهورت وقت پڙهيل مقالو)

حڪومتون، حڪمران، حملا، ڪاهون، فوجون، تير، ترارون، بندوقون، ٽينڪون، ميزائيل، بم، امن وسيلي تباهيون، امن وسيلي مدارا ۽ انهن سان واسطيدار ڳالهيون، ٿوري گهڻي وڌاءَ سان تاريخ ۾ ملنديون آهن پر جيئن ڊپارٽمينٽل جنرل اسٽور جام آهن، جتي سڀني سڳي سميت هر شئي ملي وڃي ٿي پوءِ به پسارڪو وکر پساريءَ جي دڪان تان ئي ملندو. ان ڪري عام ماڻهن جا ڏک، انهن جون خوشيون، انهن جا عشق، انهن جا احساس، عوام اڏو ڪين پيڙيندڙن جا روپ ۽ بهروپ، عام ماڻهن جا مسئلا ۽ انهن سان واسطيدار اهڙيون ٻيون سڀ ڳالهيون حڪمران واري تاريخ جي ڪتابن ۾ ڪونه ملن چو ته ”اڏان مينهان دا ڪيها ميلا، اوڇرن جهنگ اوڇرن پيلا.“

هاڻوڪي زماني ۾ سائنس ڏاڍي ترقي ڪئي آهي، ته به ڪيترن ملڪن ۾ اڄ به پراڻن نمونن جون تاريخون لکجي رهيون آهن. هڪڙي حاڪمن جي تاريخ، ٻي عام ماڻهن جي تاريخ. حڪمرانن جي تاريخ ڪير ته تاريخ ئي چئجي ٿو، پر عام ماڻهن جي تاريخ ڪهاڻين، افسانن ۽ شاعري جي شڪل ۾ اسان اڳ ايندي رهي ٿي. ان ڪري شاعر ۽ ڪهاڻيڪار عوامي تاريخ نويس جي حيثيت رکن ٿا.

اسان پنهنجي ڏيهه جي تاريخ کي ڏسون، ان ۾ به اسان کي حاڪمن، اميرن، شاهن، بادشاهن جا قصا ته ملندا پر ان دور جي عام ماڻهو جي حالت جو پتو ۽ ان جي سياسي، سماجي ۽ اقتصادي حالت پروڙڻ لاءِ ان دور جي شاعري ۽ ڪهاڻيون پڙهڻيون پونديون. مثال طور ڪو ڄاڻڻ چاهي ته مغلن جي حڪمراني واري عرصي ۾ عام سنڌي ماڻهوءَ جي ڇا حالت هئي. تاريخ کي ڏسو لکيل هوندو ته ماڻهو ڏاڍا خوش هئا. سستائي ايتري هئي جو ڪير، مکڻ، ڏڌ پيسن تي نه وڪامندا هئا. بادشاهه سخي هوندا هئا. گوشت، مڇي، آنا ڏاڍا سستا هئا. پر ان دور جي عوام جي حقيقي تاريخ لکندڙ، عام ماڻهو جي اقتصادي حالت لکندي چوي ٿو ته:

”آنين ۽ چڙهين، ڏٿ ڏهاڙي سومرا“

هونئن ڪهاڻي ته شاعري کان به وڌيڪ واضح ۽ کليل بيان پيش ڪندي آهي پر جيئن ته جديد ڪهاڻي گهڻو دير سان شروع ٿي آهي ان ڪري جتان جديد ڪهاڻي شروع ٿئي ٿي، ان کان اڳئين دور جي عام ماڻهن جي احساس ۽ حالتن ڄاڻڻ لاءِ ته صرف شاعري سهارو ٿي سگهي ٿي پر پوءِ واري دور لاءِ شاعريءَ سان گڏ ڪهاڻين جا ڪتاب به اسان کي ۽ اسانجي ايندڙ نسلن کي وڏي ڄاڻ ڀيڄائيندا رهندا ۽ جڏهن اسانجو ايندڙ نسل به هن دور جي عام ماڻهن جي سوچن، احساسن، حالتن، پڙاڻن ۽ پيڙيندڙن بابت معلومات چاهيندو ته ان کي به هن دور جي رڳو تاريخ بدران هن دور جي شاعري ۽ ڪهاڻين جا ڪتاب به پڙهڻا پوندا.

جيئن پنهنجي ڏاڏاڻي ڏيهه لاءِ چئون ٿا، تيئن ٻين ملڪن جي عام ماڻهن ۽ انهن جي حالتن، سوچن، احساسن ۽ مزاج کي به ڄاڻڻو هجي ته ڪجهه ٻين ڪتابن سان گڏ ان ملڪ جي شاعري ۽ ڪهاڻين مان گهڻي پروڙ پوندي پر انهن ملڪن جي ڪهاڻين پڙهڻ لاءِ انهن ملڪن جون ٻوليون سکڻيون پونديون، نه ته قصو ائين ٿيندو ته ”زبان يار من ترڪي، ومن ترڪي نمي دانم“ يعني ته منهنجو معشوق ترڪي ٻولي ڳالهائي ٿو پر مون کي ترڪي ٻولي اچي ڪانه ٿي) وڏو مسئلو ته اهو ٿيو پر اسين ٿورائتا آهيون، ڊاڪٽر عاشق حسين جا جنهن اسان جو اهو مسئلو حل ڪري ڇڏيو آهي ۽ ڪيترين ئي پرڏيهي ڪهاڻيون سنڌي ۾ ترجمو ڪري اسان اڳ آنديون اٿس. انهن پرڏيهي ڪهاڻين پڙهڻ سان عام پڙهندڙ ڇا پرائيندو. انهي لاءِ پلي هرڪو اهي ڪهاڻيون پاڻ پڙهي ۽ پوءِ پاڻ کان پڇي ته ڇا پرايائين. باقي هتي مان صرف هڪ ڳالهه چوندس ته، اهو ڪهاڻيون پڙهندڙ جنهن سنڌي ڪهاڻيڪارن جون ڪهاڻيون به پڙهيون آهن. انهي کي ڊاڪٽر عاشق حسين جون ترجمو ڪيل اهي ”چونڊ شاهڪار ڪهاڻيون“ وارو ڪتاب پڙهڻ بعد پيو فائدو اهو پهچندو جو هن کي خبر پوندي ته دنيا جي ڪهاڻيڪارن اندر سنڌي ڪهاڻيڪار ڪهڙي اوچائي تي بيهندو

ڏسو صفحو ٩١

# ناٽڪ جو اصل نسل

## ڊاڪٽر نواز علي شوق

### ڪاميڊي

ٽريجڊي ۽ ڪاميڊي پنهنجي حقيقت ۾ سڳيون ڀينرون آهن، ڇو ته ٻنهي جي ماءُ ”ڊائنوسس پوڄا“ آهي. پر انهيءَ ويجهي قرابت جي باوجود ٻنهي ۾ فرق آهي. ٽريجڊي ان ڊائنوسس پوڄا جي يادگار آهي، جا سخت سردين ۾ ڪئي ويندي هئي. سخت سردي سبب باغ باغيچا ويران ٿي ويندا هئا. ماڻهو بيحد اداس ۽ پريشان ٿي ويندا هئا. اها اداسي ۽ پريشاني ٽريجڪ ترانن ذريعي ظاهر ڪئي ويندي هئي. ڪاميڊي به پنهنجي تخليق جي لحاظ کان ”ڊائنوسس پوڄا“ جي احسانمند آهي جا سياري کان پوءِ بهار جي موسم ۾ ڪئي ويندي هئي، جڏهن هر طرف ساوڪ نظر ايندي هئي. انهن ڏينهن ۾ هندو هولي جو ڏڻ ملهائيندا آهن. جو ڪجهه هوليءَ ۾ ڪيو ويندو آهي، اهو ساڳيو تماشو يونان ۾ ڪيو ويندو هو. شروع ۾ مهذب شهري ٽريجڊي پسند ڪندا هئا ۽ جاهل ڳوٺاڻا ڪاميڊي کي وڌيڪ پسند ڪندا هئا. شهرن ۾ ٽريجڊي وڏي تقدس ۽ احترام سان ڪئي ويندي هئي، ڳوٺاڻا وري ڳوٺن ۾ فصل پچڻ کانپوءِ ڊائنوسس جي پوڄا ڪري، شڪريو ادا ڪندا هئا. انهيءَ ميلي جو نالو ”اسڪوليا“ هو.

ان موقعي تي هڪ ٻڪر ڊائنوسس جي ڀيٽا طور قربان ڪيو ويندو هو. ان کانپوءِ ماڻهو کائڻ ۾ شراب جي نشي ۾ پيا مستن وانگر گهمندا هئا. هو ان موقعي تي هڪ گيت ڳائيندا هئا، جنهن کي ”فيلڪ“ سڏبو ويندو هو. انهن گيتن ۾ ڊائنوسس جي تعريف کان علاوه مختلف ماڻهن سان ٺٺوليون ۽ چرچا ڀوڳ ڪيا ويندا هئا. مطلب ته اهي ٽولا ڊائنوسس جي مورتي هٿن ۾ کڻي ڳائيندا وڄائيندا، نچندا ٽپندا، مختلف ڳوٺن ۾ پيا ڦرندا هئا. ان ”اسڪوليا“ مان ڪاميڊي نڪتي. ڪاميڊي يوناني لفظ ”ڪومس“ مان نڪتل آهي، جنهن جي معنيٰ آهي گهومڻ ماڻهن جو گيت، پر مصدر لفظ ”ڪومي“ بيان ڪيو وڃي ٿو، جنهن جي معنيٰ آهي ڳوٺ. پر پهرين راءِ وڌيڪ مستند آهي.

### سوسيرين

جڏهن ڊوريس جي ٽريجڊي جي بزم آرائيءَ ۾ مشغول هو ته ميگيرا جي شاعر ”سوسيرين“ ڪاميڊي جي بازار گرم ڪئي. پر ڪاميڊي کي فني رتبو حاصل ڪرڻ ۾ وڏو وقت لڳو. سوسيرين ماڻهن جا عيب ۽ لڇڻ اسٽيج تي ظاهر ڪري، ڪاميڊي جو بنياد وڌو.

### ڪريٽينس

هيءُ هڪ مشهور شاعر ٿي گذريو آهي، جنهن کي هجو لکڻ تي عبور حاصل هو. ماڻهو سندس سياسي هجون گهڻو پسند ڪندا هئا. هيءُ پهريون شاعر آهي، جنهن ڪاميڊي کي ذاتي حملن لاءِ هٿيار طور تسليم ڪيو. جڏهن ڪاميڊي ۾ هجو جي بادشاهه ارسٽوفينز هن تي ”مدهوش ميخوار“ جي نالي هڪ ڪاميڊي لکي ته هن ان جي جواب ۾ هڪ ڪاميڊي تصنيف ڪئي، جنهن جو نالو هن ”بوتل“ رکيو. جڏهن ارسٽوفينز جي ڪاميڊي ”بادل“ ۽ ڪريٽينس جي ڪاميڊي ”بوتل“ پنهنجي اسٽيج تي آيون ته ”بوتل“ ”بادل“ کان گوءِ کڻي وئي.

### يو پولس

ارسٽوفينز جو ٻيو حريف يوپولس هو. هن گهڻيون مختصر ڪاميڊيون لکيون، جن مان هڪ ڪاميڊي لکڻ جي ڏوهه ۾ سزا طور کيس سمنڊ ۾ اڇلايو ويو.

### ڪريٽس

ڪريٽس هڪ وڏو شاعر، هر دلعزيز مصنف ۽ قابل ايڪٽر هو. هو ڪريٽينس جو پوئلڳ هو. هن سنڌس سڀني ڪاميڊين ۾ پارٽ ڪيو هو. هن ٻئي مصنف سڀ کان پهرين شرابين کي اسٽيج تي آندو. پنهنجي ڪاميڊين ۾ سياسي معاملن جي ذڪر ڪرڻ کان پاسو ڪندو هو. ڇو ته سياسي ڪاميڊين کان قانوني طور منع ٿيل هئي. پر هڪ سال کان پوءِ اهو قانون رد ڪيو ويو. جڏهن ڪاميڊي حد کان زياده فحش ٿي وئي، ته عالمن ان جي اصلاح طرف توجهه ڏنو ۽ انهن مان فحش ۽ بي حيائي وارا حصا ڪڍي، انهن جاين تي تقريرون ۽ گيت شامل ڪيا ويا. اهڙي ريت ڪاميڊي جي زبان فحش گفتگو کان پاڪ ٿي وئي.

### ارسٽو فينز

حقيقي ڪاميڊي ٤٢٥ قبل مسيح، ارسٽوفينز لکي. تنقيدنگارن سندس تصنيفات کي غير مهذب سڏيو آهي. توڙي جو اهو اعتراض بجا آهي، تڏهن به اهو ياد رکڻ گهرجي ته هن پنهنجون ڪاميڊيون اٿينز ۽ سپارٽا جي

ڏکوي جنگ جـــي زماني ۾ تصنيف ڪيون هيون. ائينز جي عمومـي جماعت جـــو اڳواڻ "ڪلي آن" هو، جيڪو هن جو جانــي دشمن هــو ۽ ائينز حڪومت ۾ جيڪـي خرابيون پـيدا ٿيـون هـيون، سي سڀ ڏانهس منسوب ڪـيون وينديون هيون.

هو ڊراما نگار صلح جـو حامي هو ۽ ڪلي آن جنگ جو علمبردار هو. هيءُ اهـو زمانو هو، جڏهن پنهنجا خيالات ۽ ۾ جلسن ۾ ظاهر ڪـرڻ خطرناڪ سمجهيو ويندو هو پر اهي ساڳيا خيالات ايڪٽر اسٽيج تي ڪري طرح بيان ڪندا هئا. جـڏهن ڪلي آن جي مخالفن حمايت جـو عهد ڪيو تـه، ارسٽو، فينز "نائٽ" جـي نالي هڪ ڪاميڊي لکي ۽ ان ۾ ڪلي آن کـي ڏاڍو بـچڙو ڪيـائيـن. هـن انهـيءَ ڪاميڊي ۾ خود ڪلي آن جو پارٽ ادا ڪري، کيس خـوار خراب ڪيو. سندس پين ڪاميڊين ۾ حڪومت جون خرابيون بيان ڪيون ويون آهن. هو پنهنجـي لکڻين ۾ ايتري قدر سچو هو، جو دوست دشمن تـه ڇهيو پر پاڻ کي بـه معاف نـه ڪندو هو. جوڪجهه کيس چوڻو هوندو هو تـه ٺوڪ ڪـئي ڏيندو هو. هن سقراط جهڙي قابل احترام شخصيت کي بـه معاف نـه ڪيو، جڏهن شاه "ڊائي آني سس" ائينز جـي زبان ۽ تمدن کان واقفيت حاصل ڪرڻ جي خواهش ظاهر ڪئي تـه افلاطون کيس ارسٽوفينز جا ڊراما موڪلي ڏنـا ۽ چوائي موڪليائينس تـه، "هنن ڊرامن ۾ ائينز جي رهواسين جـي صحيح تصوير نظر ايندي."

## ڊوبس انڏي فينز ايسڪلازز

ارسٽوفينز ڪـل ٻوءِ هـن بـي شمار ڪاميڊيون لکيون. سندس تصنيفن ۾ فصاحت ۽ بلاغت جون خوبيون جا بجا نظر اينديون. هيءُ شاعر ۱۰۶ سالن جي عمر ۾ فوت ٿيو ۽ آخري دم تائين ڊرامن لکڻ ۾ مصروف رهيو.

## مينندر

هـيءُ هڪ وڏو ايڪٽر ۽ ڪاميڊي نويس هو. سندس دور جـي ڪاميڊين ۾ تمدني ۽ معاشرتي ڳالهيون بيان ڪيون وينديون هيون. هجو جـو عنصر صفا ختم ڪونـه ٿي ويـو هـو، پـر اهـو گهٽجـو گهٽجي ويـو هـو. ان جي جاءِ حسن ۽ عشق جـي حسين ۽ رنگين ڪهاڻين ورتي هئي، هو "ابي ڪيورس" جـو دوست ۽ همنوا هـو. تنهن ڪـري سندس ڪاميڊين ۾ انهيءَ وارو رنگ يعني نفساني لذتـون گهٽي قدر نظر اينديون. سندس مقصد هو تہ، نيڪي ۽ بديءَ جـو انجام حقيقت آسور نموني ۾ ڏيکاريو وڃـي. سندس ڊرامـن ۾ فطرت نگاريءَ جـو عنصر نمايان نظر ايندو ۽ هـن فن تـي کيس وڏو ڪمال حاصل هو.

## يوناني ڪاميڊين جا قسم

يونـاني ڪاميڊيـن (طربيہ ڊرامن) کي ٽـن قسمن ۾ ورهايو ويو آهي، جي هن ريت آهن:

۱- پراڻي، ۲- وچين ۽ ۳- نئين.

۱- پراڻي: هـيءُ ڪاميڊي جو اهـو قسم آهـي، جنهن ۾ ڪردار حقيقي شخص هوندا هئا ۽ پنهنجن اصلي نالن سان اسٽيج تي آندا ويندا هئا. هن قسم جي ڪاميڊيءَ ۾ ماڻهـن جي وڏي دل آزاري ڪئي ويندي هئـي. نيٺ ان قسم جا ڊراما برداشت کان ٻاهر ٿي ويا.

۲- وچين : هن قسم جـي ڪاميڊيءَ ۾ حقيقي ڪاميڊي وانگر اخلاق و عـادات جا نقشا ڏيکاريا ويندا هئا. ڪنهنجو نالو وٺي ذڪر ڪرڻ وارو طريقو ختم ڪيو ويـو. ان جي بجاءِ فرضي نالن جي ذريعي اهو ڪم سرانجام ڏنو ويندو هو.

۳- نئين : ڪاميڊيءَ جـو هيءُ قسم فن جـي آخري منزل آهي. هن ۾ اداڪار فرضي هوندا آهن. پر اهو ضروري هوندو آهي تـه اهـي حقيقت بيان ڪن ۽ ڊرامـو فنـي قـاعـدن موجب هئڻ گهرجي . هن قسم جــي ڪاميڊيءَ جو رواج سڪندر اعظم ۽ مينندر جـي وفات جـي وچ ڌاري ٿيو . ان وقت يوناني اسٽيج هڪ اخلاقي مڪتب بڻجي وئـي هئي ۽ شاعـرن ان ۾ جيڪو حسن ، نزاڪت ۽ شان پيدا ڪيو، تنهن ان فن کـي آسمان تي پهچائي ڇڏيو .

## يوناني ٿيٽر

يوناني ٿيٽر هڪ اڌ گول نموني جي عمارت واري شڪل ۾ هوندو هـو، جنهن جي هيٺين حصي ۾ اسٽيج هونـدي هئي. ان ۾ گول دنگل وانگر ويهڻ جون جڳهون قطارن ۾ درجـي بدرجي مٿـي ٿينديون وينديون هيون. اهو ايڏو تـه ويڪـرو هوندو هو ، جو اٽڪل ڏيهه هزار تماشائي ان ۾ ماڻي سگهندا هئا.

## ٿيٽر جا خرچ

جيئن تـه ڊرامن کي مذهبي ۽ قومي حيثيت حاصل هئـي ، تنهن ڪري انهن جـو سمورو خرچ سرڪاري خزانـي مان ادا ڪيو ويندو هو . مذهبي اڳواڻ، بادشاهه پڙهيل ۽ اڻ پڙهيل سڀ اداڪارن جي آدرڀاءُ ۾ هڪ ٻئي کان گوءِ کٽڻ جي ڪوشش ڪندا هئا. کـن لقب القاب، انعام اڪرام. وڏا عهدا ۽ جاگيرون ڏنيون وينديون هيون . شاعر حضـرات تـه پارٽ کڻڻ لاءِ آتا هونـدا هـئا .

## ايڪٽر

اداڪاري جو پيشو نهايت ئي اهليءَ سمجهيو ويندو هو. وڏا وڏا ماڻهو اداڪاري ڪندا هئا. مشهور ائڪٽر نيو ٽولمي لس ۽ ارسٽوڊيمس ڏارين ملڪن ۾ سفير مقرر ڪيا ويندا هئا، جتي سندن وڏو آدر ڀاءُ ڪيو ويندو هو.

ايڪٽر هٿراڏو منهن ڍڪيندا هئا ۽ قد وڌائڻ لاءِ وڏي ڪڙيءَ وارا بوٽ پائيندا هئا، جنهن کي بسڪن چيو ويندو هو.

## ڊرامي جي تباهي

يونان ۾ ڊرامو پنهنجي اوج تي اهڙي چڪو هو ته بدقسمتي سان سنه ۱۳۶ع ۾ قيصر روم يونان تي هڪ طوفان ۽ ڪڙو پنجي ڪڙڪيو. هن ڪنور سڪندريه ۾ عام ڪوس ڪرايو. ساري يوناني تهذيب کي تباهه ۽ برباد ڪري ڇڏيو. سڀ ٿيٽر هڪ حڪم ذريعي بند ڪيا ويا ۽ ڊرامو ڪرڻ هڪ وڏو ڏوهه سمجهيو ويو. اهڙي ريت ڊرامي جي فن جو يونان ۾ خاتمو ٿي ويو.

ترجمو ۽ تلخيص
(نورالاهي محمد عمر- ڏڏڪ ساگر- لاهور ۱۹۲۴)

## بقايا: شاعري، ڪهاڻيون ۽ تاريخ

آهي ۽ اهڙي طرح ڊاڪٽر عاشق حسين جي انهي ڪتاب سان پڻو فائدو پهچندو. هونئن نه رڳو ڊاڪٽر عاشق حسين جي انهي ڪم سان اسان کي پڻو فائدو آهي پر خود ڊاڪٽر عاشق حسين سان به اسانکي پڻو فائدو آهي جو اسان بيمار ٿيون ته اسان جو علاج ڪري ۽ علاج سان چڱا ڀلا ٿيون ته اسان لاءِ چونڊ پرڏيهي ڪهاڻيون ويهي ترجمو ڪري.

## بقايا: اسپين جي شهر

ڏيکاريندي چيو "سينور! توهان کي هٿ هي شهر قرطبا ڇڏي پئي شهر غرناطه وڃڻو پوندو."

"پر آئون ته اڃا ڪجهه ڏينهن لاءِ هتي قرطبا ۾ ئي رهڻ چاهيان ٿو. اڃا تہ مون مسجد ۽ مدينة الزهراء جو به سير نه ڪيو آهي."

"پر مونکي افسوس آهي، سينور، تہ آئون سرڪاري حڪم موجب هتان هلڻ لاءِ توکي چوان، ڪلاڪن کان وٺ هتان جيڪا بس ويندي ان ۾ توهان کي روانو ٿيڻو آهي جنهن لاءِ ائي تيار ٿيو."

گهر جي مالڪياڻي اڳهين ڪافي ۽ نيرن خومچي تي رکي ڪٽي آئي.

ڏني پڻدي رهائش ۽ ڪاڊي جو حساب چڪتو ڪري ٻاهر نڪرڻ لاءِ دروازو کوليم.

"خوش بختي، خوش وقتي! خيريت جو سفر" مالڪياڻيءَ دعا ڏني.

"خوش بختي، خوش وقتي، سلامتي ۽ سڪون." مون جواب ۾ وراڻيو ۽ ايزابيلا کي ڏسڻ بنا گهر کان ٻاهر نڪري آيس.

ڊرائيور لاريءَ جو سيلف دٻايو تہ مون دريءَ مان ٻاهر ڏٺو. جڏهن اسان جي لاري ويڪري رستي ڏي مڙي تہ سامهون ڪجهن جي ٽاورن مان صبح ساجهر جو دلڪش نظارو ڏسڻ لاءِ اکيون گهمايون، سامهون جامع قرطبا جي ڪليسا گهر جو لڏڪڻي وارو گهڙيال اسان ڏي منهن ڪري اٿن ڪنهن هتي رهيو هو، چڻ سڏي رهيو هجي.

## بقايا: تبصرو

ٻارائو ادب به ايترو ئي ڌيان لهڻي ٿو، جيترو وڏن جو، پر اسان وٽ اڃا ادبي حلقا يا اديب ان ڳهرج کي سنجيدگيءَ سان محسوس نٿا ڪن، ان ڪري گل ڦل گهڻي حد تائين انهن کان وانجهيل آهي. هن رسالي جي ان کوٽ پوري ڪرڻ لاءِ اديبن کي ٻارن واسطي [illegible] ادب خلق ڪرڻ گهرجي.

## بقايا: تانسين

موسيقار ازل جي راه وٺي موسيقي جي دنيا کي سڃو ڪري ويو. هن کي گواليار ۾ دفنايو ويو ۽ هن جي قبر جي ڪتبي تي لکيل آهي -

"تانسين راڳ جو بادشاهه هئو. هن راڳ نئين ۾ نئين پنهنجي ابائي ڪوٽ گواليار ۾ سکيو. هي اڪبري درٻار جي نون رتنن مان هڪ هئو. هندستان ۾ هن کان وڏو ڪو راڳيندڙ اڃا پيدا نه ٿيو آهي."

سر سنگيت جا هزارين ۽ لکين متوالا اڄ به هنجي قبر تي اچي نوڙي سلام ۽ پرنام ڪن ٿا. هنجي قبر تي گداسڙي جو هڪ وڻ بيٺل آهي، جنهن جا پن راڳيندڙ انهي خيال سان کائيندا آهن تہ سندن آواز سريلو ٿئي. جيتوڻيڪ چئن سئو سالن کان راڳيندڙ اهي پن کائيندا رهيا آهن پر اڃا تائين ڪو ٻيو تان سين پيدا نه ٿي سگهيو آهي.



# ڪتابن تي تبصرو

**ڪتاب: اندر ۾ آهه ٿيو**
**شاعر: يوسف شاهين**
**قيمت: ويهه رپيا**

ٻيتن ۽ واين جي هن ڪتاب جي ستر صفحن واري ٻئي جلد جي پهرين سورهن صفحن تي شاعر جي فن ۽ فڪر تي ڪوڙ سارن اديبن ۽ شاعرن پاران "اندر ۾ آهه ٿيو" جي پهرين حصي جي حوالي سان موڪليل رايا آهن. انتساب سنڌ جي سهاڳ مخدوم بلال شهيد جي نالي تي ٿيل آهي. باقي ڪتاب سر ڪلياڻ، سر ڪيڏارو ۽ سر سنڌ جي ٻيتن سان ڀريل آهي. هر سر سان گڏ پهرين جلد سان ڪجهه چونڊ ٻيت به ڏنل آهن. پختي پوش پڌل هن ڪتاب جي مٿان اجرڪ جي ڊيزائين جو آرٽ پيپر چڙهيل آهي.

شاعر محترم ٻيت ۽ وائي جي ڪلاسيڪي صنف ۾ هاڻوڪين فڪري تحريڪن جي روشني ۾ پيدا ٿيل خيالن جي اظهار ڪئي آهي، جنهن ۾ ڪٿي ڪٿي مسئلن کي اهڙي حساسيت سان ڪنيو ويو آهي، جنهن سان عام پڙهندڙ تائين شاعر جا خيال حالتن کي پلي پت پڌرو ڪري سگهن ٿا. ٻيت جي صنف جيئن ته تاريخ جي وچولي زماني کان وٺي، سنڌي عوام جي وڻندڙ صنف رهي آهي، ان ڪري هنن ٻيتن ۾ به جيڪا ٻولي استعمال ٿيل آهي، اها گهڻي ڀاڱي ساڳي پراڻي، سچل، خليفي ۽ ٻين شاعرن جي ٻولي سان ملندڙ جلندڙ آهي. شاعر سڳئي وقت فڪري طرح سان حتي ٻيتن ۾ وقت جي ڪن انتهائي اهم ۽ نازڪ مسئلن تي ڪجهه ڳالهيون ڪيون آهن اتي هنن ٻيتن ۾ تصوف وارو اهو فڪري رنگ به موجود آهي، جنهن پراڻي جي ٻيتن کي به ان لحاظ سان تنازعي جو ڪارڻ بڻايو آهي جو ان جون ظاهري ۽ باطني معنائون پڌريون ٿيون وڃن. ان ڪري حادثاتي طرح سان جيڪڏهن سماجي حالتون به نسل نوع به اڄ واريون ساڳيون هجن ته ان دور ۾ شاهين صاحب به شاهه ڪريم، شاهه حبيب، پراڻي، سچل ۽ خليفي نبي بخش وانگر بزرگ هستين سان گڏ ڳڻجي ها. چاڪاڻ ته راڪيٽ ۽ روبوٽ جي زماني ۾ وچولي زماني جي حالتن جي پيداوار تصوف وارو رنگ عجب ۾ ضرور وجهي ٿو. البت ان جو هڪڙو ٻيو ڪارڻ به سمجهه ۾ اچي ٿو ته جيئن حالتن جي سختي سبب لطيف سائين گهڻي تقميل کان ڪم ورتو، هتي به اهڙي ڪا ڳالهه ٿي سگهي ٿي.

شاعر ڌرتيءَ جي اڳين وارن سورمن جيان، دل ۾ تاريخ جا سانديل درد ڪٿي فنائتي طرح شاعرانه لڙڪن سان ڏيهه واسين کي گهڻو ڪجهه پڌرائي ڪريو آهي ۽ انهن خيالن ۾ ڏاڍو زور نظر اچي ٿو. مثال طور انتساب واري ٻيت ۾ چوي ٿو.

رت وريو ڪين ڪي، بخش ڪر
بلال
ڇهير ٻاتال سان، سنڌ ڪئي
سوال
"اچا اگهور ۾، آهي انهي
حال"
انيو ڪونه اٿاهه سان، سهين
ڏيسا سال
"آيس تو در لال، دانهن ڏيهه
ديس جي"

ٻيت پڙهندي ساڳي صوفين واري مستي، رندي، سالڪ سان حجت ۽ هيڻ هين موجود آهي؛ جتي ساڳيا اهي پراڻا ڳهاڻ آهن، اتي نوان درد به آهن، ۽ اهي درد گهڻو ڏيان لهڻ ٿا. ان لحاظ کان هي هڪ پرپور ۽ بامقصد ڪتاب آهي.

**ڪتاب: سيلاب زندگيءَ جو (ناول)**
ليکڪ: روشني هيرا نندائي
ڇپائيندڙ: زيب سنڌي
قيمت: اٺ رپيا

سگنڊ پبليڪيشن لاڙڪاڻي جو هي ڇپيون ڪتاب آهي، جنهن ۾ ورهاڱي سبب سنڌ ڇڏي هند وسائيندڙ سنڌين جي ٻن پيڙهين جي ذهني ۽ طبعي ورهاڱي جي حالتن تي چٽيندڙ انداز ۾ روشني وڌي وئي. سنڌ ڇڏي ويندڙ پيڙهي، ۽ هندستان ۾ پيدا ٿيل نسل ۾ ڌار ڌار ڌرتين جي نفسيات وسيل آهي، جن ۾ ثقافتي حالتون هڪٻئي کان ڌار هئڻ سان گڏ سندن پيداواري حالتن ۾ به وڏو ويڇو آهي. گڏوگڏ، سموري سماج ۾ عورت جيڪي پوکيانون پوکي ٿي تن تي به ڏاڍي تفصيل سان سوال اٿاري ماحول جي مڪروهيت تان پردو کنيو ويو آهي. بهرحال هي ١٤٠ صفحن جو ڪتاب ڏاڍو دلچسپ ۽ ڪارائتو آهي.

**ڪتاب: فلسطينين جي**

## قومي جنگ

لکندڙ: قادر جوڻيجو
قيمت: پنج رپيا

ڇاهٺ صفحن واري ڪتاب جا پهريان اٺ صفحا "ضمير جي عدالت آڏو" جي سري هيٺ ليکڪ ڪجهه پنهنجا شخصي سور ڇنيا آهن، پوءِ ڪتاب بابت ڪجهه چيو اٿس ۽ پوءِ باقي ڪتاب کي گڏيل چار ڪير جون ڳالهيون ڪري ويو آهي. ان کان اڳ اوپنا سنڌ جي ٽن سياسي ڪارڪنن حبيب الله ناريجي، قمر پٺاڻي ۽ ستار موريائي جي نالي آهي. ياسر عرفات جو بيروت جي اسرائيلي گهيري وقت يو پي آءِ جي عيوضي باران ورتل انٽرويو ڏنو ويو آهي.

ڪتاب ۾ جنهن خيال کي ذهن ۾ رکي معلومات ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي، سو ڪتاب جي نالي منجهان ئي ظاهر آهي، توڙي جو فلسطين جي جنگ، بنيادي طرح سان هڪڙي قوم جي جنگ هوندي به عالمي حيثيت اختيار ڪري وئي آهي. ڇاڪاڻ ته فلسطين ۾ عوام جي سڌي شرڪت سان ايندڙ جنگ وچ اوڀر جي عوام لاءِ به کهربل آزادي آڻڻ ۾ مدد ڏيندي ساڳئي وقت فلسطيني مسئلي لاءِ بنيادي طرح ذميوار ڏرين کي به ڪتاب ذريعي لائين ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي وئي آهي ان سلسلي ۾ ناصرازم کي به خاص حيثيت ڏني آهي جيڪا ڳالهه فلسطين ۽ مجموعي طرح سان عرب عوام جي ڇوٽڪاري واري ڏس ۾ هيل تائين ڪارائتي ثابت نه ٿي آهي. تاريخي قانونن ۽ صورتحال جي سمورن پهلوئن کي پاسي تي رکي، شخصي ۽ جذباتي آڌار تي، فقط نعري بازي کي محور بنائي ڪا به جدوجهد مستقل طرح سان سوڀاري نٿي بڻجي سگهي. جناب ناصر جو عرب قوم پرستي کي سامراج سان ٽڪراءَ ۾ آڻڻ بلاشڪ وڏي ڳالهه هئي. پر مصر جي پنهنجي ترقي واري راهه ۾ وچ اوڀر ۾ ان اثر هيٺ هليل تحريڪن ٿلهي ليکي عالمي سامراج کي ڪنهن طرح سان به ميلو نه ڪيو آهي ۽ عوام کي منظم نه ڪيو آهي. مصر ۾ ناصر جي وارثن گهٽ ۾ گهٽ ان جو ثبوت ڏنو آهي. ياسر عرفات جو ٻڌو ورتاءُ جن پن ڳالهين جو ڏس ڏئي ٿو، هن ڪتاب ۾ ان جي ڇاڻ نه ڪئي وئي آهي. ڊپلوميسي تي ابو عمار جي ڏاڍي الفتح جو وڌيڪ زور آهي، ۽ الحڪري ان فهد پلان کي منظور ڪيو، ايئن ۾ عرب سربراهه ڪانفرنس آمريڪا ۽ اسرائيل خلاف جنهن نموني گوڏا کوڙيا، عرفات ان سان شامل هو. پر جڏهن عرفات عوامي جنگ جي ڳالهه ڪري ٿو، تڏهن اهو هي اپل او جي انهن ڏرين جو آواز آهي. فلسطيني عوام جي شرڪت سان وڙهاند جي ڳالهه ڪن ٿيون. ڪتاب ۾ بنيادي موبجهارن تي بحث نه ڪيو ويو آهي.

## ڪتاب: اسان جا اديب اسان جا شاعر

مرتب: غلام رسول ميمڻ
قيمت: ڏهه رپيا

مهراڻ پبليڪيشن پٻاچ کهڻي شڪارپور جي مهراڻ پبليڪيشن تعارفي سلسلي جو هي چوڏون ڪتاب ۱۰۰ صفحن تي ڇاليٽي (انسائيڪلو پيڊيا) واري نموني ۾ اهڙن اديبن جي تعارف سان ڀريل آهي جن جا نالا ش ۽ ع سروع ٿين ٿا. هي ڪتاب، وان جا اڳيان ڇپجي ايندڙ سلسلا سنڌ جي اديبن متعلق ڏهل جڙيل معلوماتي ڇاڻ کي گڏ ڪري مٿن تائين پهچائڻ جي هڪ ڪوشش آهي.

## ڪتاب: نظارو نيڻن جو

ليکڪ: ڪريم بخش خالد
قيمت: ويهه رپيا - لئبريري ايڊيشن ٽيهه رپيا.
ڇپائيندڙ: احباب ادب ڪراچي.

ڪربلا جي تاريخي واقعي تي ڪريم بخش خالد صاحب جي ريڊيو ۽ اخبارن ۾ آيل مضمونن کي سهيڙي ڪتابي شڪل ڏني وئي آهي. ڪتاب جي ڇپائي، ڪاغذ ۽ ٽائيٽل سٺا آهن ۽ ان جي مواد متعلق مهاڳ ۾ نيشنل هجري ڪميٽي جي چيئرمين اي - ڪي بروهي صاحب لکيو آهي "هن (ليکڪ) جيڪي ڪجهه پڙهندڙن کي آڇيو آهي، سو اسلام جي تاريخ جي هن عظيم واقعي بابت هڪ جامع ۽ محيط اپياس آهي."

ليکڪ، جيڪو اخبارن ۽ رسالن سان گڏ ريڊيو ۽ ٽي وي ذريعي گهڻي شهرت جو مالڪ آهي، تنهن مهاڳ ۾ هن ڪتاب پيش ڪرڻ وارن پنهنجن احساسن کي علمي ۽ ادبي حقيقتن جي پس منظر سان بيان ڪيو آهي. هن موضوع سان علمي يا جذباتي دلچسپي ۽ وابستگي رکندڙن لاءِ هي هڪ ڪارائتو ڪتاب ثابت ٿي سگهي ٿو.

## ڪتاب: گل ڦل

قيمت: ٻه رپيا.

سنڌي ادبي بورڊ پاران گل ڦل جي سن سيپٽمبر ۽ آڪٽوبر ۸۲ واري پرچي ۾ ۾ ٻارڙن لاءِ نهايت دلچسپ ۽ ڪارائتيون ڪهاڻيون ڏنيون ويون آهن. اصلوڪيون ۽ ترجمو ٿيل آکاڻيون ڪهڻيون وٺندڙ هئڻ سان گڏ ٻارڙن ۾ فڪري سرگرمي پيدا ڪرڻ لاءِ سٺو هٿ ونڊائي سگهن ٿيون. ان سان گڏ ٻارڙن جي ذهني آزمائش جا ڪجهه سلسلا به آهن.

ڏسو صفحو ٦١

# سائنس




سورهين صديءَ جــي عظيم فلسفي ۽ سائنسدان، اٽليءَ جي رومن ڪئٿولڪ چرچ جي انڌن اصولن واري جاگيردار معاشري ۾ جنم ورتو. ڏاهپ ۽ پيار، حق ۽ سچ، امن ۽ انسانيت جو ساري دنيا کي درس ڏيندڙ گيورڊانو برونو ڪائنات جي طويــل مشاهدي ڪرڻ کان پوءِ چيو:

”بيشمار سج وجود رکن ٿا. بيشمار ڌرتيون سجن جي چوڌاري ڦيرو ڪائين ٿيون. بلڪل اهڙي طرح جيئن اسان جي سج جــي چوڌاري ڦيرو ڪائين ٿيون. جيئندڙ وجود انهن دنيائن ۾ آباد آهن.“

۽ پوءِ وقت جــي والين ان ڳالهه تي فتوا ڏني ته گيورڊانو برونو ملحد آهــي ۽ کيس ساڙيو وڃي.

... ۽ گيورڊانو برونو سڙي رک ٿي ويو. کيس ٽوڻيءَ سان ڇوڪنيو ٻڌي باهه جــي ٻي انت ٻنيڻن ۾ ساڙي رک ڪيو ويو. برونو کي ڀسم ڪيو ويو پر ڏاهپ جو ڏيو ڪونه وساميــو، برونو کيس جلا بخشي امر ٿي ويو.

ساڙڻ واري سزا کان پهرين برونو کي جيل ۾ رکيــو ويو. عذاب ڏنا ويا ۽ پوءِ کــيس ڏيهه نيڪالي ڏنــي وئــي. هو پنهنجي پياري اٽلــيءَ کان ڏور فــرانس، برطــانيه ۽ جرمني ۾ ٻي يار و مددگار دربدر ڌڪا کائيندو رهيو. رولڙا سٺائين، ڪون کٽيائين پر همت نه هاريائين ۽ محنت سان لوهي عزم سان منطق جدليات، متهميٽڪ، فلڪيات ۽ پين سماجي شعور جي شعبن جي سلسلي ۾ ڇاڻ بڻ ڪئي ڪندو رهيو ۽ مختلف پرڏيهي يونيورسٽن ۽ ڪاليجن ۾ انهي شعبا پاڙهيندو به رهيو ۽ سائنسي شعور ۾ اضافو ڪندو رهيو. ڌرتيءَ جي سڪ، جاگيرداري سماج ۾ قاتل ڌرتيءَ جي اپوجهه انسانن سان ٻي انت پيار، وطن جــي خوبصورت ۽ دلڪش نظارن جي ڇڪ هن جي دل کي ڏاڍو ستائيندي رهــي ۽ ان ڪوشش ۾ رڌل رهندو هو ته ڪهڙي به طريقي سان پنهنجي پياري ديس اٽليءَ واپس وڃــي. آخر هن جي هڪ دوست هــن جي ضمانت ڏنــي. برونو اٽليءَ واپس آيو. ڪجهه عرصو خاموش رهيو ۽ پوءِ وڏيڪ خاموشي کي سازش سمجهي پنهنجي سائنسي فڪر جــي پرچار ڪرڻ شروع ڪيائين. وري هن مٿس تي ڪيس هلايو ويو. ست سال ڪيس جي شنوائي هلائــي وئــي. ڪيس هلندو ٿي رهيو پر هن جي منطق کي ڪنهن به پڌرڻ ۽ سمجهڻ جي ڪوشش ڪانه ڪئي. هــن مخالفن کي چيو ته بائيبل کــي صرف اخلاقيات جو درس ڏيڻ لاءِ مخصوص ڪيو وڃي ۽ فلڪيات جي سائنسي علم ۾ مداخلت عقل جي عين ابتڙ آهــي. پر وحشي سڱهه ۽ پاپائيت جي رکوالن هن عظيم سائنسدان کي ٽوڻيءَ سان ٻڌي خاڪ ۾ بدلائي ڇڏڻ جي هــڪ وڌيڪ ڪوشش ڪئي. برونو بظاهر ســري ويو پر رڳو جسماني موت مري ويــو. ڪير ٿو چوي ته برونو کي ياد ڪرڻ وارو ڪوبه ڪونهي هــا البت اهو ضرور آهي ته برونو جا قاتل تاريخ جي ڪچرا خاني ۾ انسان دشمن، ڏاهپ دشمن يا عقل دشمن جي نالي سان اڄا به ڌڪاريا پيا وڃن ۽ برونو ته ڏاهپ جــي مشعل کــي اوچو رکيو ۽ پين نسلن تائين منتقل ڪري پنهنجو فرض پورو ڪري ويو.

برونو جــو ڪو وڏو ڏوهه

ڪونه هو جو ڪيس اهڙي وحشتاڪ نموني سان ماريو وڃي ها. هن جو ڏوهه اهو هو ته هن ان تصور کي نه ٿي مڃيو ته: هيءَ ڌرتي ڪائنات جو مرڪز آهي ۽ صرف هن ڌرتي تي ئي ساهوارا ساهه کڻن ٿا ۽ اهو ته، ڌرتي هڪ هنڌ بيٺل آهي. سج ۽ ڪائنات جا ٻيا جسم ڌرتيءَ جو طواف ڪن ٿا." گيورڊانو برونو ان تصور خلاف ويڙهاند ڪئي ۽ تاريخ شاهد آهي ته ڪائنات متعلق انهن تصورن کي مڃڻ وارا صرف چند آڱرين تي ڳڻڻ جيترا اهي انسان آهن. جيڪي دقيانوسي ۽ مذهبي خارج سماجي رشتن کي قائم دائم رکڻ جي ناڪام ڪوشش ۾ رڌل آهن. اڄ ڪوبه ڏاهو، سچو ۽ سائنسي سوچ رکندڙ ماڻهو آئرلينڊ جي پادري ۽ تخليقيت پرست جيمس آشير (James ussher) جي ڪيل ان نتيجي تي ضرور کلندو ۽ ٽهڪ ڏيندو ته هيءَ دنيا صرف ۽ صرف ڇهن ڏينهن ۾ خلقي وئي هئي ۽ هيءَ ته هيءَ دنيا ۲۳ آڪٽوبر ۴۰۰۴ ق-م ۾ خلقي وئي هئي. ان مان ثابت ٿيو ته برونو جي شهادت رائگان نه وئي. هو ته قرباني ڏئي انساني تاريخ جي راهه روشن ڪري ويو.

برونو مڙس ماڻهو هو. برونو بي بنياد گهڙيل الزامن جن کي هن شاعر جو خيال ڪوٺيو، کي سري کان ئي رد ڪيو. ڏاهپ، بهادري ۽ خود اعتمادي سان برونو انساني عظمت کي مٿانهون رکڻ واسطي پاڻ جي پيڙهن ۾ ٽڪاءُ ڏئي پنهنجو وجود سڙي رک ڪرڻ وڌيڪ پسند ڪيو.

گيورڊانو برونو، پولش فلڪيات جي ماهر نڪولائي ڪوپرنيڪس جي ڪائنات بابت تصورن کي صحيح سمجهيو ۽ ان جي پوئواري ڪندي ان کي ٽيڪو پڻ ڏنو. ڪوپرنيڪس جو خيال هو ته سج ڪائنات جو مرڪز آهي ۽ ٻيا سمورا ڪائناتي جسم ان جي چوڌاري طواف ڪن ٿا. ڪوپرنيڪس اهڙي طرح ارسطو ۽ پڻ اسڪوليش جي ڪائنات متعلق تصورن کي بلڪل رد ڪيو ۽ گيورڊانو برونو، ڪوپرنس جي خيالن جي وضاحت ڪندي ارسطو ۽ اسڪوليئن جي نظرين کي رد ڪرڻ ۾ مکيه ڪردار ادا ڪيو. ارسطو ۽ اسڪوليئن جو ڪائنات متعلق تصور هيءُ هو ته: "هيءَ ڌرتي جنهن تي اسان جيوت گهاريون ٿا اها هڪ هنڌ بيٺل آهي ۽ اها ڌرتي ڪائنات جو مرڪز آهي. ٻيا ڪائناتي جسم سج سوڌو اسان جي ڌرتي جي چوڌاري ڦيرو ڪائين ٿا." ارسطو ۽ پڻ اسڪوليئن جي ڪائنات متعلق تصورن کي ان وقت جي رومن ڪئٿولڪ چرچ مذهبي عقيدو بڻائي ڇڏيو ۽ انهن عقيدن کي رد ڪندڙ هر ڪو انسان کي سگ جي خوفناڪ ٽڪر سان منهن ڏيڻو ٿي پيو.

فلسفي، فلڪيات ۽ مئٿميٽڪس جي ماهر گيورڊانو برونو تي جڏهن جج ڪيس هلائي رهيا هئا ۽ موت جو پروانو پڙهي رهيا هئا ته انهن ججن جي نفسياتي ڪيفيت تي برونو کين مخاطب ٿي چيو ته: "موت جو پروانو پڙهندي ٿي مون کي ڪابه ڪنبڻي نٿي وٺي پر اوهين موت جو پروانو پڙهندي ڊڄي ۽ ڏڪي چو رهيا آهيو."

گيورڊانو برونو جو موت ڪو هڪڙو اهڙو اڻ لڀائيل موت ڪونهي جنهن تي ڳوڙها ڳاڙجن پر حقيقت ۾ حق، سچ، انصاف، امن، ترقي ۽ انسانذات جو روشن مستقبل چاهيندڙ ارڏي ۽ عظيم انسانن جي اڻ ڪٽ صف جو هڪ ساٿي هو. برونو به انهن عظيم ۽ ڏاهن مان هڪ هو جن کي به سوليءَ تي چاڙهيو ويو- ڦاسي تي ٽنگيو ويو. وه جا وٽا ڏئي ماريو ويو. تيل ڪڙهائين ۾ ڪاڙهيو ويو. گهاڻن ۾ پيڙايو ويو. ڪرتن سان ڪٽيو ويو. گولين سان پرٺ ڪيو ويو. تارچر سيلن ۾ گهٽي گهٽي ماريو ويو ۽ گيس چئمبرن ۾ پوسائيو ويو. اهڙن ارڏن انسانن جي صف ۾ هڪ برونو به هو جنهن کي ساڙيو ويو.

سموري انساني تاريخ هزارين برونو جهڙن مهان انسان سان ڀري پئي آهي. هزارين ته اهڙا ڏاها ٿي گذريا آهن جن جي خبر ڪن به تاريخدانن کي ڪانه پئجي سگهي آهي. برونو ۽ ان جو همعصر، هندس ديس واسي ساڳي راهه جو راهي ۽ فلڪيات جي دنيا ۾ دوربيني ايجاد ڪري انقلاب برپا ڪندڙ گليلو گليلي ۽ ٻيا ڪئي ڏاها جهڙوڪ مسيح، سقراط، ابنيٻ ڪٽ اسپنوزا ۽ ٻيا ڪيترا ڏاهپ ۽ سچائيءَ جي پرچار جي ڏوهه جي پاداش ۾ پنهنجون جانيون گنوائي ويا. پر اڄ جي انساني تاريخ مسيح جي صليب، سقراط جي وه جي وٽي (Hem!ock)- اسپنوزا جي پاڻ جي پيڙهن واري ٽوليءَ کي ڀلائي نه سگهي آهي ۽ اهي ڏاها انسان پنهنجي سموري عظمت ساڻ تاريخ ۾ پنهنجو ڳاٽ اڀ کان به اوچو جهليو بيٺا آهن.

برونو جي موت سمورن عظيم انسانن جي اذيتناڪ سزائن يا ڦاسي جي ڦندي تي لٽڪي مرڻ وارين سزائن ۾ هڪ تمام اهم هڪجهڙائي آهي. پهلي برونو ٽوليءَ تي پڏل حالت

۽ ساڙيو ويو هجي. يا مسيح کي صليب تي چاڙهيو ويو هجي يا سقراط کي وهه جو وٽو ڏئي ماريو هجي ۽ انهن جي مرڻ ۾ هڪ اهم هڪجهڙائي آهي: اها هيءَ ته: ڦورو ٽولا، تاريخ جي معروضي سفر کي ڍلو ڪرڻ چاهين پيا ۽ تاريخ جي ان مدي ۾ صرف اڳتي واري واڌ Objective forward march) کي پوئتي موڙائي پنهنجا گروهي مفاد حاصل ڪرڻ پيا چاهين جيڪي ٻيءَ صورت ۾ ناممڪن نه ته مشڪل ضرور ٿي پون ها. رجعت پرستيءَ جون ڪوجهيون قوتون پنهنجي وحشي سگهه کي مطلق قوت بنائڻ لاءِ جتن ڪندي انساني اخلاقيات جون سموريون حدون اورانگهي ويون. تاريخ جون گهوٽالي واريون حالتون گهوٽالي جي خاتمي آڻڻ واسطي پنهنجي ڪک مان عظيم شخصيتن کي جنم ڏينديون آهن ۽ اهي عظيم شخصيتون تاريخي تقاضا جو پورائو ڪندي پنهنجو فرض ائين پورو ڪنديون آهن ته انساني زندگي کي سڦل بنائڻ جا جتن ڪندي پنهنجي حياتي به داءَ تي لڳائي وينديون آهن ۽ تاريخ جي سفر کي اڳتي وٺي وڃڻ ۾ فيصلي ڪن ته نه پر اهم ڪردار ادا ڪنديون آهن تڏهن ئي ته چيو ويو آهي ته شخصيتون تاريخ جا پير هونديون آهن.

اهي عظيم شخصيتون وحشي سگهه جي آڏو لاچار هونديون آهن ڇاڪاڻ ته اهي تاريخ جي ڌارا جي نمائندگي ڪنديون آهن. ان ڪري وحشي سگهه جون اڻڏٺيون قوتون حالتن کي جيئن جو تيئن رکڻ، پنهنجي مفادن کي حاصل ڪرڻ ۽ وڌائڻ واسطي ڪا به مداخلت برداشت نه ڪندي، پنهنجي للڪاريندڙ قوتن کي هميشه لاءِ هٽائڻ ۽ موت جي ننڊ سمهارڻ لاءِ عظيم شخصيتن کي اذيتناڪ سزائون ڏئي عوام کي دهشت ۽ ڌمڪيءَ سان ڌمڪائي عظيم ماڻهن سان سهڪار ۽ همدردي ڪرڻ کان روڪي ڇڏيندا هئا. پر عوام جي دلين ۾ ڏاها ماڻهو هميشه زنده رهندا آهن. اهوئي سبب آهي جو عظيم انسان تاريخ ۾ عظيم جي حيثيت سان سڃاتا پيا وڃن.

---

> پوليون قومن جو حسب نسب هونديون آهن.
> (سيموئل جانسن)

# ريلوي جي تاريخ

## ايگن لارسن جي ڪتاب هسٽري آف انوينشنس تان ترجمو ڪيل

قديم زماني ۾ انسان جڏهن اُها زندگيءَ جي مختلف ڏسائن ۾ شروعاتي تجربا ڏسي ڪيا، تڏهن ڪنهن خبر پئي ته هيٺ مٿ هين ۽ ڪڏهن ڪوبه سبب زمين تي گاڏيون ڇڪڻ ۾ جهٽڪو ڪرڻو پوي ٿو، تنهن کي سٺو ڪري سگهجي ٿو.

قديم يونانين اوائلي، ماڻهن جي ان روايت کي وڌائيندي ڪاٺ جي پٽڙي ڏني ورتي، جنهن ۾ ٣ کان ٥ فوٽن جي پور وچولي ته ٥ کان ٦ انچ اوچيون ۽ ٢ کان ٣ انچ ويڪريون پٽيون وڇائي. اهي يوناني پنهنجي عبادتگاهن ڏانهن سينگاريل گاڏيون، انهن پٽڙين مٿان ڇڪي ويندا هئا. تجربي منجهان يونانين کي خبر پئجي وئي، ته ماڻهو، يا گهوڙو، عام ڏکي جي پيٽ ۾ پٽڙيءَ تان اڏولو بار وڌيڪ ڇڪي سگهي ٿو. رومين به پوءِ جنگي حالتن ۾ اهڙيون پٽڙيون وڇايون هيون.

قديم زماني جي ڪم ڏيل گهڻي ئي پين ڪارنامن سان گڏ وچولي زماني ۾ ريل جي پٽڙي وارو عمل به ڪم ڏسي ويو، ۽ پندرهين يا سورهين صديءَ ۾ وري ظاهر ٿي. سڀ کان اڳ جرمنيءَ ۾ ڪوئلي جي کاڻين وٽ پٽڙيون وڇيون، ڪاٺ سنجهان ڪچو ڪوئلو ٻاهر وڃائڻ لاءِ انهن تي گاڏيون هلايون وڃن، برباد رهڻ گهرجي ته اهي گاڏيون انجڻين تي ڪونه هلنديون هيون، ۽ انجڻيون ان وقت تائين ڪنهن جي گمان ۾ به ڪونه هيون. ان کان پوءِ انگلنڊ ۾ اهو "لوهو رستو" ڏاهيو ويو.

سچي تاريخي عمل ۾ هڪڙي ڳالهه صفا پڌري آهي ته ايجاد، ۽ موجد ايستائين ناڪام رهندا آيا، جيستائين ان نئين شيءَ جي گهرج ۽ ضرورت کي سماجي بنياد ڪونه هئا. اهوئي ڪارڻ آهي جو ڪن ايجادن جي شروعات اڻ ڳڻيا پورا ڪئي وئي، ۽ انهن تڏهن ميچتا ورتي جڏهن مڪمل ٿيون ۽ سندس ڪارج استعمال ٿيڻ جا دروازا کليا. پئي پاسي جڏهن سماجي زندگي پيداوار ۽ طلب جي بنياد تي جڙي وئي، تڏهن، وُجدن به هڪ يقيني راهه تي ڪم ڪيو. تنهن ڪري اهو ڪو اتفاق ڪونهي ته ترقي ڪيل پٽڙي ۽ ٻاڦ جي انجڻ هڪ ئي وقت انگلينڊ ۾ اچي ميلاپ ڪيو. اصل ۾ ان جو ڪارڻ پڻ جي پيٽ ۾ انگلستان جي تڪڙي سماجي ۽ معاشي ترقي هئي.

جارج اسٽيفنسن جو چوڻ آهي " ريل واري انجڻ ڪنهن هڪڙي ماڻهوءَ جي ايجاد ڪانهي، پر مشيني انجنيئرن جي هڪ سڄي قوم جو ان ۾ هٿ آهي." ان قوم ۾ برطانوي، فرانسيسي ۽ آمريڪي به هئا. ١٧٦٣ع ۾ هڪڙي فرينچ فوجي عملدار، نڪولس جوزف ڪگناٽ ٻاڦ واري ٽيهرين گاڏيءَ جو نمونو تيار ڪيو ان کي رستي تي آزمائشي طرح سان هلايو ويو، پر ڪجهه پنڌ هورهان هلندڙ سفر ڪري، اها انجڻ اُتلي پئي. نقصان ٿيڻ جي انديشي کان بچڻ لاءِ ان کي وري ٻاهر نڪرڻ نه ڏنو ويو.

هڪڙي آمريڪي انجنيئر، اوليور ايونس ١٧٧٠ع ۾ هڪ اهڙي انجڻ ٺاهي، پر ان ۾ به گهڻي دلچسپي ڏيکاري وئي، ۽ ان لاءِ رستا خراب هئا. ١٧٨٦ ۾ وليم سيمنگٽن جي رستي تي هلڻ واري ٻاڦ جي انجڻ به ناڪام وئي. گئس لائيٽ جي موجد وليم مرڊاڪ به ان سلسلي ۾ تجربا ڪيا، پر جتي هو ملازم هو تنهن ڪمپني بولٽن اينڊ واٽ هن کي ائين ڪرڻ کان بددل ڪري ڇڏيو، ڇاڪاڻ ته جيمس واٽ پاڻ اهو ڪم هٿ ۾ ڪڻي چڪو هو.

ڪارنوال جي هڪ نوجوان انجنيئر رچرڊ ٽريويٿڪ پنهنجي ورڪشاپ ۾ ١٧٩٠ع واري ڏهاڪي ۾ انجڻين جا ڪجهه نمونا ٺاهيا ۽ اهي به عام رستي تي هلڻ وارا. ١٨٠١ع ۾ هن هڪ وڏي گاڏي واري انجڻ ٺاهي، جنهن جي وچ ۾ چمني ۽ پاسن کان ماڻهن جي ويهڻ لاءِ سيٽون رکيل هيون. هن ان جو نالو "دونهون ڪيندڙ شيطان" رکيو. پهرئين ڏينهن هن همراهه پنهنجي سنگتين کي ان ۾ ويهاري ڪجهه سئو والن تائين چڪر ڪارايو. چڪر ڪاڻ کان پوءِ، جڏهن اهي وچي هڪڙي هوٽل تي ماني کائڻ ويٺا ته مٿيان گاڏيءَ کي باهه لڳي وئي. اصل ۾ هن کان باهه ٻاهر ڪڍڻ وسري وئي هئي.

ساڳئي ڏس ۾ هن جي ٻي ڪوشش ١٨٠٣ع ۾ پڌري ٿي. اها انجڻ هن ڪارنوال کان لنڊن تائين آندي، پر ان به جٽاءَ

ڪئي ۽ پڇي پئي ٽريوٿڪ ان نتيجي تي پهتو تہ عام دڳ لاءِ ٻاڦ واري انجڻ ڪارائتي نہ ٿي سگهندي. پوءِ هن ٿي ان انجڻ کي ٽڙين تي آڻڻ جي ڪوشش ڪئي. ڏکڻ ويلس جي هڪ ڪمپني ٻن ٻاران سال کي ٻڌايو رکيو، جنهن وٽ ٽرام جو دڳ هيو. ٽريوٿڪ هتي سڀ کان پهريون پورو انهن ٽڙين تي انجڻ ڏٺي. ان انجڻ پنهنجي گاڏن ۾ ڏهہ ٽن لوهہ جا ۽ سترهن مسافر، پنج ميل ڪلاڪ جي رفتار سان ڇڪيا ۽ ڏهہ ميل پنڌ ڪيائين.

هن همراهہ اهو تہ سمجهي ورتو تہ ڪرڙاڊو پلو ڪيو اٿس. هر ملڪ ۾ ان کي ڪيئن اڳتي وڌائي. هن سوچيو تہ لنڊن جي ماڻهن کي اهو ڪرشمو اکين ڏيکاري. ١٨٠٨ع ۾ يوسٽن اسڪوائر وٽ هڪ ننڍي گول ٽڙي تي هن "اسٽيم سرڪس" جوڙي. لنڊن وارن جو هجوم گڏ ٿي ويو، پر انجڻ جو هڪ ڦيٿو ڀڄي پيو، ۽ انجڻ ڪري پئي. ان سڄي معاملي تان هٿ ڪڍيو ويو.

ٽريوٿڪ کي بخار چڙهي ويو، سندس ڏيوالو نڪتو ۽ پورو لڏي ويو، جڏهن اتي گهرو لڙائي هلي تہ اتان چلي ۽ پوءِ ڪولمبيا ويو، پر پنهنجن منصوبن ۾ معمولي طرح سان ڪامياب ٿيو، ۽ دل هاري وري يورپ موٽيو ۽ ١٨٣٣ع ۾ سڃي ماڻهوءَ جي حيثيت ۾ وفات ڪري ويو. بهرحال هو ايترو جيترو رهيو، جو جتي پاڻ ناڪام رهيو اتي هڪ ٻئي ماڻهوءَ کي سوڀارو ٿيندي ڏٺائين، ۽ اهو هو — جارج اسٽيفنسن.

جارج اسٽيفن ١٧٨١ ۾ پيدا ٿيو، ۽ هڪڙي ١٢ شلنگ هفتي ۾ ڪمائيندڙ پورهيت جو پٽ هو، جنهن کي هن کان سواءِ ستن ڀاتين جو پيٽ پالڻو پئي پيو. ڇهن ٻارن منجهان ڪوبہ اسڪول نہ ويو، ۽ جيئن ڪمائڻ لائق ٿيا تہ ڪم سان لاتا پئي ويا. جارج کي اٺن سالن جي عمر ۾ پهريون ڪم ڍڳين جي رکوالي ڪرڻ مليو. ٩ سالن جي ڄمار ۾ هن کي ڪوئلي جي کاڻ جو پورهيو ڪرڻو پيو، ۽ اتي ئي وڏي اسٽنٽ فائرمين ٿيو. ١٨ سالن تائين نہ لکي سگهندو هو ۽ پڙهي سگهندو هو. ان وقت شام جو هڪڙي اسڪول ۾ پڙهڻ ويندو هو، جتي هڪڙي سبق پڙهڻ جي هڪ پيني ڏيڻي پوندي هئي. ١٩ سالن جي عمر ۾ جڏهن هو صحيح ڪرڻ سگهي ويو تڏهن ڏاڍو خوش هو.

انجڻين ۾ هن جو شوق حيرانيءَ جي حد تائين وڌيل هو، ۽ ان شوق ۾ ٿوري عرصي اندر مشينن بابت هن جي ڄاڻ ايتري وڌي وئي جو وڏن مسترين پنهنجين مشينن جي ماهرن کان بہ وڌيڪ چالاڪ ويو. جتي ڪم ڪندو هو، اتي هن کي انجڻين جو ڊاڪٽر ڪوٺيو ويندو هو. اتفاق سان اسٽيفن کي ان ئي ڪمپنيءَ جي مالڪن منجهان هڪ لارڊ ريون ملي ويو، جيڪو ڪليل ذهن وارو ماڻهو هئڻ سان گڏ، معاملي جي اهميت کي سمجهڻ ڪانئوءَ هٿ بہ کولي ڇڏيندو هو. هن نوجوان، ان وٽ خيال پيش ڪيو تہ کاڻ کان ڪئنال تائين ڪوئلي ڇڪڻ واري انجڻ ٺاهي وڃي.

ٻن سالن جي لاڳيتي ڪم کانپوءِ ١٨١٤ع ۾ انجڻ تيار ڪري ان تي نيپولين جي خلاف ويلنگٽن جي مدد ڪندڙ پروشيا جي جنرل جو نالو رکيو ويو. بلوچر اها انجڻ ڪوئلي جا ٽيهہ ٽن، اٺن گاڏن ۾ چار ميل ڪلاڪ جي رفتار سان ڇڪي پئي وئي. اها ايڏي ڪا ڀلي انجڻ نہ هئي، ۽ گهوڙن واري خرچ کان بہ ڪجهہ مهانگي پئي پوي، پر اسٽيفنسن بهرحال اها ڳالهہ ثابت ڪري ويو تہ ٻاڦ جي گاڏي ۽ ٽڙي جو زال ۽ مڙس جو لاڳاپو. هن کي پڪ ٿي وئي هئي تہ ايندڙ زميني ٽرانسپورٽ جو تمام گهڻو ڪم ريل جي ٽڙين تي هلندو.

هڪڙو سال پوءِ، هن جيڪا گاڏي ٺاهي اها وڌيڪ ڪارائتي هئي. ڇوتہ ان ۾ هن ٻاڦ کي پئي ۾ وجهڻ جو انتظام ڪيو جنهن سان انجڻ جي سگهہ وڌي وئي. هن ڦيٿن جي ٽرهہ جو نمونو بہ پيو آندو ۽ ڦيٿن جو پنڌن سان سڌو لاڳاپو ڪيو، سراڻ کي ڪنڊيدار هنڌن تي گولين وارو سرشتو رکڻ سان گڏ گوڏا پيا متارا بہ آندا. هن اڳئين مشين جي اوڻاين منجهان گهڻو ڪجهہ سکيو.

ڪاڻين جي پين مالڪن بہ هن کان انجڻيون گهريون، ۽ هن اهو ڪم پنهنجي پٽ رابرٽ جي مدد سان ڪيو، جنهن کي هن تعليم لاءِ سٺي اسڪول ۾ پڙهايو هو. پر هن جي مشينن ۾، عام ماڻهن جي دلچسپي گهٽ هئي، انوقت تائين هو هيڪلو هو، پر سندس اهو خيال پختو هو تہ "ملڪ جيڪڏهن ريلوي کي ٺاهيو، تہ ريلوي ملڪ کي ٺاهي ڇڏيندي."

بشپ آڪليند ماڻريءَ ۾ اسٽاڪٽن ۽ ڊارلنگٽن جي وچ تي ريلوي لائين ٺاهڻ جي موڪل لاءِ پارليامينٽ جيڪو قانون منظور ڪيو سو فيصلائتو هو، ڇاڪاڻ تہ ان موڪل ۾ رکيو سامان جي ڍوئڻي سان، پر مسافرن جو چڙهڻ بہ شامل هو ان مهل

تائين اسٽيفنسن انجڻ اڏڻ واري ڪم ۾ اڳرو هو، سو هن کي انجڻ اڏڻ جو ڪم سونپيو ويو، ۽ هن واعدو ڪيو ته اها نئين انجڻ اٺهٺ گهوڙن جو ڪم ڪندي.

١٨٢٥ع ۾ ڏهه ميل ڊگهي لائين کلي وئي، جنهن تي اسٽيفنسن جي انجڻ Active هلائي هئي، پهرئين چڪر ۾ ان ۾ ايڪويهه گاڏا جوڙيا ويا ۽ مسافرن جو تعداد ڇهه سئو هيو. ڪوئلن سان ڇهه گاڏا به ان ۾ هئا. اڄوڪي زماني جي لحاظ کان رفتار بنهه گهٽ هئي، پر انهن ڏينهن جي حساب سان هڪڙو صحافي لکي ٿو: ”رفتار ۾ ڪٿي ڪٿي ته ايڏو زور هو جو اها ڪلاڪ ۾ ١٢ ميلن جي رفتار سان هلي وڃي.“ ڏهه ميل ٦٥ منٽن ۾ طيءِ ٿي ويا ۽ واپسي واري سفر ۾ سيٽي ڳائڻ وڄائڻ شروع ڪري ڏنو.

اهو پهريون ڀيرو هو جو سوين ماڻهن هڪ نئين پراسرار سگهه ـ ٻاڦ تي سفر ڪري ڏٺو ۽ پهريون ڀيرو رفتار جي تيزيءَ جو مزو ورتائون. انهن ڪيترا ماڻهو پهريون ڀيرو تيزيءَ سان گڏ انجڻ جي شوڪارن، ۽ راڙن، وڏن ۽ ڌڙڪي ۽ کي ڦرندو ڏسي وائڙا ٿي ويا. نئون زمانو شروع ٿي ويو ۽ جنهن وقت ڳوٺن، وستين ۽ ملڪن کي پري ڪري رکيو هو، سو ويجهو ڏسڻ لڳو. اسٽيفنسن پنهنجي هڪڙي دوست کي چيو ”نوجوان پنهنجي اکين سان ڏسندا ته ريل گاڏي اڄ وچ جي ٻين سيني طريقن کان گهڻو سستي ٿي ويندي ۽ ٻورهيت ۽ غريب ماڻهو به ان ۾ ٿورا پئسا ڏيئي سفر ڪري سگهندا. مان ڄاڻان ٿو ته اڃا به ڏاڍيون اوکايون آهن جن سان مقابلو ڪرڻو آهي.“

هاڻي انگلينڊ ۾ ريلوي چوٻول جو عنوان بڻجي ويو. گڏوگڏ واپار لاءِ به اها وڏي سوڀ هئي. ڊارلنگٽن جي ڪوئلي نئون بازارون کوليون ورتيون. آمدني وڌي وئي ۽ روزگار جا نوان موقعا پيدا ٿيا. ڏهن سالن جي اندر اسٽاڪٽن جي ڀرسان هڪ نئون شهر اڏجي ويو، جتان سامونڊي بندر تي جهازن تي ڪوئلو چاڙهڻ جو ڪاروبار زور وٺي ويو. ٻين صنعتي علائقن ۾ به چرچو شروع ٿي وئي. پهرين ڊگهي فاصلي واري ريلوي لائين مانچيسٽر کان لورپول تائين جوڙي وئي جنهن تي مال گاڏي ۽ مسافر گاڏي جي اچ وڃ ٿيڻ لڳي. اها لائين به جارج اسٽيفنسن جوڙي.

جڏهن انهن ٻن شهرن مانچيسٽر ۽ لورپول جي واپارين پارليامينٽ ۾ ان جي قانوني حيثيت لاءِ قانون منظور ڪرڻ جي درخواست ڪئي ته تڪليف جي به شروعات ٿي وئي. لورپول ۽ مانچيسٽر جي وچ ۾ ستر سال اڳ ڊيوڪ آف برج واٽر نالي ڪئنال ذريعي ڳنڍيو ويو هو. پر صنعتي انقلاب جي مقدار ۾ واڌاري اچڻ سبب گهڻي سامان آڻڻ نيڻ لاءِ اهو ڪئنال اڻپورو ٿي پيو. ساڳئي وقت سياري ۾ ڪئنال ڄمي ٿي پيو ۽ اچ وڃ صفا بند ٿي ويندي هئي، جنهن ڪري مانچيسٽر جا ڪارخانا بند ٿي ويندا هئا. جڏهن ريل گاڏيءَ جو نئون منصوبو اڳتي وڌيو ته ڪئنال واري ٽرانسپورٽ جو مالڪ، انجا ۽ نيوار ڇتا ٿي پيا ۽ ريلوي خلاف ڪرڻ جون باهيون ٻاري ڏنائون. پنهنجا نفعا خطري ۾ ڏسندي سموري برطانيه جي ڪئنالن تي ٽرانسپورٽ هڪ هٽين جي مالڪن ۽ سندن لاڏلين ماڻهن کي ڀڙڪايو ته ريلوي قانون ٺهڻ نه ڏين. حڪمرانن ۽ پارليامينٽ ۾ به هنن جو اثر هو، تنهن ڪري اسٽيفنسن کي پارليامينٽ جي اڳيان آڏي ڀچا لاءِ سڏايو ويو.

هو ويسٽ منسٽر پهتو. بعد ۾ هڪ دوست کي ٻڌايائين ته اتي ڪيس اهڙين نظرن سان ڏٺو ويو، جو هو وچڙو اچي ڦاٿو. هن چيو ”مون ڏٺو ڳولڻ لاءِ هيڏانهن هوڏانهن واجهايو جتان ڀڄي وڃجي. هن جي خيالن، وچڙن ۽ ڳڻ ڳوٺ جي بي عزتي ڪئي وئي. اسڪرم لاءِ چيو ويو. “ اها واهيات ڳالهه ماڻهوءَ جي ذهن ۾ داخل ڪيئن ٿي؟“. انهي چيو ويو ته، اها راڪاس جهڙي انجڻ جانورن ۽ انسانن لاءِ هيبتناڪ ٿيندي ـ عورتن جا حمل ڪري پوندا. ڳئون کير ڏيڻ بند ڪنديون، ڪڪڙيون آنا ڪونه ڦوڙينديون، انجڻ جو دونهون ماڻهن جي پکين کي ماري ڇڏيندو، جتان جتان انجڻ لنگهندي پر وارا گهر باهه ۾ سڙي ويندا، گهوڙا ناهه ڪائي بيڪار ٿي ويندا، گهوڙي گاڏين جي مالڪن کي ٻئي نڪر ڪونه ملندو. هو ايترا ته ڇتا ٿي پيا جو چيائون ته ڏهه ميل ڪلاڪ کان وڌيڪ رفتار واري گاڏيءَ ۾ ويٺل ماڻهو به ڪونه بچندا.

ٻاڦ کي مات ڪرڻ جي ڪوشش سان گڏ اسٽيفنسن هنن جي هڪڙي هڪڙي واهيات ڳالهه جا جواب ڏيندو رهيو. هڪڙي ميمبر ڪيس ياد ڏياريو ته هڪڙي همراهه کان شراب جي نشي ۾ ٻاڦ جو ڊٻو بند ڪرڻ وسري ويو هو جنهن ڪري بوائلر ڦاٽي پيو هو ۽ انهن اڳتي به موت ٿي سگهن ٿا. اسٽيفنسن ورندي ڏني ”اهو ڏوهه همراهه

۽ شراب جو هو، پر جو ان ۾ ڪيڙو ڏوھ ٿيو.“ هن کان انهن به پڇيو ويو تـــه ” تون ڪٿي پڙهيو ساڻهو ته ڪونه آهين؟“

ٻـــن ميمبرن وري عقل جي مٿـي ۾ ڪيڪا هڻـندي چيـو ” انجـڻ ڏاڍي ڳـري آهـي ۽ پر ان کـــي ڇڙهڻ ۾ نـــه آئي سگهندي ۽ رڳـو گهوڙا اهو ڪم ڪري سگهن ٿا، تنهن ڪري ڪلاڪ ۾ ڇهه ستن ميلن رفتار به ممڪن ناهي. هڪڙي ميمبر وري چيـو ” ڪلاڪ ۾ ڇهه ميل به نه هلي سگهندي، ۽ ڪنال ذريعـي سال هڪڙو پهچندو “.

ان تي اسٽيفـن پنهنجـــي ڳالهه جهلي نه سگهيو ۽ دعوي ڪيائين ته انجـــڻ ڪلاڪ ۾ ٻارهن ميلن جي رفتار سان هلـي هلندي هن ڏٺـو ته اها ڳالهه ڪرڻ سان سڀني جا وات ڦاٽي ويا ۽ مخـالف ميمبـــر وڌيڪ ڪاوڙجي پيا.

بل پيش ڪندڙ وٽ جاهل ۽ توانـــي ڏيل مخـالفن جـــي چتـائـــپ سبب، بل واپس وٺـڻ کانسواءِ ڪو چارو ئي ڪونه هو. اسٽيفنـسن جـــي حياتيءَ ۾ اها سخت نراس ڪندڙ ڳالهه هئـي. پر مخالفت هوندي به لائن جي سروي جو اڌ ڪـم هن پاڻ ئي مڪـمل ڪـري ورتو هـــو، پـــر اهـــا اڌ رهـيـــل هو. ڪئنال جي مالڪن اڻ ڳڻيا ماڻهو پرتي ڪري، سروي جـــو ڪم ڪندڙن کي پتر هڻائڻ لاءِ رکيو رانين جو پـــا جڏهن آچر ڏينهن وارن عبادتـــن ۾ سڀئي ماڻهو گرجائن ۾ پادرين جا ريل گاڏي خلاف واعظ ٻـڌڻ ويندا هئا، تڏهن اسٽيفنسن ڊڄيا سرويئر وٺي ڪـم ڪندا هئا. هڪڙو ڀيرو چانڊوڪي رات ۾ جڏهن اسٽفنسن سروي جـي ڪم تي ويو ته هن کي پڪ ٿي ڪيئي نون، پوءِ هن هڪڙي انڪل سوچي ورتي. رات جو ان پاسي کان وٺي ٿـــي بندوق جـو ٺڪاءُ ڪيرائين جتان سروي مڪمل ٿي وئي هجي، ۽ پوءِ سڀ ماڻهو اوڏانهن ڊڪڙو ڪندا هئا، تـــه هيڏانهن هـــي آرام سان ڪم جاري رکندو هو.

هوڏانهن هـــن واري اڳوڻي اسٽاڪن - ڊارلنگٽن واري لائين، جيئن تـــه ماڻهن کي سوهي وڏو هـــو، ڪري ميمبرن جـــي اعتراض گهٽ ۽ بعـــض واري چـانپ ۽ گڏهڻي جو پاندوڪڙي پيو. ١٨٢٦ ۾ نئون بـــل پيش ڪيو ويـــو، تڏهن ريلوي جي ٺهراڻي ڪندڙن جو تعداد گهڻو هو. (هلندڙ)

---

تعليم جيئن تـــه محبت جو هڪ عمل آهي، ان ڪري بهادري جو عمـل پڻ آهي. جيڪڏهن تعليـم پنهنجو پاڻ کي پروڪ بنائڻ نه ٿـي گهري ته ان کـي ڊپ ڇاڏ کان سواءِ حقيقت پسندي واري ڇنـڊ ڇاڻ ۽ تخليقي ڳالهه ٻولهه کي قبول ڪرڻ گهرجي.

(پاولو فريري)

* جنگ نه هئڻ جو مطلب امن ناهي. امن تـــه اها نيڪي آهي جنهن جـــي ماڙ روح جي سگهه لڳل ٿئـــي ٿي. جو تـــه اطلاعت سان مراد شهر جي عام قانون مطابق عمـل ڪرڻ جي لاڳيتي خواهش آهي. جنهن شهر ۾ امن رڳو شهر واسين جي ماٺ سبب قائم ٿيو آهي، جتي جانورن جي ڌڻ وانگر ڪيـــن موڪليو وڃي ٿو، اهڙي شهر کـــي شهر بدران جنهڪ چوڻ گهرجي.

(اسپنوزا)

زراعت ——— انچارج: اَلهه بخش ڪيڙو

# لئنڊ روينيو

سڪندر حيات کهاوڙ

**سنڌ ۾ ڍل، لوڪل ٽئڪس ۽ آبياني (زرعي ٽئڪس) جي مقرريءَ (بستگي) ۽ وصوليءَ ۾ ساڻ ڪيترن ئي قسمن جون زيادتيون ٿي رهيون آهن. هتي آءٌ ڀرپائين اهڙين**

زيادتين جي سببن جي نشاندهي ڪندس ۽ بعد ۾ آنهن جي حل ڪرڻ لاءِ ڪجهه تجويزون پيش ڪندس.

"سبب"

(١) ڍل ۽ آبياني جي مقرري (ته في ايڪڙ ڪيترو آهي) ڪي عموماً آبادگارن کان لڪايو ٿو وڃي ۽ جيئن ته عام آبادگار، بورڊ آف روينيو ۽ گزٽ نوٽيفڪيشن تائين نٿو پهچي سگهي تنهنڪري هو ڍل ۽ آبيانه وغيره جي صحيح ريٽ کان غير واقف رهي ٿو ۽ آبادگار جي انهيءَ غير واقفيت جو پورو فائدو روينيو کاتي جو هيٺيون عملو حاصل ڪري رهيو آهي.

(٢) هر فصل ۾ ٿيندڙ آباد ايراضي جي غلط پڙتال (سروي، Survey) به آبيانه وغيره جي بستگي ۾ آبادگارن لاءِ باعث آزار آهي ۽ ساڳئي وقت حڪومت لاءِ به نقصان جو باعث آهي.

(٣) وصول ٿيڻ واري ڍل ۽ آبياني جي غلط بلن ملڻ ۽ بل بلڪل نه ملڻ جي شڪايت علم آهي.

(٤) حقيقي ڍل ۽ آبيانه جي رقم کان وڌيڪ رقم آبادگارن کان وصول ڪرڻ جو برو رواج (Mal-Practice).

(٥) آفات سماوي و ارضي جي سبب فصلن کي ٿيندڙ حقيقي نقصان جي حالت ۾ به ڍل ۽ آبيانه جي معافي (Remission) نه ملڻ.

(٦) ڏه ايڪڙن کان زياده ايراضي جي مالڪ کان ليڻ ۽ ٥٠ ايڪڙن کان وڌيڪ ايراضي جي مالڪ کان چوڻ ڍل سموري ايراضي جي انهيءَ صورت ۾ به وصول ڪرڻ جو ٽولي سنڌس کاتي جي صرف پنج ايڪڙ ايراضي آباد ٿي هجي.

(٧) سال ٧٢-١٩٧١ع کان اڳين سالن ۾ آباد ۽ غير آباد ايراضي جي بنياد تي تعميل ڪتنگرين مطابق اڄ تائين ليڻ ۽ چوڻ ڍل وصول ڪرڻ.

(٨) ڍل ۽ آبياني (زرعي ٽئڪس) جي رقم بئنڪ ۾ جمع ڪرائڻ لاءِ آسان ۽ ساده طريقه ڪار جي عدم موجودگي.

(٩) ڍل، لوڪل سيس، مسجد فنڊ ۽ آبياڻي جي حقيقي رقم ڪان وڌيڪ وصول ڪرڻ ۽ وصول ڪيل وڌيڪ رقم کي بعد ۾ بذريعه ريفنڊ (Refund) و ٽرانسفر (Transfer) خرد برد ڪرڻ جي بدترين رواج (Bad-Custom) کي روڪڻ لاءِ ڪنهن به مؤثر ڪارروائي ڪرڻ جو فقدان

هن سلسلي ۾ سنڌ آبادگار بورڊ ضلع لاڙڪاڻه ڪجهه تجويزون پيش ڪري رهيو آهي جن تي مڪمل صورت ۾ عمل درآمد ڪرڻ سان انشاء الله آبادگارن سان ٿيندڙ زيادتيون گهٽي ياگهي گهٽ ٿي وينديون ۽ يقيناً ڍل و آبياڻي جي مد ۾ جمع ٿيندڙ موجوده رقم ۾ به اضافو ٿيندو.

**"تجويزون"**

(١) ڍل ۽ آبياڻي جي مقرريءَ (بستگي) جي موجوده رڪب ۽ ان سلسلي ۾ وقت به وقت ٿيندڙ ترميمن جي درست معلومات عام آبادگار تائين پريس، ريڊيو ۽ ٽي وي ذريعي پهچائي وڃي. علاوه ازين اهڙي معلومات سنڌ آبادگار بورڊ جي صدر دفتر ۽ ضلعي دفاتر کي به مهيا ڪئي وڃي جيئن هو به درست ۽ صحيح معلومات آبادگار تائين پهچائن.

(٢) الف: هر فصل سان آباد ٿيڻ واري ايراضي جي پڙتال (Survey) تپي جو تپيدار ڪندو آهي ۽ سپروائيزنگ تپيدار انهيءَ پڙتال جو ٥٠ سيڪڙو چڪاس ڪندو آهي. مگر آباد ايراضي جي درست ۽ صحيح پڙتال کي يقيني بنائڻ لاءِ سپروائيزنگ تپيدار کي ١٠٠ سيڪڙو پڙتال چڪاس ڪرڻ جو حڪم جاري ڪيو وڃي.

ب: هر فصل ۾ آباد ايراضي جي پڙتال ڪرڻ بعد پڙتال جي فارم يا ڪتاب تي اُن ايراضيءَ جي مالڪ، قبضيدار يا مالڪ صغير يا عورت هجڻ جي صورت ۾ سندن سنڀاليندڙ (Natural Guardian) کان صحيح وٺي اُنکي پڙتال جو نقل ڏنو وڃي ته جيئن آباد ايراضيءَ جي پڙتال لاءِ ڪابه شڪايت هجي ته ڍل و آبياڻي جي بستگيءَ کان اڳ آفيسرن کي متوجهه ڪري سگهجي.

(٣) الف: ڍل جي موجوده فليٽ ريٽ سسٽم تحت آفات سماوي و ارضي جي ڪري حقيقي نقصان ٿيڻ جي حالت ۾ ڍل، آبياڻي ۽ لوڪل سيس وغيره جي معافي (Remission) ڏني وڃي.

ب: موجوده فليٽ ريٽ سسٽم تحت فصل سان آباد ٿيل ايراضي کي موڪي (Moki) شمار ڪري صرف اُن جي يونٽن تي مقرر ڪئي وڃي.

(٤) الف: هر فصل جي جيتري ڍل، لوڪل سيس، مسجد فنڊ ۽ آبيانو وغيره آبادگار کان وصول ٿيڻو آهي، اُنجو درست بل آبادگار کي ڏنو وڃي جنهن ۾ سال، فصل، سروي يا بلاڪ نمبر، آباد ايراضي، پوکيل جنس، ڍل جي رقم، آبياڻي جي رقم ۽ ٻيون ٽيڪسون واضح انگن اکرن ۾ لکيل هجن- اگر ڪنهن سبب جي ڪري آبادگار جي سموري يا ڪجهه ايراضيءَ تي ڍل ۽ آبياڻي وغيره جي معافي (Remission) ڏني وئي هجي ته اُنجو تفصيل به بل ۾ واضح طرح ڏنو وڃي. ان بل جي درستگي جي تصديق لاءِ روينيو آفيسر يعني تعلقه جي مختيارڪار يا اسسٽنٽ مختيارڪار جي صحيح هجڻ ضروري قرار ڏني وڃي.

ب: ڍل ۽ آبياڻي جي بل نه ڏيڻ يا غلط بل جاري ڪرڻ جي صورت ۾ سخت

ايڪشن ڪنيو وڃي.

( د) خريف جي فصل جي ڍل و آبياني جا بل هر سال ڊسمبر مهيني ۾ آبادگارن کي ڏنا وڃن ته جيئن آبادگار ۳۱ جنوري تائين خريف جي ڍل جمع ڪرائين ۽ ربيع جي فصل جا بل هر سال ۲۰ مئي تائين ڏنا وڃن ته جيئن هو ۲۰ جون تائين ربيع جي ڍل جمع ڪرائين. اگر ڪوبه آبادگار خريف جي ڍل ۳۱ جنوري تائين ۽ ربيع جي ڍل ۲۰ جون تائين جمع نه ٿو ڪرائي ته اهڙي قصور وار آبادگار جي ڍل وغيره جي ڪُل رقم تي ۱۰ سيڪڙو ڏنڊ وجهي ڪانئس سموري رقم وصول ڪئي وڃي. هن تجويز تي عمل ڪرڻ لاءِ هي شرط لازمي آهي ته مقرره وقت يعني ۳۱ ڊسمبر ۽ ۲۰ مئي تائين متعلقه فصلن جي ڍل و آبياني وغيره جا درست بل آبادگار کي مليا هجن انهيءَ لاءِ هي ضروري آهي ته هر آبادگار کي سندس ڏنل بل جي هڪ ڪاپي تي آنڪان صحيح بمعه تاريخ وٺڻ لازم قرار ڏنو وڃي ته جيئن ڪنهن به آبادگار سان بي انصافي نه ٿئي.

(٦) آبادگارن کي ڍل ۽ آبياني جي مليل درست بلن مطابق رقم بذريعه چالان بئنڪ ۾ جمع ڪرائڻ جي سهوليت ڏني وڃي. اها وضاحت ڪرڻ ضروري ٿيندي ته هن وقت به آبادگارن کي پنهنجي ڍل و آبياني وغيره جي رقم بذريعه چالان نيشنل بئنڪ ۾ جمع ڪرائڻ جي اجازت آهي مگر هن طريقه ڪار ۾ ايتريون پيچيدگيون آهن جو عام آبادگار لاءِ مشڪل مسئلو ٿي ويو آهي. تنهنڪري عام آبادگار لاءِ ڍل وغيره جي رقم بئنڪ ۾ جمع ڪرائڻ جو ساده ۽ آسان طريقه ڪار مقرر ڪيو وڃي جهڙي طرح حڪومت جون بيون ٽئڪسون بذريعه بل بئنڪ ۾ جمع ڪرايون وينديون آهن. هن تجويز جو اهو مقصد نه آهي ته تپيدارڪان ڍل جي وصوليءَ جو اختيار واپس ورتو وڃي. مقصد صرف ايترو آهي ته ڪوبه آبادگار چاهي ته مليل درست بل جي مطابق پنهنجي سهوليت سان ڍل وغيره جي رقم ساده ۽ آسان طريقه ڪار سان بئنڪ ۾ جمع ڪرائي سگهي. اگر هو چاهي ته رقم تپيدارکي ڏئي رسيد حاصل ڪري. هن طرح سان ڍل جي وصوليءَ ۾ آبادگارن سان ٿيندڙ زيادتين ۽ خرد برد جو ڪنهن حد تائين سدِ باب ٿي سگهي ٿو.

(د) الف: ڍل، لوڪل سيس ۽ آبياني جي وصول ٿيل رقم روينيو رڪارڊ ۾ هر هڪ آبادگار جي ڪاتي ۾ جمع ڪرڻ جي رائج طريقه ڪار مطابق اڪثر آبادگارن کان انهن ڏانهن حقيقي طلب کان زياده رقم وصول ڪري رڪارڊ ۾ انهن جي ڪاتي ۾ جمع ڪئي ويندي آهي. بعد ۾ روينيو ڪاتي جو هيٺيون عملو (جيڪو سڄي رڪارڊ جو انچارج هوندو آهي) سواءِ ڪنهن قانوني اختيار جي "حقيقي طلب" کان وڌيڪ وصول ۽ جمع ڪيل رقم ريفنڊ (Refund) ۽ ٽرانسفر (Transfer) ڪري ٻين اهڙن آبادگارن جي ڪاتي ۾ جمع ڪندا آهن جن آبادگارن کي ڍل جي وصوليءَ وقت رسيد نه ڏني ويندي آهي. هن سلسلي ۾ جنهن آبادگار جي ڪاتي کان رقم ريفنڊ ۽ ٽرانسفر ڪئي ويندي آهي، انڪان اهڙي رضامنديءَ جي صحيح به نه ورتي ويندي آهي. دراصل گهڻين ئي خرابين، براين ۽ آبادگارن سان ٿيندڙ زيادتين جي پاڙ هيءَ غيرقانوني رائج طريقه ڪار آهي. تنهنڪري هن ناجائز، غير قانوني ۽ غير اخلاقي مروج طريقه ڪار کي سختيءَ سان بلڪل بند ڪيو وڃي. روينيو جي ڪنهن به عملدار کي ڪنهن به صورت ۾ اهو اختيار نه هئڻ گهرجي ته ڍل ۽ آبياني وغيره جي مد ۾ هڪ دفعه وصول ۽ سرڪاري خزاني ۾ جمع ٿيندڙ رقم کي هو ريفنڊ يا ٽرانسفر ڪري سگهي. حقيقي طلب کان وڌيڪ وصول ۽ جمع ٿيل رقم انهيءَ آبادگار جي ڪاتي (اڪائونٽ) ۾ جمع رهڻ گهرجي ۽ ايندڙ

سال آنڪي ڊيل ۾ آبياني جي رقم ۾ ڪيس مجرا ڪري ڏجي.

ب: روينيو سال جي ختم ٿيڻ بعد ديهه وار ان طرح جون لسٽون تيار ڪرليون هونديون آهن ته ڪنهن آبادگار جي ڪيتري رقم طلب ڪان وڌيڪ سندس کاتي ۾ جمع پئي آهي. مگر جيئن ته طلب ڪان وڌيڪ جمع ٿيل رقم عملي طرح ريفنڊ ۾ ٽرانسفر ڪري خرد برد ڪئي ويندي آهي. تنهنڪري اهڙيون لسٽون نه ٺاهيون وينديون آهن پر جي رڪارڊ درست رکڻ لاءِ ٺاهيون به وينديون آهن ته آهي آبادگارن جي معلومات ۽ پهچ کان بلڪل پري هونديون آهن. مگر جيئن ته زياده جمع ٿيل رقم جو ريفنڊ ۾ ٽرانسفر ڪرڻ سختيءَ سان بند ڪيو ويندو ته اول ته زياده رقم ڪنهن به آبادگار کان وصول نه ٿيندي، اگر زياده رقم وصول ٿي به وڃي ته وڌيڪ جمع ٿيل رقمن جي ديهه وار ۽ آبادگار جي نالي سان لسٽون ٺاهي تعلقه آفيس ۾ نوٽيس بورڊ تي لڳايون وڃن ته روينيو سال پوري ٿيڻ بعد آبادگار آسانيءَ سان معلوم ڪري سگهن ته سندن کاتن ۾ ڪيتري رقم جمع پئي آهي ته هو ايندڙ سال ڊيل ۽ آبياني جي مد ۾ اوتري رقم گهٽ ڏين. ازانسواءِ ڊيل ۽ آبياني جي بل ۾ به طلب کان وڌيڪ جمع پيل رقم جي داخلا ڪرڻ ضروري قرار ڏنو وڃي.

آخر ۾ گذارش آهي ته، مٿيون تجويزون مختصراً پيش ڪيون ويون آهن تنهنڪري انهن کي عملي طرح نافذ ڪرڻ کان اڳ سنڌ آبادگار بورڊ جي عهديدارن کي روبرو سڏيو وڃي ته هو پنهنجي پيش ڪيل تجويزن جي وضاحت ڪري سگهن ته جيئن انهن تجويزن کي عملاً نافذ ڪرڻ ۾ اڙدو ڪو پاسو رهجي نه وڃي جنهن مان ڪو به ناجائز فائدو حاصل ڪري سگهي.

(رسالي آبادگار جي ٿورن سان)



* اي خدا، جنگ بدي ۽ بربريت آهي. مائرون جنگ کان نفرت ڪن ٿيون. جيستائين جنگ جو غلبو هوندو، ٻج ڪير پوکيندو ۽ فصل ڪير لڻندو، جيڪي ٻچي سون وانگر چمڪندڙ لڳندا آهن.

(انتونيو ماشادو)

* ڪنهن به قوم جي سڌريل هئڻ جي سطح جي ڪٿ، ان جي عورتن کي مليل معاشرتي حيثيت سان لڳائي سگهجي ٿي.



* وڏن مقصدن کي پوري ڪرڻ لاءِ اسان کي پاڻهن سان ڪڏ هڻڻ کهرجي، مٿي نه.

(مانٽسڪ)

* اسان کي پنهنجي رت پاري، جسمن کي چمڪائڻ کهرجي. ايستائين جو ڏسڻ وارا متاثر ٿين ۽ نيٺ دنيا جون اکيون کلي پون. اسان جي آڏون کي ڏسي نه پر ٻچي ويندڙن جي زخمن کي ڏسي.

(ڪاتب ياسين)

# پارڙا

انچارج: حُسام سومرو




اوطاق ۾ ڪافي ماڻهو هيٺ پٽ تي ويٺا هئا. وڏيري گلڻ کي ايندو ڏسي سڀئي ماڻهو هٿ ادب جا ٻڌي اٿي بيهي رهيا. وڏيرو گلڻ سڀني کي وٺ ڏيندو اچي کٽ تي ويهي رهيو. وڏيري جي پير ۾ اخبار پيئي هئي، جيڪا هٿن ۾ کڻي پڙهڻ لڳو.

پڙهندي هن جي نظر هڪ اهڙي ليک تي پيئي، جيڪو سچو هن جي خلاف لکيل هو. سگريٽ جو ڪش هڻندي وڏيري آسمان ڏاريندڙ آواز ۾ رنڀ ڪئي. اڙي بخشو، ڪنهن کي دٺي ڪنيو آهي، جو منهنجي خلاف اخبار ۾ ليک ڇاپيو اٿس. ڪمدار بخشو سڀني کي ڏڪائيندي چوڻ لڳو! سرڪار هي سڀ جمن جا ڪيل آهن، هن کانسواءِ ٻيو هت ڪير پڙهيل آهي؛ جو اخبار ۾ ليک ڏياريندو. وڏيرو گلڻ جمن جو نالو ٻڌندي ئي تپي باهه ٿي ويو ۽ منهن ڪنو ڪندي ڳڙڪيو: اڙي بخشو، جمن کي چوڪنيو ڪري گهلي اچو. خوشامدڙيو بخشو ٻن ٽي ڪاراوامات ڪري جمن جي گهر ڏانهن تڪڙو تڪڙو وڃڻ لڳو، اڃا ٿورو اڳتي وڌيو مس ته جمن به اسڪول کان گهر واپس اچي رهيو هو. پوءِ ته سڀئي همراهه هن جي چوطرف ڦري ويا. جمن کي چوڪنيو ڪري وڏيري گلڻ جي اوطاق ڏانهن موٽڻ لڳا. جمن پاڻ کي ڇڏائڻ لاءِ ڏاڍيون ڙڙيون ڪيون مگر ظالمن کي معصوم تي ڪو رحم نه آيو جمن کي اوطاق تائين هٿ زمين تي نه لاٿائون، سڌو وڃي وڏيري جي پيرن تي ڦٽو ڪيائونس. وڏيري گلڻ ڏند ڪرٽيندي! جمن کي چيو:

اڙي ڇورا هي اخبار ۾ ڇا لکيو اٿئي؟

جمن ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر وڏيري جي خوف کان هڪ لفظ به نڙيءَ مان اڪري نه سگهيس.

اڙي نالائق، توکي ڪنهن چيو ته وڃي نانگن جي پڙن ۾ هٿ وجهه. وڏيري هڪ ڀيرو ٻيهر رڙ ڪئي.

ٻڌاءِ ڇورا هي ليک اخبار ۾ ڇو لکيو اٿئي.

ها پوتار، اتي جيڪو ڪجهه لکيل آهي، اهو ته سورهن آنا سچ آهي.

اڙي سچار جا...... تنهنجو ڇا وڃي اسان جي ڪمن ۾، ٻه درجا پڙهيو آهين ته مغز خراب ٿي ويو اٿئي. ترس ته توکي ڏينهن جا ٿو تارا ڏيکاريان. وڏيري جي وات مان گگ جا وڏا ڦهر نڪرڻ لڳا ۽ اکين مان رت ٽمڻ لڳو.

جمن وڏيري جون خوفناڪ اکيون ڏسي ماٺ ڪري ويهي رهيو.

ٿوري دير کان پوءِ وڏيري وري اخبار کي پڙهي رڙ ڪئي.

اڙي جمعو: تو تي ڪهڙو فرض اچي پيو هو جو، تو اسان جي ساري جڳ ۾ بدنامي ڪئي آهي.

ٻر سائين منهنجو آخر قصور ڪهڙو آهي، جمن ڏڪندي چيو:

ڪجهه شرم ڪر شرم، پوتار جي سامهون ٿو ڳالهائين.

چمچي بخشو وڏيري گلڻ جي ڪاوڙ کي تيز ڪندي چيو.

وڏيرا ڏسو، ڪهڙو نه خراب ليک ڏنو اٿس، سچي ليک ۾ توهان جي گلا ڪندي نه ڊاپيو آهي. وچ ۾ هڪ ٻئي ڪاراني ٽهو ڏيندي چيو.

وڏيري گلڻ جو هڪ ڀيرو ٻيهر فضا ۾ آواز گونجيو.

اڙي ڇورا ڪن کولي ٻڌي ڇڏ، يوسف جي گهر کي باهه ڏياريم، ته ان ۾ تنهنجو ڪهڙو واسطو، يوسف منهنجو هاري آهي، اهو ڄاڻي ۽ مان ڄاڻان.

جمن جا چپ خشڪ ٿي ويا هئا. هن ڪجهه ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي، مگر وڏيري جي هڪل مان ئي ماٺ ڪرائي ڇڏيس.

جمن جو پيءُ ڪجهه سال اڳ فوت ٿي چڪو هو، پنهس وڏيري گلڻ جي ڪمدارت ڪندو هو. پيءُ جي فوت ٿي وڃڻ ڪري ماڻس پنهنجي دل مان خوب محنت ڪري هن کي پڙهائيندي هئي. ڪجهه ڏينهن اڳ هن جي پاڙيسري يوسف جي گهر کي باهه لڳي هئي. اها باهه وڏيري پنهنجي ڪارن جي مدد سان ڏياري هئي، جيڪا سڄي ڳوٺ وارن کي خبر هئي. يوسف وڏيري گلڻ جو جهونو هاري هو. يوسف جو ڏوهه صرف اهو هو ته بيماري جي حالت ۾ وڏيري جي ونگار تي ڪونه ويو هو.

جمن وڏيري گلڻ جو اهو ظلم ڏسي، ويچاري يوسف جي مدد لاءِ حڪومت کان امداد جي گهر ڪئي هئي. بدقسمت

جمن کي ڪوڙي خبر هئي ته وڏيرو هاڻي سان به اهڙو ويل وهائيندو.

جمن جون اکيون پاڻي سان ڀرجي آيون، ۽ سڌو وڃي وڏيري جي پيرن تي ڪري پيو ۽ کانئس معافي طلب ڪرڻ لڳو. وڏيري گلن، هن کي اهڙو ته ڏنڊو هنيو جو سنهن ۾ وڃي سرن تي لڳو. جمن جي نرڙ مان رت ڦوهارو ڪري وهڻ لڳو. جمن هڪ دفعو وري رحم جي اپيل ڪرڻ لڳو.

توکي معافي ڏيڻ جي ڪا به گنجائش نه آهي. توکي ته مان اهڙو سبق سيکاريندس جو عمر ڀر ياد رکندين. وڏيري لٺ کي هٿ ۾ کڻندي چيو

پوءِ ته ظالم وڏيري معصوم جي پٺيءَ تي لٺ وسائيندو رهيو ۽ ويچارو جمن آسمان ڏاريندڙ دانهون ڪندو رهيو مگر هي ظالم ايترو ته ٻوڙو هو جو هن کي معصوم جي دانهن ۽ ڪوڪن تي رحم نه آيو.

جمن بيهوش ٿي چڪو هو. هن جي سڄي پٺيءَ تان کل لهي چڪي هئي.

وڏيري گلن جي ڪاراون جمن کي بيهوشي جي حالت ۾ پنهنجي گهر ۾ ڦٽو ڪري آيا.

جمن لاش جيان کٽ تي ستو پيو هو. ماڻس روئڻ لڳي ۽ آپ ڏاريندڙ دانهون ڪرڻ لڳي.

ان وقت ڪير هو جو سندس دانهون ٻڌي.

جمن سندس اکين جو نور هو ۽ زندگي جو اڪيلو سهارو هو. ماڻس ٻڪلن جيان دانهون ڪندي رهي، مگر هن جي ٻڌڻ وارو ڪير نه هو.

## ننڍڙا ٻالڪ

ڦرهي ڪٽي اسڪول تون جڏهن
ٿو وڃين،
ڪيڏو نه ننڍڙا تون ته ٻالڪ
ٿو وڻين.
پوري ڪري ڦرهي ته آئين
شوق سان،
محنت ڪرڻ سان تون اول
نمبر کڻين.
چندو ۽ ڦهندو اسڪول ڏي
ٿو وڃين،
استاد توکان پڻ ڏيو
آ راضي.
پڙهي وطن جا گيت ٿو ڳائين
خوشي سان،
هر ديس تان قربان پڻ تون
ٿو ڪرين.
(اسحاق منگي، ڳوٺ ٽانڊي)



## اختيار پروين خاصخيلي
صوپو ديرو

## نظم

منهنجا پيارا سنڌي اديا
مٺڙا مٺڙا ننڍڙا ننڍڙا
سڀ کان ڀرين مانس ڪاڄ
تو لئه جا ڀڄائي آ ساڄ
صاف ۽ ڳوٿل ڪپڙا پائي
وارن کي تون تيل به لائي
پوءِ تون پيارا اسڪول وڃ
علم پڙهي تون لاهه اڄ
لکڻ پڙهڻ تي ڏيئي ڌيان
وڌايو پنهنجي ملڪ جو مان
غور سان منهنجي ڳالهه هي ٻڌ
پر نه پوي ڪڏهن پٺ کي سڌ

# سنڌي ٻالڪ سنگت ۾ مذاڪرو

رپورٽ: ندرت ميمڻ

## شيخ عبدالمجيد سنڌي ءَ جي ياد ۾ هڪ پروگرام جو احوال

سنڌي ٻالڪ سنگت خيرپور طرفان ٻارن لاءِ هر وقت پروگرام ٿيندا رهندا آهن. هنن پروگرامن ڪرائڻ جو خاص مقصد اهو آهي ته ننڍڙن ٻوبٽ جهڙن ٻارڙن کي هڪ پليٽ فارم تي گڏ ڪري، انهن ۾ ادبي شعور پيدا ڪرڻ، انهن کي اسٽيج تي آڻڻ جي ڪوشش ڪرڻ. هن تنظيم جو مقصد آهي ته اسان جي سنڌ جا ننڍڙا ٻارڙا وڌ ڪان وڌ اسٽيج تي اچن ۽ پاڻ ۾ ادبي لياقت پيدا ڪن. اهڙن پروگرامن ڪرائڻ سان ٻارڙن ۾ ڪجهه شعور پيدا ٿئي ٿو. ٻارڙن جي همت افزائي ڪئي وڃي ٿي. ائين ڪئي چئجي ته ٻارڙن ۾ اڳتي وڌڻ ۽ پروگرامن ۾ حصي وٺڻ جي هڪ قوت پيدا ٿئي ٿي. اهي ننڍڙا ٻار اسانجي معاشري جو هڪ سگهو حصو آهن. انهن کي اسٽيج تي آڻڻ اسانجو فرض آهي.

تازو خيرپور ۾ ٻارن جي تنظيم سنڌ ٻالڪ سنگت طرفان ٦، ڊسمبر تي سنڌ جي عظيم اڳواڻ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ جي ياد ۾ ڊويزنل پبلڪ لائبريري جي آڊيٽوريم ۾ ننڍڙن ٻارڙن لاءِ هڪ مذاڪرو منعقد ڪيو ويو. هن پروگرام ۾ ننڍڙن ٻارڙن ڀرپور حصو ورتو.

هي پروگرام ٦، ڊسمبر شام جو پنجين وڳين مقرر ڪيو ويو. مهمان مقرر وقت کان اڳ اچڻ شروع ٿي ويا. هن پروگرام جي صدارت خيرپور جي اسسٽنٽ ڪمشنر نثار احمد صديقي ڪئي. جڏهن ته خاص مهمان شيخ عبدالمجيد سنڌي جي فرزند ۽ خيرپور جو ايس - پي ميجر محمد خالد شيخ جن هئا. مهمانن جي پهچڻ کان پوءِ جلد هن پروگرام جي شروعات ڪئي وئي. اسٽيج سيڪريٽري جا فرائض مس ريحانه گل (جيڪا هن تنظيم جي نائب صدر پڻ آهي) سر انجام ڏنا. سڀ کان پهرين تنظيم جي صدر قربان سنگي کي اسٽيج تي سڏيو ويو جنهن پنهنجي تعارفي تقرير ڪندي سڀني مهمانن جو شڪريو ادا ڪيو. ان کانپوءِ ته رفي تقرير لاءِ منصور ميرائي کي سڏيو ويو جنهن پنهنجي تقرير ۾ شيخ عبدالمجيد سنڌيءَ کي خراج عقيدت پيش ڪندي چيو ته جيڪڏهن شيخ عبدالمجيد سنڌي کي محمود غزنوي چئجي ته ان ۾ ڪو به وڌاءُ ڪونه ٿيندو. شيخ صاحب سنڌ جي تحريڪ ۾ جيڪو ڪردار ادا ڪيو آهي ان کي وساري نه ٿو سگهجي. منصور ميرائي کانپوءِ مقالي لاءِ سيد احمد شاه کي سڏيو ويو جنهن پنهنجي مقالي ۾ شيخ صاحب کي خراج عقيدت پيش ڪيو. ان کانپوءِ ننڍڙن ٻارڙن جي وچ ۾ تقريري مقابلو شروع ڪيو ويو. سڀ کان پهرين گورنمينٽ گرلز هاءِ اسڪول جي شاگردياڻي صابره جمالي کي سڏيو ويو جنهن پنهنجي تقرير هن شعر سان شروع ڪئي.

ماڻهو سڀ نه هوندا، پکي سڀ نه هنج،
ڪنهن ڪنهن ماڻهو منجهه اچي بوءِ بهار جي.

صابره جمالي کانپوءِ سينٽ ٽريزه هاءِ اسڪول جي شاگرد نياز احمد ڪنڀر کي سڏيو جنهن ٻارڙن کي شيخ صاحب جي باري ۾ ٻڌايو ته شيخ صاحب نه صرف تحريڪ آزادي ۾ ڀرپور حصو ورتو هو، پر هڪ بهترين صحافي به هو. ان کان پوءِ ساڳئي اسڪول جي شاگرد غلام الله چانڊيي کي سڏيو ويو ان کان پوءِ شيخ صاحب جي پوٽي جواد خالد نه صرف پنهنجي ڏاڏي جي باري ۾ اسان کي معلومات ڏني پر انهي باري ۾ اهو به ٻڌايو ته هو هميشه سادو کائيندا هئا ۽ سادو پهريندا هئا ۽ ٻارن سان بي انتها پيار ڪندا هئا. چوندا آهن ته خدا ڪنهن کي ڏيندو آهي ته ڇپر ڦاڙي ڏيندو آهي اهو صرف اتفاق چئجي ته هن موقعي تي شيخ صاحب جون ٻه پشتون اسان وٽ موجود هيون جو هن موقعي تي شيخ صاحب جي پوٽي جواد جيڪو عظيم اسڪول جو ننڍو شاگرد آهي اسان کي ايتري معلومات ڏني ان کانپوءِ پي- سي اسڪول جي ننڍڙي شاگرد مير محمد رضا کي سڏيو ويو جنهن پنهنجي ننڍڙي ذهانت مطابق شيخ صاحب کي خراج عقيدت پيش ڪيو. ان

ننڍي شاگرد پنهنجي تقرير ۾ سڀني ماڻهن کي حيران ڪري ڇڏيو ڪنهن کي به اها خبر ڪونه هئي اسان جي سنڌ جا ننڍڙا ٻاجهها ٻارڙا ايترو شعور ۽ دلچسپي رکن ٿا سندس تقرير تي نه صرف تاڙيون وڄايون ويون پر ماڻهن کيس انعام پڻ ڏنا. ان کانپوءِ ٻي-سي اسڪول جي شاگرديائي فوزيه سيال کي سڏيو ويو آخر ۾ ڪامپريهنسو هاءِ اسڪول جي شاگرد عبداللطيف ڪانڌڙو کي تقرير لاءِ سڏيو ويو، جنهن شيخ عبدالمجيد سنڌي کي خراج عقيدت پيش ڪيو. هي تقريري مقابلو گهڻو دلچسپ رهيو ججن جا فرائض شفيع محمد مخفي، عبدالله ويسر احمد علي شاه سرانجام ڏنا. سڀني مهمانن کي ججن جي اعلان جو انتظار هو. سڀ مهمان فيصلي لاءِ بي تاب نظر اچي رهيا هئا. جيسين جج صاحب پنهنجو فيصلو ڏين تيستائين خيرپور جي اسسٽنٽ ڪمشنر مسٽر نثار احمد صديقي جن کي سڏيو ويو جنهن سڀني مهمانن جو شڪريو ادا ڪيو ۽ هن تنظيم جي عهديدارن جي تعريف ڪندي چيو ته شاباس آهي اسان جي ننڍڙن ٻارڙن کي جيڪي اهڙا پروگرام منعقد ڪرائين ٿا ان سان گڏ پڻ سڀني مهمانن جو شڪريو ادا ڪريان ٿو جيڪي پنهنجو قيمتي وقت ڪڍي هن پروگرام ۾ شرڪت لاءِ آيا آهن. هن کانپوءِ هن تنظيم جي سرپرست مسٽر غلام عباس پنهوري پيهر مهمانن جو شڪريو ادا ڪيو ايتري ۾ ججن صاحبن پنهنجو فيصلو تيار ڪري ورتو. مهمان فيصلي ٻڌڻ لاءِ بيتاب نظر اچي رهيا هئا. ايتري ۾ مس ربحانه گل فيصلي جو اعلان ڪيو. سڀني ماڻهن جي دلچسپي وڌي وئي. پهريون انعام صابره جمالي کي ڏنو ويو. ٻيو انعام مير محمد رضا ٽالپر کي ٽيون انعام جواد خالد شيخ کي ۽ چوٿون انعام نياز احمد ڪنڀر کي ڏنو ويو ۽ پڻ شاگردن کي ٻن قابليت جا سرٽيفڪيٽ ڏنا ويا. آخر ۾ مهمانن کي پوريت ڪان بچڻ لاءِ ٽيڪنيڪل جي شاگرد ممتاز رڏ کي اسٽيج تي سڏيو ويو، جنهن پنهنجي سريلي آواز ۾ شاه صاحب جي ڪافي پڙهائي ۽ داد حاصل ڪيو.

# لالچ جو انجام

(آکاڻي)

عزيزه آسي

ٻارا ٻارڙؤ ! اڄ مان اوهان کي هڪ لالچي ٻليءَ جي آکاڻي ٻڌايان ٿو جيڪا شهر کان ٻري هڪ ڪراڙي عورت جي جهوپڙي ۾ رهندي هئي. عورت خود غريب هئي دال ماني کائي گذارو ڪندي هئي سا ڪٿان ٻلي کي پالي پئي سگهي؟ جنهنڪري ٻليءَ جهنگل مان ڪوئا ڪڙي وڏي مشڪل سان پيٽ ڀريندي هئي.

هڪ دفعي ٻلي گهمندي گهمندي هڪ عالي شان جاءِ تائين پهتي، مگر کيس ڪوئي ڪونه مليو، بک ۽ ٿڪ ڪري ٻليءَ جو برو حال ٿي ويو هو، جنهنڪري ٻلي ٿوري دير آرام جي لاءِ اتي ئي سمهي رهي. ٿوري دير بعد هڪ تندرست ۽ ٿلهو ٻلو اتان لانگهو ٿيو ته ٻليءَ ان کي سلام ڪيو ۽ چيائينس، ” ماشاءَ الله اوهان ته ايترا تندرست ۽ خوبصورت آهيو جئين ڪنهن وڏيري جو ٻلو هوندو آهي.“

” اوهان جو خيال بالڪل درست آهي! ٻلي مسڪرائيندي چيو، مان ڳوٺ جي وڏيري جو ٻلو آهيان ۽ ان سان گڏ سندس پرواري گهري ۾ رهندو آهيان. مان صبح، منجهند ۽ رات ان جو بچيل سچيل کاڌو کائيندو آهيان.“ وري ٻلي سوال ڪيو ته تون ڏبري ۽ ڪمزور ڇو آهين؟

” مان هڪ غريب عورت جي ٻلي آهيان. ان وٽ خود کائڻ لاءِ ڪجهه ڪين هوندو آهي ته پوءِ مونکي ڪٿان کارائيندي. مان ته هڪ اڌ ڪوئو پڪڙي پنهنجو گذارو ڪندي آهيان ۽ هاڻي ته ڪافي ڏينهن ٿيا آهن ڪوئو ڪونه مليو آهي. اڄ مونکي ٽيون ڏينهن آهي بک ۾ آهيان.“ ٻلي ورندي ڏني ۽ خوشامد ڪندي چيائين ”ڇا اوهان مونکي حويليءَ جو کاڌو کارائيندؤ.!؟“

وڏيري جي ٻلي رحم کائيندي ٻئي ڏينهن تي ٻليءَ کي پاڻ وٽ اچڻ جي دعوت ڏني تنهن کانپوءِ ٻليءَ خوشي ۾ ڪرندي ڏيندي جهوپڙي تي پهتي ۽ پنهنجي مالڪياڻي کي سڄو واقعو ٻڌائيندي چيائين، ”سڀاڻي ته وڏو مزو ايندو هاڻي مان وڏيري جي حويلي ۾ رهندي مزي مزي جا کاڌا کائيندس ۽ ها بک جي لاءِ مان جهوپڙي ۾ واپس نه ايندس.“

ڪراڙي عورت کي اهو ٻڌندي ڏاڍو ڏک ٿيو ۽ ٻليءَ کي نصيحت ڪندي چيائين ته ”مال، دولت ۽ سٺو کاڌو ئي دنيا جون نعمتون نه آهن. بهتري لاءِ ڪوشش جاري رکندي پنهنجي حال تي قناعت ڪرڻ، مفت جي دولت ۽ کاڌن کان گهڻو ئي زياده بهتر آهي. تون ڏسندي نه آهين ته مان غريبائي کاڌي تي گذارو ڪندي ڪڏهن

ناشڪري ڪونہ ڪندي. اڄ منهنجي مرضي آهي تہ تون بہ پنهنجي حال تي قناعت ڪندي زياده ڪوئا پڪڙڻ جي ڪوشش جاري رک. اهو ممڪن تہ آهي جو تو کي حويلي ۾ سٺا سٺا ۽ لذيذ کاڌا ملي سگهندا پر ان خطرو بہ گهڻو هوندو آهي.

"هاڻي مان صرف ڪوئن تي گذارو ڪندي تہ وڌ رهي نہ ٿي سگهان." ٻليءَ غصي ۾ چيو، جڏهن تہ مون کي لذيذ ۽ پيارا کاڌا ملن ٿا تہ پوءِ مان بک ڇو سران؟ اهڙي طرح ٻلي ٻئي ڏينهن تي وڏيري جي جاءِ تي پهتي ۽ ٻلي جو انتظار ڪرڻ لڳي، ڪافي وقت انتظار ڪرڻ کانپوءِ جڏهن ٻلو نہ آيو تہ ٻلي خود حويلي ۾ ويئي پر اتي بہ ٻلو ڪين هو.

ان جو بہ هڪ خاص ڪارڻ هو. ٿيو هيئن جو هڪ ڏينهن اڳ جڏهن وڏيرو ماني کائي رهيو هو تہ ٻلون ڪمري ۾ هيڏون آيون ۽ ٻاٽ ۾ وڙهندي گوڙ ڪرڻ لڳيون. هونئن تہ وڏيرو رحم دل هو ۽ ٻلن سان محبت ڪندو هو. پر ان ڏينهن ڪنهن ڳالهہ تان وڏي غصي ۾ هو، جنهنڪري نوڪر کي حڪم ڪيائين تہ "سڀني ٻلن کي ساري حويلي مان ڪڍي ڇڏ. اگر ڪوئي بہ ٻلي آئنده اچي تہ ان کي تير ماري ڇڏ." مجبورن ٻلون ۽ انهي ٻلي جڏهن اهو حڪم ٻڌو تہ نہ صرف حويلي ڇڏي ڀڄي ويون پر وري منهن ئي نہ ڪيائون.

جڏهن ٻليءَ کي گهر ۾ ڪير بہ نظر نہ آيو تہ هو گهمندي گهمندي ماني جي ڪمري ۾ پهچي وئي جتي ميز تي لذيذ ۽ عمده کاڌا ڏسندي وات پاڻي پاڻي ٿيڻ لڳس. ٻليءَ نہ ڪئي هم نہ ڪئي ٿم ميز تي چڙهي جيئن پڳل ڪڪڙ کي کائڻ لڳي تہ پردي جي پويان وڏيري جي نوڪر ٻليءَ کي ڏسي ورتو، تنهن هڪدم تير ماريو جيڪو ٻليءَ کي پير ۾ لڳو. ٻليءَ مياٺون ڪندي اتان وٺي ڀڳي، سڌو مالڪياڻي جي گهر پهتي. سندس پير مان رت وهي رهيو هو ۽ تير بہ لڳل هو. ٻليءَ جي قدمن جو آواز ٻڌندي ڪراڙي عورت چيو، ها! ٻلي خيريت تہ آهي؟ تون جلدي واپس ڪيئن اچي وئين. وڏيري جو کاڌو مزيدار هيو يا نہ؟"

"کاڌو تہ مزيدار هوندو، چاڪاڻ جو ان جي خوشبوءِ ٻڌائي رهي آهي." ٻليءَ بيزاري سان ورندي ڏيندي چيو "البت وڏيري جي کاڌي کان زياده مزو انجي نوڪر جي تير ڏنو آهي." "خدا جي واسطي مونکي معاف ڪريو ۽ منهنجي پير مان تير ڪڍي منهنجي زخم جي مرهم پٽي ڪريو. اوهان ٺيڪ ٿي چيو هو. آئنده مان هميشہ اوهان سان گڏ هونديس، جيڪو ڪجهہ ملندو ان تي قناعت ڪنديس. اهڙي طرح ڪراڙي عورت ٻليءَ جي پير مان تير ڪڍي انجي مرهم پٽي ڪئي. ڪجهہ ڏينهن کانپوءِ ان جو زخم بہ ٺيڪ ٿي ويو ۽ ٻليءَ پنهنجي مالڪڻي سان گڏ جهوپڙي ۾ خوشيءَ سان گذارڻ لڳي.

ذوالفقار سيال

## نظم

هي ڌرتي تنهنجو ديس اٿئي. هن جو رکوالو ٿجانءِ پٽ!
هن قوم جي تاريخن ۾ تون، عظمت جو حوالو ٿجانءِ پٽ!

هن ڌرتيءَ جو هرڪو ماڻهو، هٿ دولهہ، دودو، هوشو آ،
ڪنهن سورهيہ ۽ سرويچ جهان، تون بہ ڪو نالو ٿجانءِ پٽ!

هن ڌرتيءَ جي عزت ني ڪو، جي وار ڪري، تون وار ڪجانءِ،
ويرين سان هميشہ وڙهندو رهہ، پڙهجي ۽ ڀالو ٿجانءِ پٽ!

تون روشنيءَ جو ماڻهو آن، تون آزاديءَ جو نياڻو آن،
جي ڪاري ڪاري رات اچي، تون پاڻ اجالو ٿجانءِ پٽ!

تون سچ وڏي واڪي چئجان، ڪنهن ڪانئرڪان نہ ڪڏهن هچجانءِ،
جي سونهن ۽ سچ جي ڳالهہ ڪا ڪن، تن جو متوالو ٿجانءِ پٽ.

# ٻڌي

اسحاق منگي - ٽانڙو

ڪنهن ڳوٺ ۾ ڪريم نالي هڪ ٻوڙهو ماڻهو رهندو هو، هن کي وڏي ۾ اولاد ڪونه ٿيندو هو. پر ڪريم جي قدرت سان هن کي پيرسنيءَ ۾ پنج پٽن جي عنايت ڏني. انهن مان هڪ جو نالو انس ۽ ٻئي جو امنگ هو. ٻوڙهو ڪريم پنهنجي پٽن کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيندو هو. هو سدائين پنهنجن پٽن کي ٻڌي جي متعلق سمجهاڻيون ڏيندو هو ته ڀا "ٻڌي هڪ اهڙي طاقت آهي، جنهن تي ساري دنيا جا ماڻهو به ان کي ٽوڙي نٿا سگهن."

انس پنهنجي پيءُ جي ڳالهين تي عمل ڪندو هو، پر امنگ پيءُ جي ڳالهين جي وري ابتڙ هوندو هو. هو هميشه فساد ۽ شرارتون وٺندو هو ڪرائيندو. ايتري قدر جو پنهنجي وڏي ڀاءُ انس ۽ پيءُ سان به ٿوري ٿوري ڳالهه تي وڙهي پوندو هو. پيءُ ته پنهنجي پدري شفقت سان سمجهاڻي سمجهائي آخر وڃي پنهنجي جهان پهتو، جتان اڄتائين ڪوئي به نه موٽي آيو آهي. پر امنگ جا اهي ئي حال هوندا هئا. امنگ ۽ انس هينئر شاديون ڪري چڪا هئا ۽ پنهنجن پٽن جا پيءُ ٿي چڪا هئا. اها چوڻي آهي ته "جهڙي صحبت تهڙو اثر" سوانس هڪ مٺي صحبت، ڀاءُ برادر رهڻ وارو هو، سو سدائين سندس اولاد به انهن ئي مٺي محبت ۽ ٻڌيءَ ۾ هئي، پر امنگ نفاق پرست ۽ فسادي جهڳڙالو هو، سو سندس اولاد به اهڙوئي فسادي ٿيو.

هڪ ڏينهن جي ڳالهه آهي ته ڪنهن معمولي ڳالهه تان امنگ جو انس سان تڪرار ٿي پيو، سو پنهنجي ڀاءُ کي زوري جهڳڙي سان ڪڍي ڇڏيائين. انس ويچارو پنهنجا ٻار ٻچا ساڻ ڪري، ڪنهن جهنگل ڏانهن رخ رکيو. هلندي هلندي هن کي جهنگل ۾ رات پنجي ويئي ۽ هن ان جهنگل ۾ رات گذارڻ جو فيصلو ڪيو. سيني هڪ وڻ جي هيٺان وڃي ويٺا. سج لهڻ تي سڀ پکي پرندا پنهنجي آکيرن ۾ وڃي آرامي ٿيا هئا. هڪ پکين تمام سهڻو ان وڻ تي به ويٺو هو، جنهن وڻ هيٺان هي آرامي ٿيا هئا. انس ۽ سندس ساري ٽٻر کي سڄي ڏينهن جي بک هئي، سو انس دل ئي دل ۾ سوچيو ته ڪو پکي ڦاسائجي ته کائڻ جو بندوبست ٿئي. انهن چئني اڃا وڻ ۾ مٿان نظر ڪيائين ته انهيءَ سهڻي پکيءَ تي نظر پيئي. جيڪو ان وڻ تي ويٺو هو، جنهن وڻ هيٺان هي سڀ ويٺا هئا. پاڻ پنهنجي پٽن کي هر هڪ ڪم ورهائي ڏنو ته ڪو ڪاٺيون ميڙي اچي ته ڪو پاڻي ڀري اچي. سيني ڀاتي سندس حڪم سان هيڏانهن اوڏانهن هليا ويا، جنهن ڪم ساڃاهه پيءُ حڪم ڪيو ته وري پاڻ پکي جي ڦاسائڻ لاءِ اڏو ٽوڙي وڌائين، پکي هنڪي ٽڙي ويو. ڇاڪاڻ ته انهن جون سموريون ڳالهيون ويٺي ٻڌيون: پکي هنن ۾ اتحاد ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو سو هيٺ اچي هنن سان لهي ڳالهائڻ لڳو. ان وقت ۾ سڀ ساهوارا ڳالهائيندا هئا. پکي پوءِ هنن کي چيو ته ــ منهنجي ڦاسائڻ ۾ اوهان کي ڇا فائدو، پر جي انجي عوض سان اوهان کي اهڙي شيءِ ڏيان جو اوهان اصل لاءِ امير ٿيجي وڃو. پکيءَ پوءِ انسجي هٿ ۾ جادو جي دٻي ڏني ۽ پوءِ اهي خوش گذارڻ لڳا.

ڪجهه ڏينهن پڄاڻان امنگ کي ڀاءُ جي خوشحالي جي خبر پئي ته پنهنجي پُٽ سان ملڻ ۽ ڀاءُ کان خوشحالي جا احوال ورتائين. امنگ اها ڳالهه ٻڌي سانگي ريت ان وڻ هيٺان آيو ۽ سانگيو پکي ڏٺائين ۽ پنهنجي اولاد کي چيائين ته اوهان مان ڪو ڪاٺيون ڪري اچي ته ڪو پاڻي ڀري اچي. سندس اولادچوڻ ۾ ڪونه هوندي هئي ۽ سندس حڪم نه مڃي ۽ پوءِ پاڻ ويڙهه ٽوڙي وڌن. پکيءَ انهن ۾ اتحاد ڪونه ڏٺو، تڏهن امنگ کي چيائين ته اوهان ڇا پيا ڪيو. امنگ هن کي جواب ڏنو ته اوهان جي ڦاسائڻ ڪاٺ ٽوڙي ٿو وٺيان، تنهن تي پکي چيس ته ڇا تون پنهنجي اولاد کي اتحاد ڪرايو آهي جو تون پين کي ٿو ڦاسائين؟ پوءِ پکي انهن چئني آنان اڏامي ويو ۽ پوءِ هي نا اميد ٿي واپس ساڳي ڏانهن موٽيا.

# آسرو م لاهج

## ممتاز سهتو

عابد هميشه جيان اڄ به پنهنجي گهر جي ورانڊي ۾ بيٺل موٽر سائيڪل ٻاهر اڳڻ ۾ ڪڍي؛ چالو ڪرڻ لاءِ ڪوشش ڪري رهيو هو ته اوچتو سندس پٽ زاهد پنهنجي سنهي آواز کي وڏو ڪندي چيس "بابا! اڄ خرچي نه ڏيندا ڇا؟" پٽس ٻهار منجهان چيس "بابي کي نه خرچي ڏبي ته پيو ڪنهن کي ڏبي، هونئن هڪ رپيو ۽ هاڻي ڏنب ۾ پيا رپيا."

زاهد پنج رپيا وٺي واپس ٿي مس ٿيو ته پٽس چيس "پنهنجي پيءُ کي مٺڙي (چمي) نه ڏيندين ڇا؟" زاهد واپس ايندي پنهنجي پيءُ کي چيو "بابا معاف ڪندا وسري ويو." عابد موٽر سائيڪل چالو ڪري شهر نوڪري لاءِ روانو ٿيو.

زاهد ڳوٺ جي پرائمري اسڪول ۾ چوٿين ڪلاس ۾ پڙهندو هو ۽ عابد ڳوٺ کان ٨ ڪلوميٽر پري شهر جي هڪ آفيس ۾ ملازم هو. زاهد اسڪول ۾ سٺا سٺا انعام حاصل ڪيا ۽ ان سان گڏوگڏ هو پنجين جي امتحان ۾ پهريون نمبر آيو. ڳوٺ ۾ هاءِ اسڪول جي نه هجڻ ڪري، زاهد پنهنجي پيءُ عابد سان گڏ شهر پڙهڻ لاءِ ويندو هو. هو روزانو صبح جو پنهنجي پيءُ سان گڏ ويندو هو ۽ شام جو به پيءُ سان گڏ واپس موٽندو هو.

هاڻي زاهد جڏهن اٺين ڪلاس ۾ پڙهندو هو، هڪ ڏينهن زاهد جي پيءُ کي گهر کان نڪرڻ ۾ ٿوري دير ٿي وئي، ان ڪري موٽر سائيڪل تيز ڊوڙائي رهيو هو؛ جيتوڻيڪ زاهد کيس رستي ۾ چيو هو "بابا! گاڏيءَ کي ايترو ته تکو نه هلايو، ٽرئفڪ گهڻي آهي." "پٽ! دير ٿي رهي آ، آفيس به ته پهچڻو آهي."

زاهد کي ڇڏي عابد جيئن ئي آفيس وڃي رهيو هو ته رستي ۾ ڊاڙهن پڪاپ سان سندس گاڏيءَ جو زوردار ٽڪر ٿيو؛ جنهن ۾ عابد، زاهد کي ڇوروڇنو ڪري، پنهنجي آباد باغ کي ويران ڪري هن فاني جهان مان لاڏاڻو ڪري ويو.

زاهد جي لاءِ اها خبر هڪ اهڙي طوفان مثل هئي، جنهن جي لڳڻ سان، سرسبز ۽ شاداب وڻ، ٻوٽا پنهنجي شادابي، رنگيني ۽ ساوڪ وڃائي ويهندا آهن. زاهد ته هڪ ننڍي پوڙي مثل هو، جنهن جي لاءِ عابد ٿڪ مثل هو. پر اڄ اها ٿڪ زاهد کان سدائين لاءِ پري ٿي وئي. زاهد هاڻي پنا ڪنهن ٿڪ جي سهاري بيٺو هو. ٿوري به هوا هن کي ڪيرائي سگهي ٿي.

زاهد پنهنجي پڙهائيءَ کي نه ڇڏيو. هاڻي هو نائين ڪلاس ۾ پهچي چڪو هو. هن کي سرڪاري اسڪالرشپ ملندي هئي ليڪن اهائن لاءِ ۽ هن جي ماءُ ۽ گهر لاءِ تمام ٿوري هئي. اها ته صرف ڪتابن جي پورت هئي. زاهد جي ماءُ پاڙيسرين جا لٽا ڪپڙا سبي گذر ڪندي هئي. هڪ ڏينهن پاڙي جي هڪ عورت زاهد جي ماءُ کي ملائي خراب ڪرڻ تان ڳالهائي رهي هئي. اهو سڀ ڪجهه زاهد پڌي ورتو ۽ پنهنجي ماءُ کي ڪپڙن سبڻ کان منع ڪيائين ۽ ضد ڪندي چيائين ته مان اسڪول جي پڙهڻ کان پوءِ، دڪان تي نوڪري ڪندس. ايتري ۾ زاهد جي ماءُ اوڇنگارون ڏيئي رئڻ لڳي زاهد ماءُ کي پرچائيندي شاهه جي بيت جي هي ٻوئين سٽ پڙهي ته "آسرو م لاهج، سڄڻ پاڄهيندڙ گهڻو".

هاڻي زاهد دڪان تي نوڪري به ڪندو هو ۽ پڙهندو به هو. هاڻي هن ميٽرڪ پاس ڪري فرسٽ ڊويزن (پري انجنيئرنگ) ۾ داخل ٿيو. الله هن کي ڪامياب ڪيو ۽ هن B.E ڪري ورتي. زاهد هاڻي انجنيئر هو. هن وٽ هڪ گاڏي، بنگلو ۽ ڪم ڪار لاءِ نوڪر هئا. هڪ ڏينهن ماني جي ٽيبل تي ماءُ سان گڏ ويهندي ساڳيو ئي بيت دهرايو هئائين "آسرو م لاهج، سڄڻ پاڄهيندڙ گهڻو".

# ههڙا هاڃا

نسيم انصاري

رات جو وقت هو، هر ڪو گهور ننڊ ۾ ستو پيو هو. مان به سڄي ڏينهن جي هڻ چڻ کانپوءِ ننڊ جا مزا وٺي رهي هئس ته اوچتو گوڙ تي اک کلي پئي. ڇرڪ ڀري اٿي ڪڙي ڏٺم ۽ وڃي امان جي مٿان بيٺس. امان جي به شايد اک ان گوڙ تي کلي هئي. امان کي چيم "امان مون کي ڊپ ٿو ٿئي." امان مون کي دلاسو ڏيندي چيو ته "نه . نه . ڪجهه ناهي تون وڃي ننڊ ڪر!" مان ته اچي هنڌ تي سمهيس پر ننڊ رسي الائي ڪيڏي وڃي هلي. آخر ٿڪندي ٿڪندي الائجي ڪهڙي مهل ننڊ وٺي وئي. صبح جو ماسي جنت جي آواز تي جاڳ ٿي، جيڪا چئي رهي هئي ته "اٿ زرينه سج ٿي ويا آهن. هيءَ چانهه پئي اٿئي، مان وڃان ٿي پڻ کي ته چانهه ڏيڻ". اوچتو مونکي رات وارو گوڙ ياد اچي ويو. مان ماسي جنت کي چيو ته "ماسي ڪا خبر اٿئي رات ڇا جو گوڙ هيو". ماسي جواب ڏنو "رات حسنا کي حساب ٿيو هو، هن جو نالو ٻڌي مان يڪدم اٿي ڪڙي ٿيس ۽ ماسي جنت کان پڇيم "ماسي ڇا ٿيو آهي حسنا کي؟" ماسي ٿڌو ساهه ڀري چيو "توکي ڪا خبر ڪونه آهي، پنهنجي سهيلي جي". "نه ماسي سچ ٿي چوان ڪا خبر ڪونهي . آخر ڇا ٿيو آهي حسنا کي؟" ماسي جنت ٿڌو ساهه ڀريو "رات حسنا تي جن جو پاسو پيو آهي . سو رات کان وٺي پنهنجا وار پٽي ٿي ۽ ڪڏهن کلي ته ڪڏهن روئي ٿي" . مان ماسي کي چيو "ماسي مون کي حسنا جي گهر ڇڏي اچ" ته ماسي گهٻرائجي وئي "نه هن ڏي نه وڃجانءِ جن حسنا کي ڇڏي توکي نه اچي وٺي." ماسي کي مون کلندي جواب ڏنو ته "جن اچي منهنجي پرسان ته ڏينهن جا تارا ڏيکاريانس." ماسي مونکي ڏسي ڊپ مان وراڻيو ته "نه اڄ اٿين نه چئو." مان تيار ٿي حسنا جي گهر آيس. هن جي ماءُ ۽ ڀينرن مون کي اچي ڪيڪاريو ۽ وٺي اچي حسنا جي مٿان ويهاريو. حسنا مون کي ڏسي اٿڻ جي ڪئي. مان حسنا کي جهليندي چيم ته "نه تون نه اٿ، تو هي پنهنجا ڇا حال ڪيا آهن . مان ٻڌو آهي، توکي جن ٿيو آهي." حسنا کلندي چيو ته "ها زرينه مون کي جن ٿيو آهي. ادي وڏي وڃاري وٺي هلي ته ان جي جن مون کي اچي ورايو ۽ منهنجي مرڻ کان پوءِ اهو جن منهنجي هن پيٽ کي اچي وٺندو." هن پنهنجي پيٽ ڦمر جي طرف اشارو ڪيو. منهنجي هٿن مان ڄڻ ڪجهه ڪري پيو. سڄي ڳالهه سمجهه ۾ اچي وئي ۽ مان پنهنجن ئي خيالن ۾ گم ٿي ويس ۽ گذريل وقت کي ياد ڪرڻ لڳس، جڏهن بابا جي بدلي کي اڃان ٿورا ئي ڏينهن مس ٿيا هئا جو اسان هن شهر ۾ آيا هئاسين. هڪ ڏينهن اسڪول مان موٽيس ته ڪجهه مهمان گهر ۾ ڏٺم. امان، مون کي ڏسندي چيو هو "زرينه اچي ماسي سان مل." مان اچي مهمانن اڳيان بيٺس. ماسي مون کي ڀاڪر ۾ وجهاريو "اڄ اسان توهان جا پاڙيسري آهيون. سوچيم ته وڃي ڏسان ته هن دفعي ڪهڙو صاحب بدلي ٿي آيو آهي." ماسي کي چيم "ماسي توهان جي مهرباني جو توهان اسان سان ملڻ آيا آهيو." مان پنهنجي هم عمر ڇوڪري ڏانهن ڏسڻ لڳس، ماسي مون کي ڇوڪري ڏانهن نهاريندي ڏسي چيو "اڙي هي منهنجي ڌيءَ آهي حسنا نالو اٿس" انهي سان ۽ حسنا هڪ ٻئي جون ساهيڙيون بڻجي ويونسين ڪڏهن هوءَ منهنجي گهر ته ڪڏهن مان هن جي گهر ويندي هيس. ۽ ائين آهستي آهستي وقت گذرڻ لڳو. امان اسان پنهنجي جي ايڏي گهرائپ ڏسي چوندا هئا: "مان کي ته ائين ٿو لڳي ڄڻ توهان ٻئي پيٽ ۾ سڳيون ڀينرون هجو." ان وچ ۾ منهنجي وڏي ڀيڻ جي شادي ٿي وئي ۽ مان ادي جي وڃڻ جي ڪري اداس رهڻ لڳس. هڪ ڏينهن امان مون کان پڇيو ته "تون اڄ ڪلهه ڏاڍي اداس ٿي رهين ڇا ڳالهه آهي؟" امان کي ٻڌائيندي چيم، "نه امان ڪا ڳالهه ڪونه آهي. اوهان هروڀرو پريشان ٿيا ٿيو." امان مون کي سمجهايو

انيس رحمان

## بلندي - پستي

آءُ آسمان ۽ تون زمين
آءُ آڪاش - تون ڌرتي

آسمان مذڪر آهي - بلندين جو امڃاڻ
زمين مؤنث آهي - پستين جي علامت
آڪاش اوچو آهي هميشه - !
ڌرتي هيٺ مٽي ۽ ڌوڙ !
سوچيان ٿي لوچيان ٿي
حقيقت ڇا آهي ؟؟
چوڻ چاهيانس ٿي
چئي نٿي سگهانس
آسمان ڇا آهي؟؟ محض خلا !
۽ زمين؟ تخليق جو امڃاڻ
آڪاش ڇا آهي ؟؟ ڪجهه به ته نه!
۽ ڌرتي؟ مڙئي ماءُ !

( سنڌي عورت ڪانفرنس جي موقعي تي پڙهيل )

”پر سان تنهنجي ماءُ آهيان سڀ ڪجهه سمجهان ٿي. ڌيئر ته هميشه پرايون هونديون آهن. مان تنهنجو ڏک محسوس ٿي ڪريان سو سان تنهنجي لاءِ پاڇاٽي آڻڻ جي ڪوشش ۾ آهيان ۽ اڄ وڃان ٿي ادا ممتاز جي گهر حسنا جو سڱ گهرڻ!“ حسنا جو نالو ٻڌي مون يڪدم کڻي امان کي ڀاڪر وڌو. امان مون کي پري ڪندي کلندي

چيو ته ”ٺهيو ٺهيو گهڻي خوشامد ڪيئي هاڻي مان وڃان ٿي تون تيستائين ويهي منهنجي اچڻ جو انتظار ڪر“. امان ويئي ته اوچتو مون کي پريان ماسي جنت ايندي نظر آئي. ماسي ايندي چيو ته ”ڇو آئي اڄ ڏاڍو خوش ٿي نظر اچين“ مون ماسي کي خوش خوش ٻڌايو: ”ماسي اڄ مان ڏاڍو خوش آهيان. اڄ خوش نه ٿيندس ته پوءِ ڪڏهن ٿيندس مان پنهنجي پاڻ جي شادي ٿي ڪريان. سو اڄ امان ادا ممتاز جي گهر وئي آهي حسنا کي منهنجي پاڇاٽي بنائڻ!“ حسنا جو نالو ٻڌي ماسي جو منهن ئي لهي ويو ۽ ماسي ٻاهر وڃڻ لڳي. مون ماسي کي روڪيندي چيو ته ”ڇو ماسي توکي خوشي نه ٿي ڇا؟“ ماسي مون کي ڏسندي چيو ”نه، خوشي ڇو نه ٿيندي، پر حسنا تنهنجي ڪڏهن به پاڇاٽي نه ٿي سگهندي“ مون ماسي کي عجب مان ڏسندي پڇيو ”ڇو ماسي ڪهڙي کوٽ ٿي آهي منهنجي پاڻ ۾، سٺي شڪل شبات، سٺي نوڪري. آخر ڇو ادا ممتاز انڪار ڪندو“ ماسي جنت ٿڌو ساهه ڀريندي چيو ته ”سٺي شڪل سٺي نوڪري ممتاز وارن لاءِ ڪا حيثيت نه ٿي رکي. هو ڪارين کي ڇوڪري ڪونه ڏيندا آهن. ڪيترين ئي حسنائن شادي جو انتظار ڪندي فوت ٿي ويون. انهن مان حسنا جي وڏي ڀيڻ به هڪ هئي. ائين چئي ماسي جنت وڃي پنهنجي ڪم سان لڳي ۽ مان اتي ئي سٽي کي هٿ ڏئي ويهي رهيس پريان امان کي ايندو ڏسي مان اٿي بيٺس. پر امان مون کي ڏسڻ ڪانسواءِ ئي تڪڙي تڪڙي اندر ڪمري ۾ هلي وئي ۽ مان اتي ئي ٻنبڻ بڻجي ويس ...... حسنا مون کي ٻانهن کان لوڏيندي چيو ته زرينه توکي ڇا ٿي ويو. ڪهڙن خيالن ۾ ٻڏجي وئين؟“ ۽ مان پنهنجا ڳوڙها لڪائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس.



نسرين شاهه

## پڇتاءُ

بخشش جو آخري پهر
به گذرڻ وارو آهي
پر تو بخشش نه ڪيو
جو ......
تون خدا نه هئين
........
هن شهر ۾ ڪهڙ
وڌندي وڃي
ڪا روشني نٿي اڀري
آهه هيءَ ڪهڙ هيءَ اوندهه

# ڪوڙو شان

## الماس قاضي

شام جو وقت هيو، آءٌ ڪتاب ڪڍي پڙهڻ لڳس، پر ڪتاب مان ڪو لطف نه پيو اچي. سوچيم ڇا ڪجي؟ ذهن تي زور ڏنم ته ياد اچي ويو ته اڄ ٽيليويزن تي سٺو پروگرام آهي ۽ ان ۾ اڄ سيميءَ جو خاڪو به اچڻو آهي. اهو اطلاع مون کي سيمي خط وسيلي ڪيو هو. سيمي منهنجي ننڍي هوندي جي سهيلي آهي ۽ اسين گڏ ننڍيون ٿي وڏيون ٿيون آهيون. هاڻ سال کان سيمي ڪراچي ويل آهي، تعليم جي سلسلي ۾ ـ ڳوٺ ۾ تعليم جو پورو انتظام به نه ڪون آهي ۽ هوءَ پنهنجي تعليم مڪمل ڪرڻ ٿي گهري. ان ڪري هوءَ پنهنجي ماسي جي گهر رهندي آهي. اسان ٻنهي جي وچ ۾ هاڻي خط وسيلي ئي ملاقات ٿيندي آهي. سيمي ڪجهه وقت اڳ لکيو هيو ته مان ٽي ويءَ تي ڪم ڪرڻ ٿي چاهيان ۽ ان جي اجازت مون کي منهنجي والدين جي طرف کان ملي چڪي آهي. موٽيو مليو ته ضرور ڪندم. مون کي خوشي ته تڏهن ئي گهڻي ٿي هئي ته اسان ۾ ڪي ماڻهو اهڙا پيدا ٿيا آهن جيڪي پنهنجا قدم اڳتي وڌائي رهيا آهن. رسمن رواجن جا جوڙيل بند ٽوڙيءَ جي ڪوشش ڪندا محسوس ٿيڻ لڳا. وري مونکي خط مليو ته هاڻ منهنجو پروگرام ضرور ڏسجاءِ ـ سو مان هڪدم ٽي ـ وي کولي ڏسڻ ويهي رهيس ـ پورن ڪوشش هيس پر تمام سٺو ڪم

ڪيائين ـ مان دل ئي دل ۾ هن جي بهادريءَ تي داد ڏيڻ لڳس ـ هڪ سنڌي ڇوڪري ۽ پابند معاشري جي جي خاندان ۾ ٿي ـ ۽ ٿيءَ ٿي اداڪاري ته ڇا؟ پر در کان ٻاهر نڪرڻ جو تصور به گناهه ليکيو ويندو آهي. هڪ ته هوءَ اڳي ئي پنهنجي همت ۽ بهادري جي ڪري تعليم پئي حاصل ڪري، اها هن جي وڏي همت آهي. نه ته اسان جون ڪيئي ڇوڪريون بي همت هجڻ ڪري ذاتي ملڪيت بڻيون وينديون آهن ۽ ماڻهو به ٻچي ٻچي پيون ڪٽن ـ اکين هوندي به ٻين جي ڏسيل راهه تي پيون هلن. زبان هوندي به بي زبان آهن. مان ان خوشيءَ ۾ ئي هئس ته ٻاهر اڱڻ ۾ ڪنهن جا آواز اچڻ لڳا. "الله جي واسي، اسان منهن ڏيکارڻ جهڙا نه رهياسين. اسان جو منهن ڪارو ٿي ويو. غضب ٿي ويو، اڙي هاڻ ڇا ٿيندو؟" هوءَ هڪ ساهي اهي لفظ چوندي ٿي وئي. مان ٻاهر نڪري آيس. ڏٺم ته ڏاڏي نوران هئي. سيمي جي ڏاڏي، مان ڊوڙندي آيس ۽ ڏاڏي کان پڇڻ لڳس ته "ڇا ٿيو آهي؟" هن کي هٿ کان وٺي کٽ ڏانهن ويهارڻ لاءِ وٺي وڃڻ لڳس. ته هوءَ هٽ تي ويهي رهي. ۽ مٿي کي هٿ هڻڻ لڳي. مان وڌيڪ حيران ٿي ويس. ڏاڏي چپ ئي نه پئي ٿي جو پڇانس ته ڇا آهي. پاڻ مونکان پڇڻ لڳي "مائي ڇا ٿيندو؟" "ڏاڏي ڇا جو؟ ڪجهه ٻڌاءِ ته سهي." "ڇا ٻڌايان ۽ ٿيو اهو

ڪون ڏٺو ڇا؟ جيڪو ان ڇوري سيمي منهن ڪارو ڪيو آهي." مان سڄي حقيقت سمجهي ويس ته اهو ماتم سيمي جي ٽي وي تي پروگرام ڪرڻ تي آهي. ٿوري دل جهلي ڏاڏي کي چيم "پوءِ ڇا آهي. هي جو توهان ايڏيون ڇوڪريون ڏٺو نا اهي به ته ڪنهن جون ڌيئرون آهن سيمي ڪا غلطي ڪونه ڪئي آهي." ڏاڏي جو پارو وڌيڪ چڙهي ويو "ڌوڙ پائي اهڙي ڇورين. اسان خاندان کان ٻاهر ڪڏهن پنهنجون ڇوڪريون ڪڍيون آهن؟" مان دل ۾ چوڻ لڳس واقعي توهان ڇوڪرين جا مٿا اڇا ڪري ڇڏيو، پر خاندان کان ٻاهر ڪين ڏيو ـ هنن جي زندگي عذاب بنائڻ، طرحين طرحين اذيتون ڏيڻ توهان جو ڪم آهي ـ ان ۾ ئي فخر محسوس ڪندا آهيو. ڏاڏي وري ڳالهائڻ لڳي "هن ته اسان جي لڄ نه رکي ـ الاءِ ڪهڙي ڇوري مان پڙهي وئي آهي. خبر به نه ڏني اٿئين. پڙهڻ کي مار پوي تنهن کي ته خبر هوندي ان ته منهن اچي ڪيرائيس، هاڻ ڪو ٿي ڇڏيندس. ڀوري ان کي ڇڏيندا جنهن مان پڙهي آهي" مان هاڻ وڌيڪ سهي نه ٿي سگهيس ۽ اڌ مان ڳالهه ڪٽي پڇڻ لڳم ته "توهان کي ڪنهن ٻڌايو آهي ته سيمي شادي ڪئي آهي؟" "اڙي ٻڌائيندو وري ڪير. هي جو ماريو بيگم ايگم پيو ڪوڪيس." منهنجي سڄي ڪاوڙ لهي وئي. مرڪي پيس ته پوڙهائپ جي به حد ٿيندي آهي يا وري ان کي سادگي چئجي. دنيا الائو ڪٿي پهتي آهي، پر هن لاءِ هڪ سڌي سنئين ڳالهه به سمجهڻ کان ٻاهر لڳي پئي آهي. هي پنهنجي سمجهه عقل جيڪو اٿن، ان کي اجاين بي سود ڳالهين ۾ وڃايو ڇڏين. هوءَ پنهنجي شان مان کي مٿي ڪرڻ جي شوق ۾ ٻين جي عيب جوئي ڪندي ورهيه گذري چڪا آهن ـ ۽ ڪيئي گذري ويندا. ڪنهن ڳالهه سوچڻ سمجهڻ لاءِ وقت ڪٿي اٿن؟

# فن

## ڀڳونتي ناواڻي سان ڳالهه ٻولهه

رفيق احمد ميمڻ



سوال: اوهانجو جنم ڪڏهن ۽ ڪٿي ٿيو؟

جواب: ادا منهنجو جنم ٻهرين فبروري ۱۹۴۰ع ڪراچي ۾ ٿيو. اصل اباڻو ڳوٺ نصرپور ضلع حيدرآباد آهي.

س: اوهان جي تعليم ڪيتري آهي ۽ ذاتي زندگي متعلق ڪجهه ٻڌايو.

ج: مون مئٽرڪ تائين تعليم ورتي آهي. پرائمري تعليم ڪراچي ۾ فريئر روڊ وٽ انڊين گرلس اسڪول مان حاصل ڪئي. سال ۱۹۴۷ع ۾ ورهاڱو ٿيو. سال ۱۹۴۸ع ۾ فسادن سبب منهنجهان لڏي ممبئي اچڻو پيو. پهريائين ڪملا گرلس هاءِ اسڪول ۾ پڙهيس ان بعد هاءِ اسڪول فار سنڌيز مان ۱۹۵۷ع ۾ مئٽرڪ پاس ڪئي. اسان ٽي ڀائر ۽ ٽي ڀينرون آهيون مان ٽئين

### ڀڳونتي ناواڻي تعارف:

ڀڳونتي ناواڻي فبروري ۱۹۴۰ع ۾ ڪراچيءَ ۾ جنم ورتو. ورهاڱي کان پوءِ پنهنجي والدين سان ۱۹۴۸ع ۾ لڏي ممبئي هليا، جتي اڄ تائين رهي ٿي.

گذريل ارڙهن سالن کان باقاعدگي سان سنڌي ڳائڪا جي حيثيت ۾ رهي آهي، ڳائڻ کان سواءِ شروع واري عرصي ۾ هن سنڌي اسٽيج ڊرامن ۾ به ڪم ڪيو آهي ۽ آل انڊيا ايوارڊ حاصل ڪيو آهي. گڏوگڏ سنڌي فلم ”سنڌوءَ جي ڪناري“ ۾ هيروئن ٿي ڪم ڪيل آهيس. شادي نه ڪئي اٿس ۽ پنهنجو پاڻ کي سنڌي سنگيت لاءِ ارپي ڇڏيو آهي.

هندستان جي ڪنڊڪڙڇ کان علاوه هانگ ڪانگ، منيلا، بنڪاڪ، جڪارتا، سنگاپور، ٽوڪيو، تائيپي (فارموسا) ۽ دبئي ۾ رهندڙ سنڌين جي دعوت تي پڻ هوءَ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪري چڪي آهي. ڪجهه وقت لاءِ ممبئي ۾ اعزازي طور اسپيشل ايگزيڪيوٽو مئجسٽريٽ به رهي چڪي آهي ۽ هندستان ۾ صف اول جي جي سنڌي ڳائڻ ڪلاڪارن ۾ ملندس ڳاڻيٽو ٿئي ٿو.



رفيق احمد ميمڻ

نمبر تي آهيان.

س- سنگيت ۽ ڪلا جو شوق ڪڏهن ٿيو؟

ج- ڳائڻ جو شوق ننڍي لاڪنون هئم. ان وقت اسانجي گهر ۾ ريڊيو نه هوندو. پر اسان جي گهر جي هيٺان هڪ گهر ۾ هو. جڏهن به ريڊيو تي ڪو گيت پڌندي هئس ته ... ڪندم. پڌڻ جي شوق ۾ ... ان گهر ۾ ويندي هئس. ان کان سواءِ اسڪول ۾ جيڪي بيت پڙهايا ويندا هوا، اهي به هروقت گهر ۾ وڏي آواز سان ڳائيندي رهندي هئس. سمورو وقت گهر ۾ ڳائڻ سبب ماءُ جا دڙڪا ۽ گاليهائڻ به سهڻا پوندا هوا.

س- سنگيت جي باقاعده تعليم ڪنهن کان حاصل ڪئي؟

ج- سنگيت جي باقاعده تعليم ڪنهن استادکان حاصل نه ڪئي آهي. پر سنگيت اسڪولن ۾ سکيا ضرور ورتي اٿم. سال کن ڀادر ميوزڪ اسڪول ۾ ۽ ... سال کن نکل گهوش ميوزڪ اسڪول ۾ تعليم حاصل ڪيم.

عملي سکيا انڊين پيپل ٿيئٽرس ائسوسيئيشن سان ورتم. ان وقت ننڍي کنڊ جو مشهور ڪهاڻيڪار خواجه احمد عباس ان جو صدر هوندو هو.

بمبئي يوٿ ڪوئر ۾ ٻن وقت ٻولت سنڌي، مراٺي، گجراتي، هندي ۽ اردو ۾ ڳائيندا هئاسين ان وقت سنجيو ڪمار، ممتاز ماهني، اي ڪي هنگل به ان ۾ حصو وٺندا هوا. اهو ١٩٦٧-١٩٦٨ جو زمانو هو. ڪڏهن ڪڏهن لتامنگيشڪر به شريڪ ٿيندي هئي. ميوزڪ ڊائريڪٽر سليل چوڌري انهن پروگرام ۾ هدايتون ڏيندو هو.

س: سنگيت کان علاوه پرفارمنگ آرٽس جي ٻين شعبن مثلاً اسٽيج ڊرامن يا فلمن طرف به توجه ڪيو يا نه؟!

ج: ادا سان ڊرامه آرٽسٽ طور ڪم ڪيو آهي. منهنجن ڀائرن ربجهو ۽ ايشور به مونسان گڏ اسٽيج ڊرامن ۾ ڪم ڪيو آهي. ايشور ته ان وقت بهترين ڪلاڪار انڪٽر ليکيو هو. مون شيڪسپيئر جي مشهور ڊرامي اٿيلو (سنڌي) ۾ ڪم ڪيو ۽ آل انڊيا مقابلي ۾ پهريون انعام حاصل ڪيوسين. ان کان علاوه هڪ سنڌي فلم "سنڌوءَ جي ڪناري" ۾ هيروئن جو رول ڪيو اٿم. اها فلم دادا گوبند مالهيءَ پروڊيوس ۽ ڊائريڪٽ ڪئي. اها منهنجي پهرين ۽ آخري فلم ثابت ٿي. ان بعد مشهور ميوزڪ ڊائريڪٽر هيمنت ڪمار هڪ هندي فلم ۾ ڪم ڪرڻ جي آڇ ڪئي پر مون قبول نه ڪيو.

س- اوهانجي عوام آڏو پهرين ڪوشش ڪهڙي هئي؟!

ج: پهريون پرو سنڌي ڪلاڪار منڊل ۾ پروگرام ڪيم. ادا شروع ۾ ته مان هنديءَ ۾ ڳائيندي هئس. بنگالي فلم ڊائريڪٽر رتوڪ گهٽڪ هڪ دفعي دادا گوبند مالهيءَ کان شاهه ۽ سچل سائينءَ جو فلسفو پڌڻ بعد اسان کي انساهه ڏياريو ته هندي فلم لائين ۽ سنگيت سان رهڻ ڪري ممڪن آهي ته گوبند مالهي وڏو فلم ڊائريڪٽر ۽ ڀڳونتي ناواڻي ٻي لتامنگيشڪر ثابت ٿئي پر اوهان جي شاهه ۽ سچل جو ڇا ٿيندو؟! ڇا اهو ممڪن ناهي ته هن ڇوڪري جي معرفت سنڌ کان لڏي آيل ۽ هندستان ۾ ترڙيل پکڙيل سنڌي ۽ انهن جو نئون نسل سچل ۽ شاهه کي سڃاڻي وٺي. ان کان پوءِ مون ۽ گوبند مالهي پنهنجو توجه صرف سنڌي سنگيت تي ڏنو جيڪو اڄ تائين ڪندا اچون.

سوال- اوهان هيلتائين ڪهڙن شاعرن جو ڪلام ڳايو آهي؟

جواب- سڀ کان اول لاکيشي لطيف جو ڪلام ڳايو اٿم. ان کان سواءِ سچل، گورڌن ڀارتي، هوندراج دکايل، ... وفا، واسديو نرمل، ڪرشن راهي ۽ شيخ اياز کي ڳايو اٿم.

س- اوهان هيستائين لڳ ڀڳ ڪيترا گيت رڪارڊ ڪرايا آهن؟

ج- گهڻ ۾ گهٽ ٽي سئو کن گيت يا ڪلام رڪارڊ ڪرايا آهن. جن ۾ ريڊيو تي هزماسٽر وائس، لانگ پلي رڪارڊ ۽ ڪيسٽ شامل آهن.

س- آهي ڪهڙيون رچنائون آهن جيڪي اوهان پاڻ مرادو جهونگاريندي آهيو؟!

ج- گهڻو ڪري شاه عبداللطيف جو ڪلام "ڏني ڪا ساڻ سورن جسي پينگهي سنجهه لولي الا" جهونگاريندي آهيان.

س- اوهانجي پسند جا شاعر؟!

ج- شاهه عبداللطيف ڀٽائي جا ڪلام مونکي بيحد پسند آهن.

س- ڇا اوهانکي ان ڳالهه جو اندازو يا احساس آهي ته اوهانجي ڪلا يا فن کي سنڌ ۾ ڪيترو پڌو ۽ پسند ڪيو وڃي ٿو. ان سلسلي ۾ اوهانکي سنڌ يا آڪاش واڻيءَ جي معرفت خط ايندا آهن ؟!

ج: ان سلسلي ۾ مونکي سنڌيءَ طرح سان ۽ آڪاشواڻيءَ جي معرفت ٻن قربائتا خط ايندا رهندا آهن. جن لاءِ مان ٿورائتي آهيان. البت مونکي افسوس آهي جو سستي ۽ ڪجهه مصروفيت سبب گهڻن خطن جا جواب ڏيئي نه سگهندي آهيان.

س- اوهان هندستان جي ڪهڙن شهرن ۾ پبلڪ پرفارمنس ڏني آهي؟

ج- ذري گهٽ سموري هندستان

۽ مونکي وچن ۽ پنهنجي فن جو مظاهرو ڪرڻ جو موقعو مليو آهي. جوڌپور (راجستان) کان گوهاٽي (آسام) تائين ۽ دهلي کان بنگلور تائين جتي به شهر ۾ ڪوٽ ۾ سنڌين جا پنج گهر به آهن ته انهن مونکي نينڊ ڏيڻي گهرايو ويو آهي ته اسان پنهنجي ڪلا جو مظاهرو ڪيو آهي.

س- سنڌ جا هندو خاص ڪري هانگ ڪانگ، سينگاپور، دبئي يا ڏور اوڀر جي ٻين شهرن ۾ چڱي تعداد ۾ رهن ٿا. ڇا اوهان انهن جي دعوت تي ڪڏهين ويا آهيو ۽ فن جو مظاهرو ڪيو آهي؟

ج- ادا دبئي ۾ ٻه دفعا، هانگ ڪانگ ۾ ٻه دفعا ۽ هڪ هڪ ڀيرو سينگاپور، ٽوڪيو، جڪارتا، منيلا، تائپي (فارموسا) اتي رهندڙ سنڌين جي دعوت تي وڃي چڪي آهيان ۽ فن جو مظاهرو ڪيو اٿم. جنم ڀومي سنڌ مان ڀڻ ڪوڙ دفعا اسان کي نينڊ ملي آهي خاص ڪري ميرپور ماٿيلو شڌالي دربار طرفان پر دائو ٻالي نه ٿي سگهيو آهي.

س- ڇا اوهانکي سنڌ گهمڻ ڏسڻ جي ڪڏهين سڪ ٿي آهي يا سنڌ گهمڻ جو شوق يا ارادو ڪيو آهي؟!

ج- سنڌ ڀيهر ڏسڻ جو تمام گهڻو شوق آهي. خاص ڪري ڀٽ شاه، قلندرلال شهباز، اڏيرو لال ۽ وڃڻ ۽ ڏسڻ جو بيحد چاهه آهي. ان کانسواءِ ڪراچي، حيدرآباد، سکر، ساڪ ٻيلو ۽ ٻيا شهر ڏسڻ جو به شوق آهي.

س- اوهانجا پسنديده سنگيت ڪار ڪهڙا آهن؟

ج- منهنجا پسنديده سنگيت ڪار ملو ميراڻي – مي ارجن ۽ مي لکمي چند آهن. گهڻي ڀاڱي منهنجي گيتن ۾ مي لکمي چند موسيقي ڏني آهي جنهن ڪو ڀاڱ به هڪ سٺو ڪرتڪ آهي.

س- سنڌ جي موجوده فنڪارن مان اوهان کي سڀ کان وڌيڪ ڪهڙو فنڪار پسند آهي؟

ج- سنڌ جي ڪلاڪارن کي ٻڌڻ جو موقعو تمام گهٽ ملندو آهي. مون گهڻي ۾ گهڻو محمد يوسف کي ٻڌو آهي انکان علاوه عابده پروين ۽ ماني ڀاڳي جا به ڪجهه گيت ٻڌا آهن ۽ پسند آهن.

س- اوهان جي خيال ۾ سنڌي هندستان ۾ سنگيت ۽ ٻوليءَ جو آئينده ڇا آهي؟ ۽ اوهان ان مان ڪيتري قدر مطمئن آهيو؟

ج- ادا هندستان ۾ سنڌي سنگيت جو آئينده تمام شاندار آهي. ان ڏس ۾ اسان ڪلاڪارن سنگيت ۽ ڊرامن وسيلي گهڻو پرچار به ڪيو ۽ انجا سٺا نتيجا نڪتا. اسانجو ڀارتيون سنگيت منڊل هو جنهن هندستان جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ لاڳيتو پنجن ڪلاڪن تائين به پروگرام ڪيو. ظاهر آهي ته جيڪڏهن ٻڌندڙ دلچسپي نه وٺن ته ڪوبه فنڪار ايتري وقت لاءِ پروگرام نه ڪري سگهندو. ان سلسلي هڪ ڳالهه ڪندس ته مونکي ڀارتي سنڌي ڇوڪري هجڻ تي فخر آهي جو مون مخالفتون برداشت ڪري به سنڌي سنگيت کي بچائڻ لاءِ جتن ڪيو ۽ ان ۾ ڪاميابي به حاصل ڪئي.

س- اوهانجي زندگيءَ جو ڪو اڻ وسرندڙ واقعو!؟

ج- هڪ ڀيري اسانجي سنگيت منڊل جو پوني ۾ پروگرام هو. پونو بمبئيءَ کان چارسو ڪلوميٽر پري آهي. مقرر ڏينهن لاءِ پوري سنگيت منڊل واسطي ٽرين جون سيٽون بڪ ڪرايون ويون. اهي سموريون ٽڪيٽون ۽ اسان سڀني جا ڪپڙا ۽ ٻيو ضرورت جو سامان سنگيت منڊل جي انچارج دادا گوبند مالهيءَ جي حوالي ڪيا ويا. مونکي ۽ مونسان گڏ ڪجهه ٻين ڪلاڪارن کي ان ٽرين ۾ باندره اسٽيشن کان چڙهڻو هو. گوبند مالهيءَ کي سامان ۽ ٽڪيٽن سميت بمبئي سينٽرل اسٽيشن کان چڙهڻو هو. باقي ٻن ڪلارڪن کي الهاس نگر مان اها ٽرين پڪڙڻي هئي. بڪ ٿيل سيٽن ۽ بوگيءَ جا نمبر اسانوٽ هئا. سو پنهنجين سيٽن تي اسان باندرا کان چڙهي ويهي رهياسين. بمبئي سينٽرل اسٽيشن تي دادا گوبند مالهيءَ کي پهچڻ ۾ ديرٿي يا رش گهڻي هئي بهرحال ڦلڻ جي حوالي ڪيل سامان هلندڙ گاڏي ۾ وڌيڻي ڪنهن بوگي ۾ ڪٿي هن اڇلايو. پر دادا گوبند مالهي گاڏيءَ ۾ سوار ٿي نه سگهيو. گاڏي جيترو وقت بمبئي سينٽرل تي بيٺي هئي ته اسانکي بظاهر گوبند مالهي نظر به نه آيو. گاڏي جڏهين آتان رڙهي ته اسان سمجهيو ته شايد دادا الهاس نگر مان باقي ڪلاڪارن سان گڏ چڙهي. پر الهاس نگر وٽان باقي فنڪار ته گاڏي ۾ سوار ٿي اچي اسان سان گڏيا پر گوبند مالهي جو پتو نه پيو. هاڻي اسان پارهن تيرهن ڄڻن وٽ صرف جسم تي پيل ڪپڙا هجن ۽ ساز مرندا ٻساٽ سان ضرور هوا باقي جيئن ته ٽڪيٽون ورتل هيون ۽ هر پروگرام ڪانهو ۽ پئسا چڱا خاصا ملي ويندا آهن، سي ٿورا ٿورا پئسا ته شايد هر هڪ وٽ هئا پر ايترا پئسا ڪونه هوا جو ٽڪيٽ چيڪر کي ٽڪيٽن جا پئسا ڏيئي ان مان جند ڇڏايون. الهاس نگر تائين ته اسان ٽڪيٽ چيڪر کي ترسايو ته اسان جو همراهه چڙهڻو آهي جنهن وٽ سموريون ٽڪيٽون آهن. ڏاڍا پريشان ٿياسين ته ڇا




ڪجي جو پوني پهچڻ بجاءِ ريلوي پوليس جي ور چڙهڻ جو خطرو نظر پئي آيو. نيٺ اها تجويز ٺهي تہ ٽرين ۾ ڪاٺي وچاڻي ڪجهہ دان حاصل ڪيون تہ جيئن ٽڪيٽ چيڪر کي منهن ڏيئي خيريت سان پوني پهچي سگهون. حالانڪ ائين تہ هرگز نہ پيو لڳي. اهڙا شروع ڪرڻ وارا هوا سين تہ ٽرين ۾ سوار هڪ سنڌي سيٺ اسانکي سڃاڻي ورتو. ان کي جڏهين ان پريشاني جي خبر پئي تہ هن اسان سڀني جي ٽڪيٽن جا پئسا ڀريا. جيڪي بعد ۾ ڪنهن طرح انکي واپس ڪياسين بهرحال ان طرح ريلوي پوليس ۽ ٽرين ۾ ڳاني دان حاصل ڪرڻ جي نوبت کان ذري گهٽ بچي وياسين.

س. اوهانجي پسنديده شخصيت جنهن کان اوهان متاثر آهيو؟

ج. ادا جنهن شخصيت کان مان گهڻو متاثر آهيان. اها گوبند مالهيءَ جي شخصيت آهي. مان ائين ڪٿي چوان تہ جيڪڏهن مونکي گوبند مالهيءَ جي ڇايا نہ هجي ها تہ شايد ايتري ڳالهہ جي قابل نہ هجان ها. جيڪي ڪجهہ مونکي حاصل ٿيو آهي اهو گوبند مالهيءَ جي ڇايا ۽ آشيرواد جي بدولت آهي.

س. سنڌ واسين لاءِ ڪو پيغام ڏيڻ چاهيندا؟!

ج. سائينم سدائين ڪرين
مٿي سنڌ سڪار
دوست تہ ون دلدار،
عالم سڀ آباد ڪرين.



اسان وٽ ڪيترائي اهڙيون هستيون ٿي گذريون آهن جنکي تاريخي حيثيت حاصل ٿي ويئي آهي. پر عجب جي ڳالهہ هيءَ آهي تہ انهن متعلق تاريخ جا دفتر خاموش آهن. تان سين بہ انهن هستين مان هڪ آهي. ننڍي کنڊ جي موسيقي جي آسمان جو هي ماهتاب اڄ بہ ماڻهن جي ذهنن تي چمڪي پيو.

اسان وٽ ڪي بہ اهڙا وسيلا نہ آهن جو هنجي زندگيءَ جو يقيني احوال ڄاڻي سگهون. هنجي حياتيءَ جي ڪا هڪ جهلڪ ٿي هنجي متعلق ڪجهہ ٻڌائي ٿي. انهي ڪري تان سين جي ڪنهن سوانح کي قطعي نٿو چئي سگهجي. حقيقت ۽ افسانو ائين هڪ ٻئي سان مليا ويا آهن جو ڇنڊ ڇاڻ ڪانسواءِ بہ فرق نٿو ڪري سگهجي. انهي ڪري تان سين متعلق هيءُ سهيڙيل احوال بہ چند ٻڌل ۽ غير معتبر روايتن تي مدار رکي ٿو. تان سين بابت ٿورو گهڻو صحيح احوال ابوالفضل جي ڪتاب آئين اڪبري ۾ آيل آهي. انهي ۾ لکيل آهي:

"مياں تان سين ڪي راڳ جي هنر جو استاد ۽ هڪ ذهين انسان هجڻ ڪري اڪبر جي دربار ۾ داخل ڪيو ويو. هزارن سالن جي عرصي ۾ بہ اهڙو عظيم موسيقار پيدا نہ ٿيو آهي."

اهو بيان تان سين جي وجود کي تہ هلندڙ تڪرارکي ختم ڪري ڇڏي. ڇاڪاڻ تہ تان سين جي هڪ همعصر جي طرح ڄاڻايو آهي تہ هو اڪبر جي دربار جو رڪن هئو. مٿي ڏنل حوالي مان هيءَ ڳالهہ بہ صاف ٿي وڃي ٿي تہ تان سين مسلمان هئو، ڇاڪاڻ تہ هنجي نالي اڳيان لفظ ميان لکيل آهي. انهي ڪري هنجي هندو هئڻ جون سڀ روايتون رد ٿي وڃن ٿيون.

تان سين جي تاريخي حيثيت

جي تصديق هڪ ٻي ڳالهه مان به ٿئي ٿي، اهو آهي ٻڙي آغا جو بيان، جيڪو ڪنهن وقت "مارس ميوزڪ ڪاليج" جو وائس پرنسپال هئو ۽ هاڻي ڪراچيءَ ۾ رهي ٿو. هن جو چوڻ آهي ته هن وٽ تان سين جو اصلي شجرو آهي جيڪو هن کي تان سين جي پوٽين مان علي خان گداري نالي هڪ شخص کان مليو هئو.

تان سين جي والدين ڏاڍي هڪ مان شادي ڪئي هئي پر سالن تائين اولاد جي نعمت کان محروم رهيا. اولاد پائڻ لاءِ هو اڪثر اوليائن ۽ بزرگن جا آستان پيا ڳولهيندا هئا ته ڪو ڪنهن ڪرم جو ڪڪر وسي پوي. ڏوريندي ڏوريندي اچي شيخ محمد غوث گواليري وٽ پهتا جنهن کين يقين ڏياريو ته ڪلتار جي ڪرم سان کين هڪ پٽ ٿيندو. انهي درويش جي دعا قبول پئي ۽ اٽڪل ١٥٢٤ع ڌاري هنن کي تان سين ڄائو. ڪن محققن جو چوڻ آهي ته هن جو اصل نالو ثناءُالله خان هئو پر هي سڏجڻ "سين" يعني "موسيقيءَ جي حياتي" لڳو. اڳيون لفظ "تان" بعد ۾ ڳنڍيو ويو جنهن جي معنيٰ آهي آلاپ. انهن ٻنهي لفظن جي ميلاپ سان تانسين نالو جڙيو جيڪو شاعري ۽ راڳ ٻنهي جي لحاظ کان سهڻو ۽ سريلو آهي. جڏهن تانسين ڪجهه وڏو ٿيو ته والدين هنکي شيخ محمد غوث وٽ ڪٺي ويا، ان وقت تانسين جي ڄمار چار سال چار مهينا ۽ چار ڏينهن هئي. شيخ صاحب راڳ جو ڏاڍو شوقين هئو ۽ پاڻ به سٺو راڳيندڙ ليکيو ويندو هئو. جڏهن تانسين کي هنج ۾ ويهاريو ويو ته ان وقت شيخ صاحب پان چٻاڙي رهيو هئو. هن پان جي ڏوري پڪ ڪيڏي تان سين جي چپن تي مکي ۽ دعا ڪئي ته هو عظيم ۽ نامور راڳيندڙ ٿئي. عام تاثر اهو آهي ته تانسين جي آواز جي مٺاڻ ۽ شهرت انهي ڪري ئي ٿي.

**شيخ گواليري:** تانسين جي والدين هنکي شيخ صاحب وٽ انهي ڪري ڇڏيو ته جيئن هو راڳ جو فن سکي سگهي. شيخ صاحب جي باغ ۾ ڪئين قسمن جا پکيئڙا هوندا هئا. تان سين روزانو باغ ۾ وڃي انهن پکيئڙن جي آلاپن جو نقل ڪندو هئو. انهي نقل ڪندي هو ايترو قابل ٿي ويو جو انهن وانگي پيو ٻوليون ٻوليندو ۽ ڳائيندو هئو. انهن پکين کانسواءِ اتي باغ ۾ هڪ شينهن به پڃري ۾ پوريل هوندو هئو، جتان هن شينهن جي گجگوڙ نقل ڪرڻ به سکي. هڪ ڀيري سترا وارو بابا هريداس شيخ وٽ اچي مهمان ٿيو. بابا هريداس پنهنجي دور جو مشهور ۽ بزرگ راڳيندڙ هئو. هندي ڪلاسيڪي موسيقي جي سکيا جا شائقين هنجي آشرم جا سلامي هوندا هئا ۽ هو وڏي استادانه انداز سان انهن جي تربيت ڪندو هئو. هڪ صبح شيخ صاحب ۽ بابا هريداس باغ گهمڻ ويا ته هنن هڪ حيرت انگيز نظارو ڏٺو. هنن ڏٺو ته تانسين وڏي مهارت سان پکين جي آلاپن جو نقل ڪري رهيو هئو. ايسا هو وڻن جي جهڳٽن ۾ ٿي پيا هئا ته تانسين شينهن جي گجگوڙ ڪئي. جهڙو هئو سندس آواز پکين جهڙو مٺڙو تهڙو ئي هئو شينهن جهڙو گرجدار ۽ گهرو. انهي مان پتو پيو ته هنجو آواز جديد پياني جا چار ئي آڪٽيوس (Octaves) واري سگهيو ٿي. تانسين جي انهن آوازن ٻنهي کي ڪافي متاثر ڪيو ۽ هنن فيصلو ڪيو ته تانسين عظيم گائڪ/راڳي ٿيندو. بابا هريداس جيترا ڏينهن شيخ صاحب وٽ رهيو ڏاڍي شوق سان هنکي هندي ڪلاسيڪي موسيقي جي تعليم ڏيندو رهيو. هندستان جو مشهور راڳي ڀڳت سورداس به بابا هريداس جو چيلو هئو.

جڏهن شيخ صاحب ڏٺو ته هن جو ڪجهه ڄاتو ٿي سو تانسين کي سيکاري چڪو آهي ته، پوءِ گوس راجامان جي مڪتبه موسيقي ۾ داخل ڪرايو. هن اسڪول ۾ ست سال گذاريندي تقريباً هر راڳ ۽ راڳڻي، هر تال ۽ تان سکي ورتي. چيو وڃي ٿو ته انهي شاگرديءَ واري عرصي دوران ئي هن تمام ڏکيو راڳ ديپڪ سکيو، پوءِ هي انهي اسڪول جو مشهور راڳي ليکجڻ لڳو. شيخ صاحب جي نظر ته اڳي ئي هنجي اندر جي لڪل راڳيءَ کي ڏسي ورتو هئو.

هڪ دفعو جڏهن شيخ صاحب کي شهزادن جي دعوت تي گجرات ويو ته تانسين کي به ساڻ وٺي ويو، جتي تانسين پنهنجي مڌر ۽ مٺڙي آلاپ ۽ فن سان ڪيترن ماڻهن کي موهي ورتو. انهن ۾ هڪ نوجوان بيجو باورا به هئو. تان سين جي وڃڻ کانپوءِ بيجو سڄو وقت راڳ جي سکيا ۾ مگن رهيو ته جيئن هو وڏو موسيقار ٿي تان سين کان به گوءِ کٽي وڃي. هڪ دفعي بيجو باورا تياري ڪري گواليار پهتو ته جيئن تان سين کي موسيقي جي مقابلي لاءِ للڪاري. چيو وڃي ٿو ته اهي ٻئي فنڪار گواليار جي ڀرپاسي واري جهنگل وٽ اچي ويٺا ۽ ڪيترائي راڳ جا متوالا ميڙا ڪري اچي مڙيا. جڏهن بيجو پنهنجي سارنگي کڻي راڳ ڇيڙيو ته پڌنڙ اڇرج ۾

پئجي ويا. هو ڳائيندو رهيو- آلاپ، تان ولمبت، ولمبت تان درت- اڃان هنجي راڳ جي چوٽي سر نہ ئي هئي تہ هرڻن جو هڪ وار سر جي مقناطيسي ڇڪ تي ڇڪبو ڊوڙندو آيو ۽ اچي بيجو جي اڳيان گوڏا ڀڃي ويهي رهيو. بيجو پنهنجي ڳلي جو هار لاهي هڪ هرڻ جي ڳچيءَ ۾ وڌو. بيجو راڳ پورو ڪيو تہ هرڻ واپس هليا ويا ۽ بيجو تان سين کي چيو تہ هو بہ ائين ڪري ڏيکاري. تان سين ٽوڙي ٽيڪ ڪانسواءِ راڳ ڇيڙيو ۽ اٺ ڏينهن کي ڏينهن ڪري ڏيکاريو. ساڳيو هرڻن جو ٽولو جهومندو ۽ جهولندو آيو ۽ اچي تان سين اڳيان گوڏا ٽيڪي ويهي رهيو. تان سين ساڳئي هار هرڻ جي ڳچيءَ مان لاهي بيجو جي حوالي ڪيو. هي واقعو بظاهر ڏند ڪٿا لڳي ٿو پر هن مان راڳ جي بي پناه اثر جو پتو پوي ٿو. انهي واقعي کانپوءِ تان سين جو نالو جڳ مشهور ٿي ويو. شيرشاهہ سوري هن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ درٻار جو راڳي بنائينس. انهي عرصي ۾، چيو وڃي ٿو تہ هن جي لئون شير شاهہ جي پٽ دولت خان سان لڳي ويئي. چيو وڃي ٿو تہ انهي صحبت ۾ هو پنهنجو دماغي توازن وڃائي ويٺو. هيءَ واقعو تان سين تي لکيل شو سنگهہ ساروج ۽ پنڊت گنداري لال جي ڪتابن ۾ مذڪور آهي.

ڪيتري عرصي جي رولڙي ۽ دماغ جاءِ ٿيڻ کانپوءِ جڏهن هي دهلي پهتو تہ هڪ مسجد ۾ قيام ڪيائين. ملان سلامت هن مسجد جو سنڀاليندڙ هئو، جنهن کي موسيقيءَ جي چس بہ هئي. هي هر مهيني هڪ شام پنهنجي گهر ۾ موسيقي جي محفل ڪرائيندو هئو. انهن محفلن ۾ تان سين پڻ راڳيندڙن کان گهٽ اڳتي نظر ايندو هئو- انهي ڪري هر وات تي هنجي واکاڻ ۽ واه واه هئي. تان سين ملان سلامت سان گڏ پشاور گهمڻ ويو تہ اتي بہ موسيقي جي ڪيترن متوالن کي موهي آيو. پشاور کان ٿيندا هي دهلي پهتا.

معلوم ٿئي ٿو تہ تان سين کي سير سياحت جو چڱو چسڪو هئو. هڪ وار وري هي دهلي ڇڏي متهرا روانو ٿيو جتي هنجي ملاقات بابا هريداس سان ٿي. متهرا کان ٿي هي بنگال پهتو، جتي هن هزارها ٻڌندڙن کان پنهنجي سريلي سنگيت جو داد حاصل ڪيو. بنگال کان دهلي ورندي ڪجهہ ڏهاڙا راجا رامچندر وٽ ٽڪيو. هڪ صبح راجا رامچندر پنهنجي ڪمري عبادت ۾ مشغول هئو تہ ٻاهر تان سين ويٺي سارنگيءَ تي راڳ ڀيروي جا هي سريلا آلاپ ٻوليا-

تو هي ويد تو هي پران —
تو هي گيتا تو هي قرآن —

راجا اِهي جب آلاپ ٻڌي ايڏو متاثر ٿيو جو هن کي پنهنجو درٻاري گويو مقرر ڪيائين. سنسڪرت جي هڪ ڪتاب، جيڪو غالباً راجا رامچندر جي وقت جو لکيل آهي تنهن ۾ ڄاڻايو ويو آهي تہ —

"تان سين راجا رامچندر جي درٻار جو مکيہ رکن هئو. هي ڪيترين ئي ٻولين ڄاڻندو هئو. هن جهڙو راڳي نہ اڳي ٿي گذريو ۽ نہ هن وقت ڪو آهي."

هي اهو دور آهي جڏهن اڪبر دهليءَ جو شهنشاهہ هئو. اڪبر اهڙن چونڊ ماڻهن کي درٻار ۾ رکڻ جو مشتاق هوندو هئو. اڪبر موسيقي جو وڏو متوالو ۽ هن هنر جو سرپرست هئو. زين خان نالي هڪ شخص هنجي درٻار جو راڳي هوندو هو. هڪ ڀيري اڪبر جڏهن هنڪان پڇيو تہ ڇا هندستان ۾ اڃان بہ ڪو عظيم موسيقار آهي تہ هن تان سين جو نالو ورتو ۽ ٻڌايو تہ هو راجا رامچندر جي درٻار ۾ رهي ٿو. پوءِ اڪبر پنهنجو هڪ خاص نمائندو جلال خان راجا ڏانهن اماڻي تان سين جي گهر ڪئي. شاهي فرمان جي جلد پيروي ٿي ۽ تان سين درٻار اڪبري جي زينت بڻيو. جڏهن پهريون ڀيرو اڪبر هنجو راڳ ٻڌو تہ ڏندين آڱريون اچي ويس ڇاڪاڻ تہ هنڪان اڳ اڪبر اهڙو عظيم موسيقار نہ ڏٺو هئو. ڇا سندس آواز ۽ ڇا هئي سندس فني ڄاڻ. بس ڪمال جي حد هئي. اڪبر اهڙن ماڻهن جو ڳولائو هوندو هئو انهي ڪري ترت ئي پنهنجي درٻار جو رڪن بنايائينس. اهڙيءَ ريت اڄ تائين تان سين اڪبر جي نون رتنن مان هڪ شمار ڪيو وڃي ٿو. اڪبري درٻار ۾ رهندي هنجي فن کي عروج حاصل ٿيو. هن اڪبر جي شان ۾ ڪئين راڳ جوڙيا. انهن مان هڪ آهي.

تان سين ڪهي سنو شاه اڪبر
پرڻهم راڳ ڀيرو ۾ ڳايو.

هن ۾ ايجاد ۽ نواڻ جو مادو هئو، انهي ڪري جڏهن بہ ڪو نئون سر ذهن ۾ ايندو هئس تہ محنت ۽ رياضت ڪري ان کي آلاپ عطا ڪندو هئو. هڪ دفعي درٻار لڳي پئي هئي ۽ اڪبر تان سين کي چيو تہ اڄ ڪو نئون راڳ ٻڌائي. تان سين پنهنجي نئين ايجاد ڪئي پيش ڪيو. اڪبر ۽ ٻيا درٻاري ڪافي متاثر ٿيا. اڪبر چيو تہ انهي راڳ کي درٻاري سڏيو وڃي. هي راڳ رات جي پهرئين پهر ۾ ڳايو وڃي ٿو. هن راڳ جو اثر تڏهن وڌيڪ وڌي وڃي ٿو جڏهن هي ولمبت ۾ سڌم ڳايو وڃي ٿو. هڪ ڀيري اڪبر تان سين

کان پڇيو ته ڇا هن کان به وڏو ڪو موسيقار موجود آهي. تان سين نوڙت سان پنهنجي استاد بابا هريداس جو نالو ورتو، جنهن تي اڪبر تان سين کي چيو ته هو بابا هريداس کي دربار ۾ وٺي اچي. تان سين اڪبر کي عاجزي سان عرض ڪيو ته بابا هريداس ڪنهن به حالت ۾ دربار ۾ نه ايندو. پوءِ اڪبر تان سين کي ساڻ وٺي بابا هريداس جي حضور ۾ پهتو. تان سين بابا کي راڳ ٻڌائڻ لاءِ عرض ڪيو پر هن انڪار ڪري ڇڏيو. ڇاڪاڻ ته هو ڪنهن به حاڪم جي حڪم مڃڻ لاءِ تيار نه هئو. اڪبر پوءِ بابا کان موڪلائي اٿيو. حقيقت ۾ اها روانگي هڪ اٽڪل هئي. ٻريان وڃي اڪبر هڪ وڻ جي اوٽ وٺي لڪي ويهي رهيو. ڪجهه دير کان پوءِ بابا هريداس تان سين کي پنهنجي پسند جو راڳ ٻڌائڻ لاءِ چيو.

تان سين پنهنجي استاد جو حڪم مڃيندي ڳائڻ شروع ڪيو پر جلدي واڻي ڪجهه چڪرن غلطيون به ڪندو ويو. بابا کي اها ڳالهه ڪانه وڻي ته هنجو پيارو شاگرد اهڙيون غلطيون ڪري، سو هن يڪدم پنهنجي سارنگي کڻي پاڻ ڳائڻ شروع ڪيو. جڏهن اڪبر ۽ تان سين واپس دهلي پهتا ته اڪبر تان سين کي ڪاوڙ چڪن تي چيڙيو. تان سين ذهانت کان ڪم وٺندي اڪبر کي عرض ڪيو ته بابا هريداس ساري حياتي راڳ جي رياضت تي ئي صرف ڪئي پر هنکي ڪئين معاملن کي منهن ڏيڻو پيئو انهي ڪري رياضت جو پورو وقت ئي نه مليو. اڪبر اها ڳالهه ٻڌي تان سين کي پنهنجي سڀني ذميدارين کان آجو ڪري ڇڏيو ۽ هاڻي هو سمورو وقت رياضت ۾ صرف ڪرڻ لڳو.

جڏهن اڪبر خانديش ۾ هئو ته هنکي خبر پهتي ته سندس هڪ جنرل خان خانان سنڌ جي هڪ نواب (ٺٽي جي حاڪم) جاني بيگ کي شڪست ڏيئي هنکي گرفتار ڪيو آهي. اڪبر جاني بيگ جي زخمن تي لوڻ ٻرڪڻ ۽ هنکي ڪلٺهار بنائڻ لاءِ تان سين کي جاني بيگ جي خدمت ۾ ڳائڻ لاءِ اماڻيو. بظاهر اها هڪ شاهاڻي عزت هئي ۽ موٽ ۾ تان سين کي شاهي سوکڙيون ملڻ کپنديون هيون، پر اڪبر کي ڄاڻ هئي ته گرفتار ٿيل تان سين جي ڪا به عزت افزائي نه ڪري سگهندو.

تان سين جاني بيگ اڳيان دل کولي ڳايو ۽ ساري رات سنگيت جا گل نڇاور ڪندو رهيو. جاني بيگ وٽ هڙ ۾ ڪي ڪين هئو جو تان سين کي آڇي سگهي. جاني بيگ ٽپ ڳيني آنو ۽ تان سين جي چوڌاري ست چڪر لڳائي محبت سان چيائين- "بس اهائي سوغات اٿم جيڪا توکي آڇي سگهيو آهيان." تان سين به انهي مثل عزت جو اعتراف ڪندي جاني بيگ کي پٺي هٿ ٻڌي سلام ڪيو ۽ چيو ته هن ڪڏهن اڪبر کي به پٺي هٿ ٻڌي سلام نه ڪيو آهي.

تان سين جي هڪ معاشقي جو ذڪر به ڪتابن ۾ مليٿو. چئبو آهي ته تان سين هڪ گهوڙلي ڇوڪري تاني جي دام محبت ۾ ڦاسي پيو. تاني به ڏاڍو سٺي ڳائيندي هئي. هڪ دفعي تانسين هنجي اڳيان محبت جي اظهار واسطي ديپڪ راڳ ڳايو ته سڀ ڏيئا خودبخود ٻرڻ شروع ٿي ويا. اها آڳ تان سين جي اندر ۾ به مچ مچائڻ لڳي. تاني انهي خطري کي پرکيندي راڳ ميگهه ڳايو. هن راڳ ڇيڙڻ سان آپ ۾ آگرنيا ۽ مينهن جا ماندڻاڻ سڀ جي ويا. چڪرن جي ڪاروڻچار سان وڏ ڦڙي وسڪار شروع ٿي ته تان سين جي اندر جي آڳ ٺلهڪي ٿي. انهي ڪري تان سين ۽ تاني ٻاڻ ۾ پرت جا پنڌ پڌا ۽ شادي ڪئي. تان سين ۽ تاني جي ڪهاڻي اڄ به مشهور آهي ۽ راڳ ديپڪ نٿو ڳايو وڃي. تان سين هڪ نئون راڳ به جوڙيو. ان کي "ميان جي ٽوڙي" چيو وڃي ٿو. هي راڳ به ولمبت جي مڌم سر ۾ سٺي نموني ڳائي سگهجي ٿو. اهو راڳ ٽيهري جو ڳايو وڃي ٿو. انهي کانسواءِ تان سين موسيقي جي دنيا کي هڪ ٻيو راڳ "ميان جي ملهار" به ڏنو. هي ٻ راڳ ساوڻ جي مند ۾ يا مينهن جي ماندڻاڻ وقت ڳايو وڃي ٿو. تان سين راڳ "ميان جي سارنگ" متعارف ڪرائڻ سان گڏ موسيقي جي هڪ ساز رباب کي به سڌاري موجوده صورت ڏني. تان سين جي گائڪي کي گواليار گائڪي جو نالو ڏنو ويٿو. هنجا پويان وارڪي "سينيا" سڏائيندا آهن. هنجي اولاد ۾ ٽي مشهور راڳيندڙ ٿيا. (١) تان رس خان (٢) بلاس خان جنهن بلاس خاني ٽوڙي متعارف ڪرائي. (٣) مامن خان. سنڌ جو مشهور ڳويو استاد منظور علي خان به گواليار گائڪي سان تعلق رکندو هئو.

وقت جو پنهنجي اڏامندو ويو ۽ تان سين ٻڍاپي ۾ ٦٥ سالن جي ڄمار کي پهتو. عمر جا آخري ڏينهن هن پنهنجي ابائي ڳوٺ گواليار ۾ گذاريا. هنجي خواهش هئي ته هنجي مڙهه کي ماڻٽلي ڳوٺ جي مٽي نصيب ٿئي. هنجي صحيح تاريخ وفات جو ڪو به پتو ڪونهي. اندازو آهي ته سن ١٥٨٩ع ۾ هي نئين کنب جو هي مثال ۽ لازوال

ڏسو صفحو ٦١

# سوال جواب

سمورن سوالن جا جواب هن پيري به ڏيڻ کان قاصر آهيون. واري سان سيني سوالن جا جواب ڏبا. هن پيري پهريون انعام ذوالفقارعلي "ناصر" ساريو باده کي، ٻيو محمد سعيد شاه ڳوٺ ڏاڏا ساه، ۽ ٽيون شيخ شاهنواز سنڌي شهداد ڪوٽ کي ڏيڻ جو فيصلو ڪيو ويو آهي. پهرئين انعام طور تاجل بيوس جي ڪتاب "جڏهن پون ۽ ٻئي" ۽ هلال مئگزين جي هڪ ڪاپي. ٻي نمبر ۾ ٻه ڪاپيون مئگزين جون ۽ ٽيون نمبر کي هڪ ڪاپي مئگزين جي ڏني ويندي.

* ايم مجاهد هنگورجو- نوابشاه

سوال- آءٌ ۽ تون ۾ فرق؟

جواب- بنيادي طرح سان ڪوبه نه.

* غفور گل کوسو- ڳوٺ موليڏنو کوسو (شهدادڪوٽ)

س- سنڌي اديبن ۾ گروهه بندي ڇو آهي ۽ ان ڏس ۾ توهان ڪهڙي راءِ رکو ٿا؟

ج- سنڌي اديبن ۾ ڪا به بنيادي گروه بندي ڪانهي، اصولي طرح ڪي اختلاف ٿي سگهن ٿا ۽ سڌي نشاني آهي.

* محمد ابراهيم خاصخيلي- سڪرنڊ

س- دلي دوست جي چونڊ ڪيئن ڪجي؟

ج- دوست بازار ۾ ملڻ جي شيءِ ناهي.

* شيخ شاهنواز "سنڌي"- شهداد ڪوٽ

س- جيڪڏهن سيئي انسان آدم جي اولاد آهن ته پوءِ هي انيڪ ورڇيون ڇو آهن؟

ج- ڪجهه ته جاگرافيائي حقيقتون آهن ۽ ڪجهه ڇڏي واري هندا ڪيل ڪڏاڳ آهن.

* "پروانو" ڪرشن ڪمار اداسي- سارسٽي (عمرڪوٽ)

س- دل گهريو دوست ڪاوڙجي ڪنهن ٻئي سان دوستي رکي ته ڇا ڪرڻ گهرجي؟

ج- اڳ ۾ اهو اداسي وارو پوش لاهيو.

* عبدالغفور جوڻيجو- ڳوٺ سنڌرا تعلقو ڏوڪري

س- جيڪو ماڻهو جنهن دڙتي تي جمي، اتان جو ڪاني ٿئي ۽ پوءِ به ٻاهر ڪٿي اتان جو نه سڏائي تنهن کي ڇا چئجي؟

ج- "حيف تنين کي هوءِ وطن جن وساريو."

* ذبيح ڪوڪر "سنڌي" ڪراچي

س- سنڌ ڪڏهن کان پيدا ٿي، سنڌ نالو ڪيئن پيو؟

ج- مئگزين جي گذريل پرچن ۾ عبدالڪريم گڏي صاحب جو مضمون پڙهو.

* امام بخش "بيوس" مگريو- ڪهرو

س- معاشري مان جهالت کي ترڙي ڪيڻ لاءِ ڪهڙين ڳالهين جي ضرورت آهي؟

ج- علم ۽ سائنس کي عام ڪريو.

* نجمه پروين ڪوڪر- ڪيرچن (پانڌي)

س- دنيا جو پهريون انسان حضرت آدم مهذب هو، جڏهن ته اوائلي انسانن لاءِ چيو وڃي ٿو ته بي سمجهه هئا ۽ ڪچو گوشت کائيندا هئا؟

ج- اهي ٻه ڌار خيال آهن.

* رميش نارنگ- معرفت شعرا ڪلينڪ ڪنڌڪوٽ

س- پيار ڇا آهي؟

ج- انسان ذات جي سيني مونجهارن جي نبيري وارو جذبو آهي، پر اهو فقط شخصي نه هجي ته.

* ممتاز علي سومرو "پروانو" ٽارو شاهه

س- اهو ڪيتريقدر برابر آهي ته جلال چانڊيو سنڌي راڳ کي مقبول ڪيو آهي؟

ج- پنهنجو پنهنجو خيال آهي.

* سرور لڪياري- ايل ايم سي

ڄامشورو

س- سچ جو پڄ ڪٿان ڦٽندو آهي؟

ج- جتي ڪوڙ ۽ ڪٽ جو دهماني راڄ هوندو آهي، اتي سندس ضرورت وڌيڪ ٿئي.

* سومن غلا حسن زخمي- گنجا شريف

س- زندگي جا زخم وڌيڪ زهريلا آهن يا ڏکن جا؟

ج- زخم ۽ زندگيءَ جو هڪ ٻئي سان مخالفت وارو لاڳاپو آهي.

* سهڙائي گل حسن مغيري- ٽکرنڊ

س- توهان به اشراف المخلوقات مان به هوو تنهن جي هٿ ۾ چهبڪ ۽ سنهنجي ٻئي چو؟

ج- والعي خراب ڳالهه آهي، پر ڪنوٺ تي سال ٿاهي ڪاهيو.

* سهيل غلام حسن بگٽي- دادو

س- اچڻ وارا ڇو جلدي هليا ويندا آهن؟

ج- پيو ڇا ويهي ڪن.

* وفا غلام مصطفيٰ خان جلالاڻي لڳ ٽنڊو غلام علي

س- عشق جا اهڃاڻ پڌايو ته پري کان پڇي پاسو ڪريون؟

ج- فارسي شعر ڪونهي.

* محمد اڪرم انصاري ۽ الطاف حسين سومرو- رالي پور

س- اها ڪهڙي شي آهي جيڪا انسان کي پنهنجي زندگي ۾ ڪامياب ڪري ٿي؟

ج- ڪهڙي ڪاميابي چور دروازي واري ته نه ٿا پڇو؟

س- حضور صلعم جن ڪهڙن بادشاهن ڏانهن خط لکيا؟

ج- ٻين جي خبر ناهي، باقي هڪڙو ته حبش وارو بادشاهه هو.

* ڪرپال - اسلام ڪوٽ

س- اهو ڪهڙو ساهوارو آهي جيڪو پهرين عمر ۾ چئن، وچين عمر ۾ ٻن ۽ پڇاڙي ۾ ٽن ڄنگهن تي هلي ٿو؟

ج- جيڪو ٻانبڙن پائڻ کان شروع ٿئي ۽ لٺ تي ٽيڪ ڏيڻ تائين پهچي.

* غلام محمد کهي - رومڙي

س- اسان آزاد آهيون يا غلام؟

ج- ڇو ڪي پيا آهيو يار.

* محمد سليمان سومرو ننڊوشهر

س- هن اسلامي معاشري ۾ ڌاڙا ۽ چوريون ڇو ٿين ٿيون؟

ج- ڏٺي پوليس ڏي خير ڪري.

* ذوالفقار علي ”ناصر“ ماريو - ٻاڍهه

س- ڇا لطيف سائين جي ڪلام جو اثر سنڌي سماج قبول ڪيو آهي؟ جيڪڏهن نه ته ڇو؟

ج- عملي طرح ته اثر قبول ڪيل ڪونه ٿو ڏسجي. ان ڪري جو سنڌي معاشري جي آزاد اڳسر نه ٿي آهي.

* مس ناز سنڌي- ميرپورخاص

س- رجعت پسند خيالي سهارو ڇو وٺندا آهن؟

ج- اهو سهارو هو پاڻ تي مڙهڻ گهرندا آهن ۽ احمقن جي جنت ۾ رهندا آهن.

* نارائڻ داس لوهيا-ايل ايم سي ڄامشورو

س- جيڪڏهن ڪنهن قوم کي پنهنجا جائز حق نه ملن ته تشدد جو يا عدم تشدد جو سهارو وٺي؟

ج- اڄ لاڳاپيل تشدد ۽ عدم تشدد ٻئي وري به غاصب جي حق ۾ نتيجا پيدا ڪندا.

* عباس ٽانوري- بوزدار وڏا

س- سنڌ جو پير ۽ وڏيرو خاص ڪري عورت جي تعليم حاصل ڪرڻ جي خلاف ڇو آهي؟

ج- سندس آليل جادونگريون ۽ قلعا ڍهڻ لڳندا.

* گل بهار سومرو ”سنڌي“- ٽنڊو ڄام

س- اڄ جو انسان حقيقتن کي سمجهندي به پاڻ ٻاهر ته ڪڍي ڇو؟

ج- اڄ جي صوري انسان جي حالت اها ڪانهي ۽ سڪاني صورتحال ڪجهه آهي.

* آصف حسن شهزاد ميرپوربٺورو

س- انساني مزاج ۽ بالمرادي تخليقي قوت جو ذريعو ڇا آهي؟

ج- مطالعو، مشاهدو ۽ تجربو.

* نوازعلي چاچڙ - ڪنڌڪوٽ

س- امير جي محل ۾ نچندڙ شرافت کي ڇا چئجي؟

ج- ڏاڍ جي نشاني.

* موتي رام سنگهالي- ميرپور خاص

س- مون کي ج-ع سنگهالي جي ائڊريس گهرجي؟

ج- ٻئي ج-ع سنگهاڻي، اوهان وانگر سنگهالي ناهي. هونئن اوهان ڪين هلال سنڪرين جي معرفت لکي سگهو ٿا.

* عبدالرحمان لاکو - ٽکرنڊ

س- شهري عورتون ٻهراڙيءَ جي عورتن کان نفرت ڇو ڪنديون آهن؟

ج- عورتون، عورتن کان نفرت ڪونهن ڪنديون.

* عنصراج اجمل اسر کتري - کهرو

س- دولت سان انسان مغرور ڇو ٿيندو آهي؟

ج- رکيو مغرور نه هر پاڙيو به ٿيندو آهي.

* عنايت منور بلوچ - نوابشاهه

س- محبت ڇو، ڪيئن ۽ ڪهڙن سان ٿيندي آهي؟

ج- اهو جدول سان پيڻ جو حساب ڪونهي.

* اورنگزيب ٽونيو - لطيفانيڪ

س- اسان جي ملڪ ۾ ايترا بي پاس بيروزگار ڇو هوندا آهن؟

ج- تعليمي سرشتو ئي ساڳيو

ڪي بيڪار بنائڻ جو ذميوار آهي.

* برڪت علي ٽنيو -
لعلو رائنڪ

س- عدل ۽ انصاف ڪٿان ڳولجي؟

ج- في الحال ته ڪٿي به نظر نه ٿو اچي.

* محمد اقبال بلوچ - ٺرباري
س- آءٌ هميشه پريشان آهيان ڇا ڪري گهرجي؟

ج- توهان سمجهو ته توهان پريشان ناهيو.

* گلزار علي سولنگي- ڏوڪري
س- زندگي گذارڻ لاءِ ڪو ڪارگر طريقو ٻڌائيندا؟

ج- هاڻوڪو معاشرو گذارڻ ئي نه ڏيندو.

* حسن علي شاهه موسوي- خانپور
س- زندگي خواب آهي يا حقيقت؟

ج- پنهنجي آڱر کي چڪ هڻي ڏسو.

* غازي محمد ايوب فقير شر-
سڪندرآباد

س- پيار يا پاپ ڪرڻ ڪانپوءِ پڇتائڻو ڇو آهي؟

ج- هرو ڀرو.

* علي احمد رند - جوهي.
س- انسان مان انسانيت نڪري رهي ته؟

ج- موچڙو لاهي ڪنڌ ڪُٽجيس.

* شاد پنگوار - مورو
س- قدرت ۽ فطرت ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

ج- قدرت عقيدي جو حصو آهي ۽ فطرت سڀ جو نظر ايندڙ ۽ محسوس ٿيندڙ ماڻهپڻ آهي.

* ذوالفقار علي شابراڻي -
ڳاجي کهاوڙ

س- اهي ڪهڙا ماڻهو آهن جيڪي پاڻ ڏکن ۾ هوندي ٻين جي مدد لاءِ تيار رهن ٿا؟

ج- اوهان جيڪڏهن ڳاجي کهاوڙ ۾ اچڻ ماڻهن کي ڳولڻ لاءِ ٿا چئو ته پوءِ ٻڌائڻ ڏاڍو ڏکيو آهي.

* مرتضيٰ لاشاري - ڳاجي کهاوڙ
س- "پاڻ پنهنجو پاڻ ئي صورت منجهه سڃاڻ." جو مطلب ڇا آهي؟

ج- جيڪي ماڻهو انسان جي اهميت کان انڪاري آهن تن کي چيو ويو آهي.

* منظور احمد ميمڻ -
ميرپور خاص

س- ٻي گريڊ واري کي پٽيوالو ۽ ارڙهين گريڊ واري کي آفيسر چيو ويندو آهي، جڏهن ته ٻئي گورنمينٽ جا ملازم آهن؟

ج- چوڻ سان ڇا ٿو ٿئي. مختيارڪار جو پٽيوالو، وڏي گريڊ واري ليڪچرر کان وڌيڪ خوش آهي.

* عبدالستار ڪوسو - تلهار
س - ڇا رياست جو نياڪڙ وارو ڪردار به هوندو آهي؟
جواب -

* محمد سعيد شاهه- ڳوٺ ڏاڏا ساءِ
س : مڙس غيرت ۾ اچي زال کي ماري ڇڏيندو آهي پر ڪڏهن ائين نه ٻڌوسين ته زال غيرت ۾ اچي مڙس کي ماريو هجي، ڇو؟

ج : معاشري ۾ مختلف بنيادن تي ايڏي اڻ برابري آهي جو جيڪو گهٽو مظلوم آهي اهو اوترو مايوس آهي.

* انور علي انڙ - ڳوٺ علي گل انڙ (ڏوڪري)
س: سنڌ جي عورت کي تعليم توڙي زندگيءَ جي هر ميدان ۾ پٺتي رکڻ لاءِ ڇا مرد ذميوار آهي؟

ج: مرد پاڻ عورت سان گڏ اڻ برابري جو شڪار آهي ۽ مرد جي ڏاڍ سبب وري عورت ٻٽي ڏاڍ جي شڪار آهي.

* نظام الدين لغاري، ڏنڊو الهيار
س: سڄي هاري رات ڏينهن محنت ڪرڻ جي باوجود ڏکيو ۽ بکيو آهي؟

ج- سنڌس پورهئي تي پيداواري عمل کان پري وارا ماڻهو پلجن ٿا ان ڪري.

* نوراحمد ڪوراڻي- ڪراچي
س: نئين نسل جي لکڻين مان اوهان ڪيتري قدر مطمئن آهيو؟

ج: ان ڏس ۾ ڪنهن حد تائين مطمئن ٿيو ڪونهي.

* محمد الياس ڪپر- سيڪارجا
س: انسان انسان جو دشمن ڇو آهي؟

ج: جڏهن ماڻهو پاڻ کي ڪلي ڪن چئي ڊار ڪري ٿو پوءِ هر قسم جي بدمعاشي ڪري سگهي ٿو.

* حاجي عبدالله ڏاهر- ڳوٺ حاجي ميو ڏاهر
س : "آدم ڪيٽي ۽ نيچ نوڪري" پر هينئر معاملو ابتو ڇو آهي؟

ج : اها نيچ نوڪريءَ جي آدم ڪيٽي خلاف سازش آهي.

* غلام رسول کهرو- نئون ديرو
س : مٿين طبقي وارا هيٺين طبقي جي ڦرلٽ ڇو ڪندا آهن؟

ج : پنهنجي طبقاتي حيثيت قائم رکڻ لاءِ.

* ميمڻ خورشيد احمد هالائي-
هالا نيو

س : سنڌ جي غدارن کي اڄ سوڌو سزا نه ملي آهي ڇو؟

ج : غدارن جو وارو ته پورو ٿيڻ ڏيو.

* عبدالرئوف دل - اونگر
س: جوش ۽ هوش ۾ فرق ڇا آهي؟

ج: جوش ۾ ماڻهو اهڙي پاسي جي حالتن کان بي خبر ٿيندو آهي ۽ هوش ۾ نه.

* محمد شعبان سيٺار - خانپور
س: ١٩٤٧ع کان پوءِ ڪهڙي

اڳواڻ سياسي بنيادن تي گهٽي ۾ گهٽو جيل يـا نظر بنديءَ ۾ گذاريو آهي؟

ج: محترم جي. ايم. سيد

* شاد پڳوار - بورو

س: نفرت ڇا تـي پلجندي آهي؟

ج: ڏاڍ، لالچ ۽ جهالت تي.

* اشفاق حسين ٽالپر - بدين

س: پڙهڻي گهوٽ ليـلا ۽ مجنون جا ڪردار شاعري ۾ ڇو ڳاهن آندا؟

ج: ليلا مجنون، عـرب جا ڪردار آهن.

* ابرار علي ڪلهوڙ - نئون ديرو

س: احساس ڪمتريءَ جي مرض ڪان بچڻ جو علاج ٻڌائيندا؟

ج: جهالت ۽ وهـم پرستي کي ختم ڪرڻ لاءِ سماجـي انقلاب جي ضرورت آهي.

* ذوالفقار علي سانگهڙو - ڏوڪري

س: دنيا ۾ ڪيترا سوشلسٽ ملڪ آهن. نالا ٻڌايو؟

ج: دنيا جو نقشو ڪٺي ڀاڻ ويهي ڳڻيو ۽ ڳڻـو، اهو تعداد جيئن پوءِ تبڻ وڌندڙ آهي.

* نواز علي چاچڙ - ڪنڊڪوٽ

س: ڌرتي ڌڻي چوهڻ ڪان ۽ ظالم ظلم ڪرڻ کان ڪڏهن ڍاپندا؟

ج: سر ۽ ڪلر ڌرتي کي روڪي سگهن ٿا، باقـي ظالم جيستائين آزاد آهي ڍؤ نه ٿيندس.

* گل حسن شيخ - ٺٽو

س: سنڌ جا وڏيرا ڪڪڙن جي ويڙهه تـي خرچ ٿيل پيسا قوم جي ڀلائي تـي خرچ ڪن نه ڇو؟

ج: ڇو ته پئي کان پير گهرو.

* عبدالحق ۽ انور علي چانڊيو - خيرپور ميرس

س: ڇا انسان جي هر دعا آگهائي ٿـي ۽ هر ڪـوشش ڪامياب ٿئي ٿي؟

ج: آزمائي ڏسو باقي ڀڪو آسرو نه ڪجو.

* نثار احمد سومرو - ٽنڊو محمد خان

س: زندگيءَ جـو اصل نالو ڇا آهي؟

ج: ڪنهن شاعر کان پڇو.

* اصغر علي چنو - نئون ديرو

س: محبوب، عاشق کـي عذاب ڇو ڏيندو آهي؟

ج: تڏهن ڇا ڇرچا ڪريس.

* مجرم ايم فاضل ڪبريو - سڪرنڊ

س: سنڌ جا آپريٽر هـر وقت ظلم جي چڪر ۾ ڦاٿـل نظر ڇو ٿا اچن؟

ج: جهڙي ڪرڻي تهڙي ڀرڻي.

* وبدو مل مستانو - ٽنڊو باگو

س: ماڻهن کـي اولاد کان وڌيڪ دولت ڇو پياري آهي؟

ج: اهڙا ماڻهو دولت کي به اولاد سمجهندا آهن.

* عبدالقادر سنڌي - ڪراچي

س: چوڏهين صديءَ جـا ماڻهو احسان ڪـري جتائيندا ڇو آهن؟

ج: پائو هي پندرهين صدي پئي هلي.

* رفيق حسين پنهور - ڪراچي

س: ماڻهو سنڌي رسالو خريد ڪرڻ بـدران سهانگيون فلمون ڇو ٿا ڏسن؟

ج: سنڌي رسالـن جـي ذميواري اچا به وڏي وڃي ٿي.

* ايس ايل لاهوتي - گذري

س: ڪڏهن ڪڏهن پيـارن پيارن گلن ۾ بـه ڏوڪو هوندو آهي ڇو؟

ج: سنڀالي هلو.

* عبدالرشيد سنگي - رتوديرو

س: جيڪڏهن ڪو پـڻ دوستن کي وبڙهائي ته ان سان ڪهڙو سلوڪ ڪجي؟

ج: ڪهڙو وري ڪيڙو؟

* محمد علي مهتو - ٻولائي

س: مرد ۽ عورت هڪ ٻئي جا ڦٽا آهن ته پوءِ هڪ ٻئي کان شڪايت ڇو ڪندا آهن؟

ج: ڦٽن ۾ ڪڏهن ڪڏهن لهر به ٿي پوندي آهي.

* مهراج ڪيولرام شرما - چمبڙ

س: دنيا جـو هـر مذهب محبت سيکاري ٿو پوءِ نفرت ڇو؟

ج: ماڻهو چڱي شئي کي به استعمال ڪري وڃڻ جـا استاد آهن.

* عثمان غني سومرو - اسٽيل ٽائون ڪراچي

س: سنڌي ٻولي جي الفابيٽ کي هاڻوڪي شڪل ڪنهن ۽ ڪڏهن ڏني؟

ج: سر بارٽل فريئر ۱۸۵۸ع ۾.

* امام الدين جمالي - سڪرنڊ

س: حقيقي ۽ مجازي عشق ۾ ڪهڙو فرق آهي؟

ج: هاڻي ڪو فرق ڪونهي.

* پرويز احمد شر - رسول پور

س: جوهڙيءَ ۾ ننڍڙي پار جي آپ ڏاريندڙ رڙ کي ڇا سڏجي؟

ج: اڳ ۾ ٻڌايو ته رڙ ڪرڻ جو سبب ڪهڙو آهي.

* آفتاب احمد ڪٽي - چوهڙ جمالي

س - سڪون زندگيءَ جي ڪهڙي حصي ۾ ملندو آهي؟

ج: سڪون جـو لاڳاپو حالتن سان هوندو آهي؟

* مرزا خاصخيلي - ٺٽو

س: چور آزاد ڦريو بند ڇو؟

ج - پوليس کي پڇو ڪهڙو ڪم.

* محمد عارف - ڪراچي

س: هلال مئگزين ۾ هـڪ هٽي ڇو آهي؟

ج: ڏينهن ۾ تارا ڏسڻ جا هيراڪ ته ناهيو.

* حاڪم سانگهڙو - ڏوڪري

س: اڻ برابر سماج کـي سياست ڪهڙي پس منظر ۾ برابر نبائيندي آهي؟

ج: جڏهن اها عوام جـي سياست هجي.




* چند ئي پرچن ۾ ”هلال پاڪستان“ مئگزين چڱي مشهوري حاصل ڪري ورتي آهي. ابتدا ۾ ۽ ڪجهه هاڻ به پرتيءَ خاطر ترجما ۽ اڳ ڇپيل ڪتابن مان ٽڪرا ڏيندا پيا اچو. ان مان انهن ماڻهن کي مونجهارو ٿو ٿئي جن جا اهي ڪتاب اڳ ۾ ئي پڙهيل آهن. لڳي ٿو ته اوهين ڪا به ڪنڊ خالي نه ٿا ڇڏڻ گهرو ۽ پارن توڙي سگيڙين کي به پڳو ڏيو پيا. پر ان مان عام ادبي معيار تي اثر پوي ٿو. جڏهن ڪا معياري ٿي ماي ته پڻ مواد سان گڏي ڇڏيو. آخر هي علحدا ڪڍا ڪيستائين هلندا. هن پڇري يعني پهرين جنوري ۱۹۸۳ واري پرچي ۾ فضل احمد بچانيءَ جون يادگيريون هن صنف ۾ سٺو اضافو آهي ۽ ليکڪ جو منفرد انداز به ظاهر ٿئي ٿو. وڏي ڳالهه ته هڪ وچايل ليکڪ وري لڌو آهي ۽ سگهو موڊو پکڙيو ويو آهي.

گارشيا مارڪوئيز جو انٽرويو به وقتائتو آيو آهي، پڙهندڙ گارشيا جي خيالات کان واقف ٿيا ۽ اسان ڄاتو ته سندس ادب جو ڪارج ڪهڙو آهي.

ابراهيم خشڪ جي ڪهاڻي ”سو ديس مسافر منهنجو ڙي“ هڪ بامقصد ڪهاڻي آهي. هن چند سالن جي سنڌي ڪهاڻي جو جائزو وٺندا ته اوهان کي لفظن جو ڍير ملندو، وڏيون تقريرون ڪردارن جي واتان ادا ٿيون ڏينديون. ڪٿي ڪٿي علامت نگاريءَ جي پوش تي به نظر پوندي. پر بيان جو سلوڻو انداز، ضروري بيان ۽ آپار گهٽ ملندو. اهو ”سو ديس مسافر منهنجو ڙي“ ۾ ملي ٿو. خشڪ هن ۾ بيان فقط ضروري ڳالهين جو ڪيو آهي. جڏهن شيدي بادشاهه جي ڪردار نگاري ڪرڻ ويهي ها ته پيا به ڏهه صفحا لکي وجهي ها. هن ائين نه ڪيو. ماما رسون جي ڪردار جو پهريون حصو علي ۽ ڪدوءَ سان گڏ گهرڻ ۾ بيان ٿي ويو آهي. ڪهاڻي جو آپار (Climax) آخري حصي ۾ ڏکڻ آفريڪا جي حوالي سان چوٽ پهتو آهي. مقصديت کان سواءِ هن ۾ اڪين وارن لاءِ عبرت به آهي. ابراهيم خشڪ هيءَ هڪ بهترين ڪهاڻي ڏني آهي ۽ اهو ثابت ڪيو آهي ته هن ۾ ڪهاڻي توڙي سوچ جا سمنڊ آهن.

ڊاڪٽر نواز علي شوق جو مقالو ۽ غلام علي ناشاد جو ڀارت جي سفر جو احوال به سٺو ۽ وڻندڙ آهي. نصير مرزا جو تبصرو ليکڪ کي راضي ڪرڻ جو سٺو مثال آهي.

هڪ گذارش ڪندس ته پوري چند چونڊ ڪانيو مواد شايع ڪيو. شعر جو حصو به سونکي ائين لڳو، ڄڻ اوهان کي مڙيئي خانو پر ڪرڻو هو. هن خط لکڻ مان منهنجي مراد ڪنهن کي هار پائڻ ۽ نه ڪنهن کي گهوڙي تان لاهڻ آهي، بحيثيت هڪ پڙهندڙ جي منهنجن جذبن جو اظهار آهي.

**ڊاڪٽر عبدالجبار جوڻيجو**
**سنڌ يونيورسٽي ڄامشورو**

* هئڻ ته ائين گهرجي ها ته ٽئين سال ٽپڻ ڪري هلال مئگزين کي ٽئين ٽئين مهينن سان سينگاريو ها پر خير، هوندي به مئگزين جو جواب نه آهي. تاريخ جي وساريل ورقن مان چونڊ ٽڪرا پيش ڪرڻ ته وڏي مهرباني. شاعريءَ ۾ استاد بخاري ماٺ ملي پئي. پر قابليءَ الطاف شيخ ته اڃا ڪڪ ڏيوآ جوهڪ پنيءَ ٿي گذر سفر ٿو ڪري. ڪجهه وڌيڪ ڏين گهرجي. پراڻن اديبن جهڙوڪ، اياز جليل، حميد سنڌي شوڪت شورو، مدد علي سنڌي ۽ امداد حسيني کي اسان طرفان منٿ ميڙ ڪري وري ميدان تي آڻيو. رسالي جي ڪهڙي تعريف ڪريان بس توهان خطن مان اندازو لڳايو.

**رفيق حسين پنهور**
**پاڪستاني ڪوارٽر ڪراچي**

* پهرين ڳالهه ته ”سائنس“ جي شعبي تي جيترو گهڻو ڌيان ڏيڻ گهرجي ها وڌيڪ ڌيان ڏيو. جڏهن مواد جي کوٽ اٿو ته پوءِ ”سنڌ سائنس سوسائٽي“ وارن سان لهه وچڙ ۾ اچو. اوهان کي شايد اهو احساس ڪونهي ته اڄ جي دور جي سنڌي ادب ۾ ”سائنسي چاٽ“ بابت ڪيتري پياس آهي. اڄوڪو دؤر سائنس ۽ ٽيڪنالاجيءَ جو دؤر آهي، ۽ ان هوندي به اوهان اسانکي محروم رکو ٿا سراسر......!! اوهانجي ڏنل سائنسي شعبي واري چاٽ اسان

جي ڀاڱي نٿي اچائي. ٻارڙن جي شعبي ۾ پڻ سائنسي معلومات گهٽ ڏني وڃي. تاريخ سٺي طرح سان نڀائي رهيا آهيو، ساڳي "ادب" ۾ جيڪڏهن ٻاهرين دنيا جو ترقي پسند ادب به ٿورڙو شامل ڪندا رهو ته بهتر ٿيندو.

ڪنهن صفحي تي جيڪڏهن ڪا خالي جڳهه بچي ٿي ته ان جڳهه کي تازه ترين عالمي معلومات ڏيندي ننڍي ننڍي ملڪي معلومات جا ذخيرا ٽوٽڪن جي انداز ۾، مختصراً ضرور ڏيندا ڪريو، ڇو ته اڄ جي نوجوان کي ان ڳالهه جي شدت سان ضرورت محسوس ٿئي ٿي.

ٽيليويزن جي "خيراتي" سنڌي پروگرامن جي لاءِ ٽڪ ٽوٽي، ڪي نيڪ صلاحون، تنقيدون وغيره ڏيندا ڪريو ته جيئن اهي حضرات پنهنجن پروگرامن کي وڌيڪ سڌاري سگهن.

"اوهان جا خط" ۾ سڀني خطن جي چونڊ ڪري، ان جي، آن خط هيٺان ئي مختصر جواب ڏيڻ جو سلسلو شروع ڪريو ته جيئن اوهان جي ارادن کان به ته باخبر ٿي سگهون.

منظور مشوري
سنڌ يونيورسٽي

* هلال مئگزين پڙهي دل جي اٿاهه گهراين سان تخليق جو جوهر اڙ سان ڪانئي اُنين ڦٽي نڪرندو آهي جيئن پلر جي پالوٽ سان ٽڙ جي خشڪ پٽن تي ڳاهه ڦٽي نڪري ۽ من مندر ۾ سونهن ڏسڻ پيدا ٿيندا آهن. ٻاهر ڪيڏي به پٽ اونداهي ڇو نه هجي پر من اندر ۾ روشنين جو بحر هوندو آهي. استاد بخاريءَ جي چٽيل نقشي تي ماڳ ڏانهن ويندڙ سڌو رستو صاف نظر آيو. تاجل بيوس جي لوچ ڪولمبس جي ڪوشش جيان جستجوءَ جي علامت ٿي لڳي. ڀلا ٻڌائي، سچل ۽ سامي نه ٿڪا ته اڄ جو بيوس ڪيئن ٿڪبو؟!

ضياءالدين شاهه "ضيا"
شڪارپور

* مئگزين کي وقت کان اڳ مارڪيٽ ۾ ڏسي اڻ مئي خوشيءَ جو احساس وڪوڙيو وڃي. شل، انهن سدائين اڳوات مارڪيٽ ۾ مئگزين ملي. ٽئين سال جو پهريون پرچو خريد ڪيو اٿم، مواد ڏک ٺاڪ لڳو. ڪوشش ڪري هرهنڌ چاتل ليکڪن، جن جي مهانتا مڃيل هجي، جا ليک شامل ڪريو. ڇو ته اسان جو گهڻو تڻو پڙهندڙ شخصيت پرست به آهي. ان ڪري پرچي جي وڏي عمر ڪارڻ پڙهندڙن جي نفسيات کي پرکي سنڌ جا هڻائن کي پورو ڪرڻو پوندو. نوبل پرائيز ٨٢ جو حاصل ڪندڙ گارشيا مارڪوئيز جو انٽرويو ڏنو اٿو. ڏاڍو سٺو. جيڪڏهن ان صاحب جي ڪا لکڻي ڇاپيو ها ته ڏاڍو بهتر ٿئي ها. اميد ته ويجهن پرچن ۾ سندس ليک پڙهي وٺنداسون.

راهل
هالا پراڻا

* سائين هن پرچي متعلق عرض ته تاريخ جو حصو نهايت معلوماتي آهي. "سنڌ جي قديم سپتا" "سڪندر ۽ پورس منهان منهن" علي بابا جو ڪالم "ڏهڪ ڏينهن"، ابراهيم خشڪ جي ڪهاڻي "سو ديس مسافر منهن جوڙي" سائين خشڪ وڏي ڳالهه ٻڌائي ويو آهي. شال اسان جا سڄاڻ سنڌي سمجهن؟ اڻ وسرندڙ سفر غلام علي تاد جو "آمريڪا جون ڳالهيون" الطاف شيخ جو "حبشي عورتون آفريڪا جون"، "عمل پسند ڪلاسيڪي شاعريءَ جو پيغام" خاڪي جويو صاحب، سگهڙن سٽ ۾ "ڏکويل اڇوٽ" ۽ "ڪرندا ڪوٽ ۽ پڇنديون ديوارون" ڏاڍا وڻيا. ٻارڙن جي صفحي تي "انب جو وڻ" ڪهاڻي غلام رسول سولنگي وڏو درس ڏني. شال اسان سوچيون ۽ سمجهون طوطن جي پڃري سبب ڇپرا پڇي ويا! خدا ڪين اچا به وڌيڪ سگهه ڏي جيئن قلمي پورهيو ڪري سگهن.

صاحب خان چنڊيو
نالهي

* جنوري جو پرچو پڙهيم بعد وڻيو ۽ مواد جي لحاظ کان تمام سٺو هيو. سنڌس تاريخي مضمون سنڌ جي سپتا ۽ سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفرتمام معلوماتي مضمون آهن جيڪي ان وقت جي تاريخي، سماجي ۽ معاشرتي زندگي جو اثر ڏيکارين ٿا. خاص ڪري اڳي اُنهن هياس. شاعري ۾ استاد بخاري جو شعر نقشا ته ڪو ڏسي ۽ غزلن کي به داد ڏيڻ کان سواءِ رهي نٿو سگهجي جنهن ۾ تاجل بيوس، اطهر سنگي، عابد مظهر، سجاڳ سنڌي، اسد جمال جا نالا سرفهرست آهن. ان سان گڏ آزاد نظم فلسطين جو اولاد ۽ بيروت جي پناهگاهن سان ۽ راهي چنا جو آزاد نظم پڻ چونڊ نظم هئا ۽ ديس جي گيت پنهنجو پاڻ ساهايو. گارشيا مارڪوئيز جو انٽرويو پڻ وقت جي ضرورت آهي ۽ ڪابريل لانوب جا قول تمام سهڻا ۽ نصيحت ڀريل آهن ۽ وڌيڪ ڪوشش ڪري سنڌ جي سورمن جا قول لکو جيئن ته اسان پنهنجن بزرگن جي نصيحتن کان واقف ٿيون. سوڌس سفر منهنجو

ڙي ڏاڍي سٺي ڪهاڻي آهي ليکڪ ڪيرون لڳي ٿي. ڪاليون آمريڪا جون ۾ محمد خان سيال پڙهندڙن کي اتان جي ڪاري ڏوڙ مهانگائي ۽ مختلف مسئلا پيدا ٿيندڙن کي معلومات ڏني غلام حسين رنگريز جا اڪثر سٺا مضمون هوندا آهن. هي ڀيري ڪافڪا جو تنقيدي اڀياس تمام سٺو مضمون هيو ان ۾ هر ماڻهوءَ کي پنهنجو عڪس ڏسڻ نظر اچي.

## اميرالدين احمد شاهاڻي

ماڙي پور ڪراچي.

هلال ميگزين جو چوٿون شمارو هٿن ۾ آهي. ميگزين توهان ڏينهن ٻڻي ترقيءَ جي بلندين کي ڇهڻ لڳي آهي. هن شماري ۾ شاعري، سفرناما، ڪهاڻيون ۽ مضمون ڏاڍا وڻيا. خاص ڪري ادي محمد خان جون "ڪاليون آمريڪا جون"، غلام علي شاد جو "اڻ وسندڙ سفر"، ڪهاڻين ۾ "سو ديس مسافر منهنجو ڙي"، "چريو"، "گداگري"، مضمون ۾ "سنڌ سپيتا"، "سڪندر ۽ پورس منهان منهن". سائين، ميگزين لاءِ ڪجهه صلاحون ڏيان ٿو.

(۱) ميگزين جي هر شماري ۾ ڪنهن نه وڏي سنڌي اديب جو تعارف يا انٽرويو ڏنو وڃي.

(۲) ريڊيو، ٽي وي ۽ فلم لاءِ ڪجهه صفحا مخصوص ڪيا وڃن.

## زاهد علي سومرو

* جنوري ۸۳ جو ميگزين پڙهيم. هن دفعي به ڏاڍو سٺو هو. سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر ۽ تاريخ جو پورو حصو ڏاڍو وڻيو. شاعري جو حصو به سٺو آ. تاجل بيوس ته پنهنجو مٽ پاڻ آهي. "ديس مسافر منهنجو ڙي" ابراهيم خشڪ جي ڪهاڻي ڏاڍي وڻي. ۽ پوءِ الطاف شيخ جي سفر نامي مان ڏاڍي معلومات حاصل ٿئي ٿي. سائنس جو صفحو به تمام سٺو هو ۽ ٻارن جي صفحي ۾ گابريل لانوب جا قول به ڏاڍا سٺا آهن. ان سان گڏ سوال جواب مان به سٺي ڄاڻ حاصل ٿئي ٿي. اميد ته اڃا وڌيڪ ڪوشش ڪري "هلال ميگزين" کي وڌيڪ سٺو ميگزين بڻائيندا.

## شوڪت علي شيخ

پراڻي پاڊهه

* هن ڀيري ميگزين مٽ ۽ ٻارن جو حصو تمام سٺو آهي باقي ادبي حصي ۾ لونگ شيخ، استاد بخاري، شبير بيدار، اطهر منگي ۽ اياز گل تمام سٺا رهيا. هلال ميگزين ۾ اڃا ڪافي شين جي کوٽ آ انهن ۾ خاص بين الاقوامي سياست تي هر مهيني تفصيلي تجزيو اچڻ گهرجي.

## منظور بيدار

سکر

* جنوري جي شماري ۾ جناب عبدالڪريم جي تحرير "سنڌ سپيتا" گهڻي معلوماتي هئي. ادي ابراهيم خشڪ جي ڪهاڻي هن مهيني جي ميگزين جي جان هئي. سائين ابراهيم کي اهڙي شاندار ڪهاڻي لکڻ تي مبارڪ هجي. انهن کانسواءِ "چريو"، "گداگري"، "زانڪ جواصل هنڌ" ۽ "آفريڪا جون حبشي عورتون" قابل ذڪر ۽ سٺيون لکڻيون هيون.

## علي احمد رند

جوهي

* هلال ميگزين جي بهترين خوبي جيڪا گهڻو متاثر ڪري ٿي، اهو آهي، وقت تي ته ڇا، پر وقت کان اڳ اچي وڃڻ.

جنوري ۱۹۸۳ع وارو پرچو پڙهيم. جن خاص طور تي متاثر ڪيو اهي هي آهن: تاريخ مان، "سنڌ سپيتا"، عبدالڪريم جي لکيل سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر، سنڌ ڪار سچ پچ جس لهڻو. تمام سٺو ترجمو ڪيو اٿائين. شاعري ۾ استاد بخاريءَ جي شاعري تمام بهترين هئي. انهيءَ کان علاوه، اظهر منگيءَ جو غزل، عابد مظهر شاهه جو غزل، عبدالحليم "جوش" جو گيت ۽ راهي چنا جو آزاد نظم به تمام سٺا هئا. گرشا مارڪونيز جو انٽرويو، ريحانه حيدر جويو جي ڪهاڻي "نيٺ بابو مڙي پيو" گهڻو متاثر ڪيو. ڪافڪا جو تنقيدي اڀياس ڏاڍو بهتر هئو ۽ اهڙين پڻ تخصصن جو به تنقيدي مطالعو پيش ڪندا رهندا ته بهتر ٿيندو. ڊاڪٽر نوازعلي شوق جو مقالو ٽانڪ جو اصل نسل تمام سٺي شيءِ هئي. سڳوڙين مٽ ۾ عزيزه قاضيءَ جي "ڪرندا ڪوٽ پڇنديون پڻيون" اصل لونءِ لونءِ ڪنباري ڇڏي!

## منظور کهڙو

ڪراچي

* هلال ميگزين باقاعدگي سان پڙهندي آهيان. جنوريءَ واري پرچي ۾ تاريخ ۾ سڪندر جو سنڌ ڏانهن سفر، شاعري مان استاد بخاري، تاجل بيوس، منظور کهڙو ۽ اياز گل جي شاعري وڻي. گرشا مارڪونيز جو انٽرويو به وڻيو. "سو ديس مسافر منهنجو ڙي." ابراهيم خشڪ جي ڪهاڻي ۽ "نيٺ بابو مڙي پيو"، محمد خان سيال ۽ الطاف شيخ جا سفرناما وڻيا. سڳوڙين مٽ ۾ عزيزه قاضي جي ڪهاڻي ۽ زڪيه ميرجت جي ڏکوين اهڃاڻ، ڏاڍو متاثر ڪيو.

اوهان جي ڀيڻ

## ريحانه ميمڻ

ڪراچي

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين " اُداس نسلين" نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ "لُڙهندَڙ نَسُل" نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڄُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڃوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان "پڙهندڙ" نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان ڪڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعني e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻڻ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَ نَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَ نَ جي نالي کي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طرح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصيِ ۽ ٻالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊجيٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَمَلَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڌ کان وَڌ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو ٻوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڇڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٽي، هي بَمر- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اڄڪلهہ جي ڪتاب پاڻ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٿي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَڙهندڙ نسل جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڄڪلهہ ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَڙهندڙ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پَڙهندڙ نَسُل جا پَڙهندڙ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پڙهندڙ ضرور نظر اچي ويندا.**

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ

پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَڙهندڙ جو پڙلاءُ“. ـ اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)